World's Classic

انتون چيخوف

# وارڊ نمبر ڇهون

۽ ٻيون ڪھاڻيون

سنڌيڪار: اسلم خواجہ

انتون چيخوف

# وارڊ نمبر ڇهون

۽ ٻيون ڪهاڻيون

سنڌيڪار: اسلم خواجا

سنڌ پبليشنگ هائوس - ڪراچي

# فهرست


پبلشر جو نوٽ — انعام عباسي
چيخوف انتون پاولووچ — مئڪسم گورڪي


## ڪهاڻيون


| | |
|---|---|
| ڪلرڪ جو موت | 37 |
| ڏيڪاءَ جا ماريا | 40 |
| ساندو | 44 |
| عارضي آجپو | 48 |
| وئيشيا | 55 |
| ڪتي واري مائي | 61 |
| چمي | 78 |
| دل جو سور | 92 |
| وانڪا جو خط | 97 |
| شرط | 101 |
| جلاوطن | 109 |
| معمولي ماڻهو | 117 |
| وارڊ نمبر ڇهون | 142 |

## پبلشر جو نوٽ

هاڻي جڏهن ته هرڪو ڄڻو هجومن هوندي به شديد هيڪلائپ جو ماريل آهي، توڙي جو سائنس اسان کي دنيا جون انيڪ لذتون دريافت ڪري ڏنيون آهن تڏهن به هڪ عجيب اڻتڙ ۽ پَٽَ اسان پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪيون ٿا. اها ڇا آهي ۽ ڇو آهي؟

ماڻهو ماڻهوءَ سان بلا سبب ملڻ کان لنوائڻ لڳو آهي. جي ڪٿي ڪن مجبورين سبب هو ملي به ٿو ته اڪيچار ڇهرا پنهنجي مک تي چاڙهي ملي ٿو ۽ هليو ٿو وڃي.

پوءِ هاڻي ان اهڙي صورت حال کي پيلا منهن ڪيئن ڏئي سگهجي ٿو؟ ماڻهو ماڻهوءَ کان پري ڇوٿو ٿيندو وڃي! مان سمجهان ٿو ته انهيءَ ڏکي سوال جو بهتر جواب فلسفي ۽ منطق مان ته ضرور ملي سگهي ٿو پر ان کان به وڌيڪ سولائي ۽ پڌرائي سان اسان ان ويدن جو سَرو ڪهاڻين مان لهي سگهون ٿا.

اداري پاران ڪهاڻين جا ڪتاب شايع ڪرڻ جو اصل مقصد به اهو ئي آهي. سو هي ڪتاب ”وارڊ نمبر ڇهون ۽ ٻيون ڪهاڻيون“ پڻ ان ئي سلسلي جي ڪڙي سمجهي وڃي.

باقي اهو ته اسان تي ئي ڇڏيل آهي ته اسان آخر ڪهاڻين مان ڇا ٿا طلبيون. نه ته مان سمجهان ٿو ته انساني نفسيات، طلب، ڏک، هيڪلائپ ۽ خواهش وارن نقطن تي جيترو بهتر ۽ کليو انتون چيخوف لکيو آهي سو ڏاڍو اعليٰ ۽ بهتر آهي.

**انعام عباسي**



# چيخوف انتون پاولووچ

ڄم: 29 جنوري 1860ع
لاڏاڻو: 15 جولاءِ 1904ع

**هن** هڪ ڀيرو مون کي ڪوٺ ڏني، ته آئون سندس رهائش واري ڳوٺ ڪچڪ ڪوئي' گهمڻ اچان. جتي ڪيس هڪ ننڍڙو پٽ جو ٽڪر ۽ ٻه ماڙ اڇو گهر آهي، جيڪو بعد ۾ هن مون کي ڏيکاريو، ۽ پنهنجي ننڍڙي جاگير جو سير به ڪرايائين. مون کي ياد آهي، ته هو ڏاڍي جوش ۾ چئي رهيو هئو: "جيڪڏهن مون وٽ گهڻ جيترا ڏوڪڙ هجن، ته جيڪر هتي هڪ روشن ۽ هوادار اسپتال جوڙايان، جيئن ڳوٺن جا بيمار اسڪول ماستر اُتي اچي آرام وٺن. ان کان سواءِ هڪ لائبريري به بهترين نموني جي ٺهرايان، ۽ موسيقيءَ جا سڀ اوزار رکرائي، هڪ ڦلدار باغيچو ٺهرائي، پوءِ بيهي موسميات ۽ زراعت متعلق ليڪچر ڏيان.... ۽ بس ڳالهائيندو رهان- جهونا! آئون سمجهان ٿو ته

ماسترن کي هر شئي جو پتو هجڻ کپي."
ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو هو خاموش ٿي ويو، ۽ اچي ڪنگهڻ ۾ ڇتڪيو، پر ڪنگهندي ٻه مون ڏانهن نهاري مشڪندو رهيو. سندس پيار ڀري مشڪ ۾ بي پناه محبت پلٽا ٿي ڏنا، جنهن اڳلي کي سندس گفتگو ڏيان سان ٻڌڻ تي مجبور ٿي ڪيو. هن وري سلسلو جوڙيندي پڇيو: "تون منهنجن انهن خوابن کي ٻڌي ڪَڪِ ٿو ٿئين ڇا؟ مون کي ته هن موضوع تي ڳالهائڻ ۾ مزو ايندو آهي- ڪاش توکي روس جي چالاڪ، سُپتين ۽ علم پرور استادن جي اهميت جي خبر هجي! روس ۾ اسان کي استادن لاءِ هڪ خاص قسم جو ماحول پيدا ڪرڻ کپي، ڇو ته اسين سمجهون ٿا ته، جسيتائين عام ماڻهو گهڻ پاسائون شعور حاصل نٿا ڪن، تيستائين اسانجو وطن هڪ اهڙي غير معياري مصالحي ۽ پيلين سرن سان جُڙيل گهر وانگر هوندو، جنهن نهڻ ڪان پوءِ ٿورڙي ئي عرصي ۾ اچي ڦهڪو ڪيو هجي. آئون سمجهان ٿو ته هڪ استاد کي اهڙو مڪمل فنڪار ۽ ڪلاڪار هجڻ کپي، جنهن کي لازمي طور تي پنهنجي پيشي سان بيحد چاهه هجي. جڏهن ته اسان جا استاد اهڙا اڌ پڙهيل درويش آهن، جن کي جڏهن ٻار پڙهائڻ لاءِ ڀهراڙين ڏي موڪلجي ٿو، ته ڪنجهندا ۽ ڪُرڪندا ائين ٿا وڃن، ڄڻ ته ڪين ڪوئي-روس مان لوڏي ٿو ڪڍي..... پر حقيقت ۾ هو ويچارا ٻه ته ڏاڍا ڏتڙيل آهن، بکن ۾ پاهه پيا ٿين، ۽ هر وقت مرڻ جو خطرو پيو مٿن لامارا ڏئي. انهيءَ جي برعڪس استاد ته ڀهراڙيءَ جو اهو شخص هئڻ گهرجي، جيڪو هر سوال جو جواب فتافٽ ڏيئي، هارين نارين کي مطمئن ڪري سگهي، ۽ سندسن نظرن ۾ پنهنجو مرتبو وڌرائي، ايترو بلند ڪري، جو ڪوبه ڏانهس آڱر به کڻي نه سگهي...."
"اسان جي ملڪ ۾ ڪنهن به ذميوار ماڻهوءَ کي پنهنجي عزت جي ڪابه پرواهه ڪونهي. انهن ماڻهن ۾ پوليسوارا، دڪاندار، پادري، اسڪولن جا سرپرست، معززين ۽ اهڙا آفيسر، جن کي اسڪول جو انسپيڪٽر سڏيو ويندو آهي، سي سڀ شامل آهن. اسان جي اسڪولن جا انسپيڪٽر صاحب سمجهن ٿا، ته اسڪولن جي وڌاري ۽ ترقيءَ ۾ دلچسپي وٺڻ بدران، سندن ذميواري رڳو ليٽر ڪڍڻ ۽ حڪم ناما جاري ڪرڻ آهي. اها ڪيڏي نه ناانصافي آهي! هاڻي ٻڌايو ته هي مسڪين، جن وٽ پائڻ لاءِ ليڙون آهن ۽ سيءَ ۾ پيا ڪنبن، سي ڏنل اسڪولن جي ڀوساتيل ڪمرن ۾ پيا آهن. جتي جي گاسليٽي اسٽوين جي بانس، سندن صحت جو اهڙو ته ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو آهي، جو تيهن ورهين جي عمر تائين پهچندي، هو بيمارين جي ڳنڙي ٻڌجيو وڃن ۽ سهڪي سهڪي،

سنڌن جي سور ۽ سلھ جھڙين خطرناڪ بيمارين ۾ گھيرجيو وڃن. اھا اسان سڀني جي توھين آھي تہ اسان جا استاد، سال مان نو مھينا سنياسين وانگر بنواس ۾ گذاريندي، ايڏي اڪيلائي جو شڪار رھن ٿا. سنڌن آسپاس ماڻھو ئي ڪونھي، جنھن سان ڳالھائي ٻولھائي سگھن، ۽ نہ ڪو وٽن ڪتاب يا اھڙي ڪا ٻي وندر جي شئي آھي، جنھن سان روح ريجھائين. نتيجي ۾ ھو طبيعتن منجھ صفا چسا ٻڌجيو ٿا وڃن. اھر زھر ڪري اتفاق سان، جيڪڏھن ھو ڪو ميل ميلاپ جو موقعو ڪڍي مجلس مچائين ٿا، تہ ماڻھو کين مريض سمجھي، سنڌن ويجھو وڃڻ کان ڪترائين ٿا. اھي گندا لفظ استعمال ڪري تنگ ماڻھو سچ پچ تہ خطرناڪ احمقپڻي جون سڀئي حدون ٽپي وڃن ٿا....... اسان کي اھو سڀ ڪجھ پسي شرم کان ٻڏي مرڻ کپي، جيڪي انسان ذات جو عظيم سرمايو آھن، اسان اھڙن اتم ماڻھن، جو مذاق اڏائي مٽن ڪيڪرات ڪريون ٿا. آئون ڪنھن استاد جي سامھون ايندو آھيان، تہ مون کي ڏاڍي اڍنگي ڪيفيت محسوس ٿيندي آھي. جو تہ سنڌن فقيراڻا حال ۽ ذلت ڀري زندگي ڏسي، ڪنھن حد تائين، آئون پنھنجي ذات کي بہ ان سڄي صورت حال لاءِ ذميوار محسوس ڪندو آھيان- سچ پڇين تہ اھا حقيقت آھي!!"

جھٽ ڪن لاءِ ھو چپ ٿي ويو ۽ پنھنجون ٻانھون کولي، ھورڙيان چوڻ لڳو: "اسان جو روس ڪيڏو نہ عجيب ۽ غريب ملڪ آھي!"

انھيءَ ڪيفيت ۾ رھندي اوچتو گھري غم جي چادر سندس اکڙين ۾ اونداھي اوتي ڇڏي، ۽ سندس عمدين اکين جي ڪنڊن وٽ گھنجن جا جھڳٽا اڀي بيٺا، جن سندس نگاھن کي وڌيڪ گھرو ٻٽائي ڇڏيو. انھيءَ کان پوءِ ھو چوڌاري نھاريندي، پنھنجو پاڻ کي مسرور ڪندو رھيو، ۽ چيائين: "ڪيڏانھن وئين، اوري تہ اچ! مون ھڪ لبرل اخبار ۾ تنھنجي خلاف ھڪ ڏکھو مضمون لکيو آھي، پر يار توکي ۽ تنھنجي خاموشيءَ کي جس ھجي! اچ تہ ان جي بدلي ۾ توکي چانھ پيئاريان...."

اڪثر ڪري ساڻس وقت انھيءَ نموني ئي گذرندو ھيو. ڪڏھن ڏسندئو تہ جوش، چڪ ۽ سچائي سان پيو تيز تيز ڳالھائيندو، ۽ وري ٿوريءَ دير کان پوءِ ئي، ھو پنھنجو پاڻ ۽ پنھنجي لفظن تي بيٺوٺھڪ ڏيندو. پر پوءِ بہ سندس نفيس ۽ ڏڪارن ٺھڪن منجھ، ھڪ اھڙي ماڻھوءَ جو سٺرو ترتيبيل شڪ نظر ايندو، جنھن کي لفظن ۽ خوابن جي قدر ۽ قيمت جو بھترين اندازو ھجي. ان کان سواءِ سندس ٺھڪن منجھ، وٽندڙ نرماھٽ ۽ وجداني نزاڪت جا جلوا بہ ظاھر ظھور ھوندا.

بهرحال حال حوال ڪندي اسين چپ چپات ۾ گهر واپس پهتاسين. مون کي ياد آهي ته اهو هڪ تيز ۽ روشن ڏهاڙو هيو. ايتريقدر جو سج مان نڪرندڙ شعلن جي تيز لهرن جا آواز به ٻڌڻ ۾ ٿي آيا. پريان ماتريءَ ۾ ڪتو. ڪنهن خوشي منجهان، زور زور سان ڀونڪي رهيو هيو. ته چيخوف مون کي ٻانهن کان جهلي کنگهندي چوڻ لڳو:

"جيتوڻيڪ اها ڏادي واهيات ۽ ڏک جهڙي ڳالهه آهي، پر پوءِ به حقيقت آهي ته، هن جهان ۾ اهڙا سائينءَ جا سنواريا به اٿئي، جيڪي ڪتن سان پڻ ساڙ رکن ٿا...." ايئن چوندي هو وري کل ۾ ويڙهجي ويو ۽ چوڻ لڳو:

"اَئون اڄ جيڪو به ڳالهايان ٿو. تنهن مان ٻڌائپ جي بوءِ ٿي اچي...... هونئن اَئون ٻڌو به ته ٿي ويو آهيان؟!"

اهڙي طرح بار بار وقفن ڪانپوءِ، اَئون سندس واتان ڪيتريون ڳالهيون ٻڌندو رهيس. مثال طور تي: "ڳالهه ٻڌ- تورڙي جهڙ پهرين هڪ استاد زال سميت آيو آهي، ويچاريءَ جي طبيعت ڏادي خراب آهي، ڇا تون سندن ڪا مدد ڪري سگهندين؟ مون ته ڪين ڪجهه دير لاءِ ترسايو آهي....."

يا وري چيائين: "گورڪي! هڪ استاد جيڪو ڏادو بيمار ۽ بستري داخل آهي، سندس خواهش آهي ته توسان ملاقات ڪري، ڇا تون ساڻس ملندين؟"

هڪ دفعو ٻيهر به چيائين ته:

"هڪ ماسترياڻي ڪتابن موڪلڻ لاءِ لکيو آهي....."

ڪڏهن ڪڏهن اتفاق سان سندس اهو "استاد" مون کي وٽس ملي ويندو هيو. هو ايئن ئي هوندو هُئو عام طور تي جيئن ٻيا استاد هوندا آهن، يعني جنهن کي پنهنجي لاچاريءَ جو احساس هجي ۽ ڪرسيءَ جي هڪ ڪناري تي ويهي لفظ ڳولهيندي ۽ گهڙيندي، اهڙي نموني ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪري، ته جيئن سندس اڳيان ويٺلن تي سندس علميت ۽ سيبتائپ جو گهٽي کان گهٽو اثر پئجي سگهي. يا وري ڪو اهڙو شخص، جيڪو سامهون ويٺل ماڻهوءَ جي شهرت سبب، سندس سامهون ايندي بيماريءَ جي حد تائين شرميلو هجي، ۽ مسلسل ان ڪوشش ۾ هجي ته ڪنهن به نموني، هو ٻين جي اَڏو ڇسو نظر نه اچي- اتي ويٺل نظر ايندو، ۽ اچڻ سان انتون پاولو وچ (چيخوف) تي سوالن جي ڀرمار لائي ڏيندو، ۽ ايئن محسوس ڪرائيندو. ته هن اهي سوال ڪجهه سوچي نه، پر اوچتو ئي پنهنجي ذهن منجهان پڇيا. ايئن ڪندي هن پنهنجو پاڻ کي ڏادو هوشيار ٿي ظاهر ڪيو.

جڏهن انتون پاولو وچ سندس سڄي، ڏک ڪهاڻي. ڏادي غور سان ٻڌي

پوري ڪندو. ته پوءِ سندس غمزده اکڙين منجھ هڪ وِٽندڙ مرڪ منور ٿيڻ لڳندي. ۽ سندس ڪاڏيءَ وٽ گهنج پئجي ويندا. آخرڪار هو پنهنجي منڙي، ڌيمي پرگهري آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪندي. سهٽا سهٽا سادا. صاف ۽ زندگيءَ سان ڀرپور لفظ استعمال ڪندو ويندو. جنهن ڪري سندس مهمان بالڪل آرام ۾ اچي ويندو ۽ چالاڪي چڏي ڏيندو. نتيجي ۾ هو نه فقط هوشيار بڻجي پونڌو، پر سندس شخصيت به دلچسپ ٿي ويندي...

مون کي هڪڙو ڊگهڙو سنهڙو استاد اڄ به ياد آهي، جنهن جو زرد چهرو هڙباتون نڪتل، تاٿيل نڪ. به ڪاڏيءَ ڀرجهڪندي نظر ٿي آيو. سو استاد چيخوف اڳيان وينل هيو، ۽ ڏانهس پنهنجي ڪارين اکين سان گهوريندي، سُستي ۽ مايوسيءَ وچان ڀاري آواز ۾ چوڻ لڳو:

"هيءَ جيڪا اسان جي ههڙي حالت ٿئي ٿي، ان جو وڏو ۾ وڏو سبب اسان جي زندگي جو پڙهائڻ وارو عرصو آهي. چو ته هي پيريڊ اسان کي اهڙين ته نفسياتي وارداتن ۾ ڌڪي ڦٽو ٿو ڪري، جو تر جيترو موقعو به نٿو ملي، ته اسين دنيا ڏانهن معروضي سچائين ذريعي ڏسي سگهون. دنيا اسان لاءِ اسان جي پنهنجي تصورن مطابق ئي ته آهي...."

ايئن چوندي هن فيلسوفياڻي انداز سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪنهن برف تي ترڪي ڦڙهه ٿي پيل مواليءَ وانگر، جملو ڳالهائي هڪدم ڦان ڪري بس ڪئي.

"مون کي اهو ته پڌاءِ ته توهان جي ضلعي ۾ اهو ڪهڙو ماستر آهي، جيڪو ٻارن کي ماري ٿو." چيخوف آهستگيءَ ۽ آرام سان ڪانئس پڇيو.

استاد هڪدم ڪرسيءَ تان ٽپو ڏيئي اٿو ٿي ويو، ۽ عجيب غريب نموني سان پنهنجون ٻانهون هيٺ مٿي ڪرڻ لڳو:

"چا چيئه؟ آئون؟ ٻارن کي ڪُٽيندو آهيان؟ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي!"

هو ڪاوڙ ۾ نڪ مان ڦوڪارا هڻڻ لڳو.

"خوامخواه پاڻ کي آپي مان نه ڪڍ!" انتون پاولو وچ مشڪندي، ڪيس ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيو: "مون توتي ته اهڙو الزام ڪونه هنيو! ها البته مون اخبار ۾ ايئن پڙهيو هيو، ته توهان جي ضلعي ۾ هڪ اهڙو استاد آهي، جيڪو ٻارن کي مار ڏئي ٿو....."

اهو ٻڌڻ کان پوءِ، استاد واپس ڪرسيءَ تي ويهي پنهنجو پگهران، پگهر ٿيل چهرو اُگهڻ لڳو ۽ سڪ جو ساهه کڻندي، ذهن تي زور ڏيندي چوڻ لڳو:

"بالڪل درست! هڪ دفعو اهڙو واقعو ٿيو هيو، ۽ اهو به ميڪاروف

ڪيو هيو. جيتوڻيڪ اهو هڪ دلچسپ واقعو آهي، پر ان جي ٿيڻ جا ٻه ڪجھ سبب ضرور آهن. ميڪاروف شادي شده آهي ڪيس چار ٻچڙا آهن، سندس گھر واري ٻه سدائين بيمار ٿي رهي. وري مٿان ڪيس پنهنجي پگھار يعني 20 روبل مان بچت ڪرڻ جي ٻه پٽ پيل آهي..... جنهن اسڪول ۾ هو پاڙهي ٿو سو ٻه هڪ ڪوليءَ وانگر آهي. اهڙي صورتحال ۾ ته جيڪر ملائڪ ڪي ٻه ڪنهن معمولي غلطيءَ تي چنبو وهائي ڪڏجي، هي ته ٻاڪرا ڦر آهن! يقين ڪريو ته هي چورا ڏاڍا ڏنگا آهن!!"

مون کي حيرت ٿي ته ساڳيو ئي شخص، جيڪو ٿوري دير اڳ پنهنجن چوند لفظن جي ذريعي چيخوف کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو، سو اوچتو پنهنجي تاٿيل نڪ ۾ سوند وجهي، تيز ۽ تکا لفظ ڳالهائڻ لڳو، ۽ پنهنجي سادي پر زبردست گفتگو ذريعي، زندگيءَ جي اياڳيٽي ۽ بدترين سچائين کي بيان ڪندي، روس جي ڳوٺاڻي زندگي جو نقشو چٽڻ لڳو....

انهيءَ استاد موڪلائڻ مهل، چيخوف جون نازڪ آڱريون جيڪي سندس خشڪ چمڙيءَ واري هٿ جو حصو هيون، پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ ورتيون، ۽ انتهائي عقيدت ۽ احترام منجهان چوڻ لڳو:

"آئون جڏهن توهان سان ملڻ ٿي آيس، ته منهنجي دل ۾ اهو احساس هيو، ته مان ڪنهن بالا عملدار سان ملڻ ٿي ويس. توهان ڏانهن اچڻ لاءِ تياري ڪندي، آئون پنهجو پاڻ کي ترڪيءَ جي ڪڪڙ وانگر، هر هر جاچي رهيو هيس، ته جيئن توهان تي اهو تاثر ڇڏي، سگهان ته مون ۾ ٻه ڪي داڻا هيا. ۽ هاڻي جڏهن آئون اوهان کان موڪلائي رهيو آهيان، تڏهن مون کي ايئن ٿو لڳي، ته ڄڻ ته آئون هڪ اهڙي دوست کان جدا پيو ٿيان، جيڪو منهنجي رڳ رڳ مان واقف آهي. اها ڪيڏي نه وڏي ڳالهه آهي، جو ڪو ماڻهو هر شئي کي چڱي طرح سمجهندو هجي. توهان جا لک لائق! هاڻي آئون اوهان کان موڪلائيندس. آئون پاڻ سان اهي قيمتي ويچار کڻي واپس ٿي رهيو آهيان، ته عظيم شخص سادگيءَ جو مجسمو هوندا آهن. هو هر شئي چڱي طرح سمجهن ٿا ۽ اسان مسڪين ماڻهن جي ڏاڍو نزديڪ آهن. هو عام ماڻهن جي پيٽ ۾ وڏيڪ محبت ڪن ٿا. چڱو الله واهي! آئون اوهان کي زندگيءَ ڀر وساري نه سگهندس."

سندس نڪ ڦڙڪڻ لڳو، سندس چپن تي تبسم جا موتي پکڙجي ويا، ۽ هو چوڻ لڳو: "برا ماڻهو ڏاڍا بدقسمت آهن. .... ٻلا وڃي ڪڏ جي تري ۾ پون."

جڏهن هو واپس وڃڻ لڳو، ته انٽون پاولو وچ جون نگاهون سندس پيڇو

ڪنديون رهيون، ۽ پوءِ مشڪندي چيائين: ”ان هوندي به جو هو گهڻو وقت پڙهائي نه سگهندو، پر هو ڏاڍو پيارو ماڻهو آهي.“

”انتون جو پلا ايئن ڇو؟“ مون پڇيو.

”مشيون سڀ مصيبتون ڪيس ڇيري ڦاڙي ڇڏينديون..... ۽ منجهانئس ترت ئي جند ڇڏائينديون.“ ٿوري جهڙ لئه خاموش رهڻ کان پوءِ، وري هو نرم آواز ۾ ڳالهائڻ لڳو:

”روس ۾ هڪ استاد آتشدان يا بخاري وانگر آهي، جيڪو سدائين ٻرندو ٿو رهي. يا ڪيس ڪنهن دائيءَ لئه هڪ اهڙي لٺ ڪٿي ڇنجي، جنهن سان هو ٻارن کي سٽيندي ڪُٽيندي رهندي آهي......“

مون کي ايئن ٿو محسوس ٿئي، ته انتون پاولو وچ جي موجودگيءَ ۾ هر شئي ڄڻ ته خودبخود وڌيڪ سادي، معنيٰ خيز ۽ سڌي صاف ٿيڻ چاهيندي هجي. مون کي ڪيترائي دفعا اهڙو مشاهدو ڪرڻ جو موقعو مليو. مثال طور تي، ڪئين شخص ڪتابي اصطلاحن سان جهنجهيل معلومات جو مظاهرو ڪندي، فتشني اڪر ڪتب آڻيندا هئا، ۽ سندس اڏو شروع ۾ ماڻهو سڀ معمولي ۽ حقير حرڪتون ڪندا هئا، جيڪي عام طور تي روسي اهي لوڪ ڪندا رهندا آهن، ته جيئن هو يوربي نظر اچڻ لڳن ۽ پاڻ سنواريندا رهن. سي سڀ فنڪاريون ايڏي ته جوش ۽ جذبي سان ڪندا هيا، جيڏي جوش سان شڪاري سمنڊ جهاڳيندي، اسپن ۽ مڇين کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪندا آهن. جڏهن ته انتون پاولو وچ کي مڇين جي ڏندن ۽ ڪڪڙن جي ڪنين سان ڪا به دلچسپي ڪانه هئي، چاڪاڻ جو اها سڄي ڪرت هڪ قسم جي هلڪڙائپ آهي. جنهن جي مصنوعي چمڪ (جيڪا ويڳاڻائپ سان پُر آهي) کي انهيءَ ڪري ماڻهو استعمال ڪندا آهن، جو پنهنجي مٿان ڪيل ”مسلط وجود“ جي سخت جڪڙ، ڪين مخصوص خول مان ٻاهر نڪرڻ ئي نٿي ڏئي. منهنجي سامهون جڏهن به اهڙو ڪو شخص انتون سان ملڻ آيو، ته مون ڏٺو ته سندس وڏي ۾ وڏي ڪوشش اها هوندي هئي، ته هو اهو سڀ ڪجهه ڪري، جنهن سان اهو شخص ڏيکاءَ واري جنهن ڏيڻ ۾ قاتل آهي تنهن منجهان آجو ٿئي، ۽ سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ٻيائيءَ، جي ڪري جيڪي تباهيون ۽ بربادين گفتگو ۾ شامل ٿي ويون آهن، تن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ۽ سندس گفتگو جو اصل مطلب ۽ مقصد بيان ٿئي. انتون پاولو وچ پنهنجي سڄي زندگي، هڪ پوتر روح وانگر گذاري، اندر صاف هجڻ ڪري، هو هميشه پنهنجي ذات جي جوهر مان ئي سڌو سنئون لڳندو هيو. تنهن ڪري ڪڏهن به اهڙن ماڻهن جي

خواهش مطابق نہ هئيو. جن جي ڪري انَ سونهنڙ شيون اختيار ڪرڻ لاءِ زور پريو ويندو آهي. ۽ جيئن روسي عام طور تي ڪندا آهن. تيئن هن ڪڏهن بہ فضول ڳالهين تي وقت برباد نہ ڪيو. روسي لوڪ جيڪي پنهنجي دلين جي سچي هجڻ ڪري. اهڙن معاملن تي بہ ڳالهائيندا. جن جي ڪا اهميت ڪونہ هوندي آهي. مثال طور تي ڪين حال ۾ پهرڻ لئہ تہ ڪو چڱو ڪپڙو ئي نہ هوندو آهي، پر مستقبل ۾ بخمل ۽ ڪمخواب جا خواب ضرور لهندا آهن.

پنهنجي خوبصورت سادگيءَ جي ڪري، هو سچي عمر سرلائيءَ، حقيقت ۽ سچائيءَ سان محبت ڪندي ڪين آسان بڻائڻ لاءِ بہ جاڪوڙيندو رهيو.

هڪ دفعي وٽس ٽي هيرن جواهرن سان جهنجهيل مندمون آيون، جن جي ريشمي ڪپڙن جي سَر سر ۽ مفرح عطرن جي خوشبوءِ، ڪمري کي واس ڏيئي ڇڏيو. هو ڏاڍي ڪڙڪي سان اچي انتون جي سامهون وينيون، ۽ ڪائنس سوال پڇندي، سياست ۾ پنهنجي اتاهه دلچسپي ظاهر ڪرڻ لڳيون: "انتون پاولو وچ، توهان جي خيال ۾ جنگ ڪيئن ختم ٿيندي؟"

چيخوف ڪجھ دير خاموش رهيو، پوءِ کنگهندي ڏڪاري، منڙي ۽ بي انتها نفيس آواز ۾ ورندي ڏنائين: "ظاهر آهي تہ امن جي ذريعي."

"اهو تہ نيڪ آهي، پر جنگ کٽندو ڪير؟ يوناني يا ترڪ؟"

"اٿون سمجهان ٿو تہ وڌيڪ طاقتور ڌر جنگ کٽي ويندي."

"۽ اوهان جي خيال ۾ ڪهڙي ڌر وڌيڪ طاقتور آهي؟"

"جنهن ڌر کي کاڌ خوراڪ وڌيڪ آهي ۽ وڌيڪ تعليم يافتہ آهي."

چيخوف جواب ڏيندي چيو.

"اٿي الا! هي ڪيڏو نہ حاضر جواب آهي؟" منجهائنئن هڪ وراٽيو.

پر اٿ وچ ۾ هڪ ٻي خاتون سوال ڪري ويني: "توهان ڪهڙي ڌر کي کٽندي ڏسڻ چاهيندؤ؟"

انتون پاولووچ ڪيس انتهائي شفقت سان ڏٺو، ۽ پنهنجي سنهڙي منڙي ۽ پر تڪلف آواز پڇيو: "مون کي تہ فروٽ واريون ٽڪيون وٽنديون آهن. ڇا توهان بہ ڪائڻ پسند ڪندؤ؟"

"ها ها ڇو نہ!" خاتون ڏاڍي اتساه مان رڙ ڪندي چيو.

"اهي ڏاڍيون لذيذ ۽ ذائقيدار هونديون آهن." منجهائنئن ٻيءَ ٿوري اداسي سان ڪيس ٽيڪو ڏيندي چيو.

۽ پوءِ سيئي ڏاڍي جوش ۽ ولولي سان فروٽ جي ٽڪين متعلق ڳالهائڻ، ۽ ان موضوع تي پنهنجي بهترين علم سميت بحث مباحثو ڪرڻ لڳيون. ظاهر ۾

ته اهو تي نظر آيو ته جڻ ته يوناني ۽ ترڪ جنگ ۾ الجهي. پنهنجي ذهن کي مائوف ڪرڻ هنن اجايو تي سمجهيو. چو ته "تڪين واري مسئلي" کين ايتري ته دلچسپي مهيا ڪري ڏني هئي، جو هنن جو ٻئي پاسي ڌيان ئي ڪونه تي ويو.

"اسان توهان کي جلد ئي ڪوڙ سارين اهڙين تڪيون موڪليندا سين.

هنن مائين انتون پاولووچ کي اکيون مچڪائيندي چيو: "اسان کي خوشي آهي ته پنهنجي وچ ۾ زبردست گفتگو ٿي."

جواب ۾ هو فقط نرميءَ سان کلندو رهيو.

"پيارا! هر ڪو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ گهرندو آهي." هن مون ڏانهن ڏسندي بعد ۾ جواب ڏنو.

هڪ ٻئي دفعي وٽس هڪ نوجوان وڪيل صاحب آيو. هو سندس ڪمري ۾ ويهي پنهنجن گهنڊيدار وارن کي هٿن سان پوئتي اڇلائيندي، ڏاڍي اعتماد سان چئي رهيو هيو:

"توهان پنهنجي ڪتاب "Miscreant" ۾ مون کي هڪ انتهائي مشڪل مسئلي ۾ الجهائي ڇڏيو آهي. انتون پاولووچ! جيڪڏهن ناول جي مکيه ڪردار (ڊينس گريگوريف) ۾ جڏهن هڪ خود ساخته ارادو ڏسان ٿو، جيڪو بديءَ جي حمايت ڪري ٿو، ته پوءِ منهنجو اهو فرض ٿو ٿئي ته، آئون ڪيس هڪدم جيل جو منهن ڏيکاريان، ڇو ته ائين ڪرڻ ۾ سماج جا مفاد برقرار رهي سگهن ٿا. پر ٻئي طرف هو جهنگلي ڏوهاري هوندي به پنهنجي عملن جي بابت شعور نٿو رکي، تنهن ڪري مون کي مٿس رحم به اچي ٿو. جيڪڏهن آئون ڪيس هڪ اهڙي وٽ سمجهان، جيڪو بي عقلي جي بنيادن تي اهو سڀ ڪجهه ڪري ٿو، ۽ تنهن ڪري ڪيس معاف ڪرڻ کپي. پر معاشري کي آئون ڪيئن سمجهايان، ته هو پيٽريون نه اکوڙيندو ۽ ريل کي ڪيرائڻ جي لاءِ ٻيهر ڪُڌو عمل نه ڪندو؟ منهنجو اهو مونجهارو آهي. هاڻي ٻڌايو ته ڇا ڪجي؟"

ائين چئي هو خاموش ٿي ويو ۽ پنهنجو پاڻ کي ڪرسيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائين، پر سندس نگاهن جو مرڪز اڃان تائين انتون پاولووچ ئي هيو. سندس پوشاڪ بالڪل نئين نڪوري ٿي لڳي، جڏهن ته سندس قميص جا سيئي بٽڻ، اهڙي اعتماد ۽ احمق پڻي سان چمڪي رهيا هيا، جيئن ڪنهن نوجوان مذهبي ماڻهوءَ جي ڇهري ۾ ڪتل اکيون، پاڻي سان ڌوئڻ کان پوءِ چمڪنديون آهن.

"جيڪڏهن آئون مصنف هجان ها ته ڊينس کي آزاد ڪري ڇڏيان ها." انتون پاولووچ افسوس گاڏڙ احساسن منجهان چيو.

"پر ڪهڙن بنيادن تي؟" نوجوان پڇيو.

"مون ڪيس چيو هجي ها: "ڊينس! جيئن تہ تون اجان تائين هڪ باشعور ڏوهاري جي شڪل اختيار نہ ڪري سگهيو آهين، تنهن ڪري وچ جيئن وٽئي تيئن وڃي ڪر!"

هو نوجوان وڪيل ڪل ۾ اچي چٽڪيو، پر جلد ئي پنهنجي اينگهجندڙ پيڙا تي قابو پائيندي چوڻ لڳو: "نہ منهنجا مانائتا انٽون نہ! جنهن مسئلي ڪي توهان بحث جو موضوع بڻايو آهي سو فقط سماج جي گڏيل مفادن کي نظر ۾ رکندي ئي حل ڪري سگهجي ٿو. جنهن لاءِ آئون چوندس تہ سڄي معاشري جي جان ۽ ملڪيت جي حفاظت بہ ٿي سگهي. ڊينس بيشڪ هڪ جهنگلي آهي، پر هو ڏوهاري تہ آهي نہ! ۽ ان ۾ تہ جيترو بہ شڪ نٿو ڪري سگهجي."

اوچتو انٽون پاولووچ ڪانئس پڇيو: "ڇا تون گرامو فون پسند آهين؟"

"اڙي هئہ هئہ! مون کي تہ ڏاڍو وڻندو آهي! اها هڪ عاليشان ايجاد آهي." نوجوان انتهائي جوش وچان جواب ڏنو.

"پر مون کي تہ گرامو فون هڪ منٽ لاءِ نہ وڻندو آهي." انٽون پاولووچ انتهائي ڏکاري انداز سان چيو. "چو، ڇا لاءِ!"

"اهو ٺيڪ آهي تہ گرامو فون ڳائي ۽ ڳالهائي ٿو، پر منجهس احساسن جي دز بہ ڪانهي. تنهنڪري منجهانئس برندڙ آواز ڪيڏا تہ مئل ۽ وانجها آهن! پر مون کي اهو تہ ٻڌاءِ، تہ توکي فوٽو گرافيءَ سان ڪو شوق آهي؟"

آخرڪار انهيءَ ڳالھ جي تصديق ٿي وئي، تہ هي نوجوان فوٽوگرافي جو بہ قدردان هيو. ڇاڪاڻ جو هو ڏاڍي جوش سان انهيءَ فن متعلق ڳالهائڻ لڳو. جڏهن تہ انهيءَ وچ ۾ "عاليشان ايجاد" يعني گرامو فون جو نالو بہ ڪونہ کنيائين. انهيءَ ڳالھ کي چيخوف سمجھ ۽ اختصار سان پرکيندو رهيو.

انهيءَ مهل بہ هڪ پيرو چيخوف جي روپ ۾ بيهر، مون لباس منجھ هڪ زنده دل ۽ دلچسپ شخص ڳولي لڌو، هڪ اهڙو شخص، جيڪو ڪنهن ننڍڙي ڦڙتيلي پونگڙي وانگر، پنهنجي جسم ۾ اجا تائين زنده هيو.

بهرحال نوجوان ڪان موڪلائي. انٽون پاولووچ واپس موٽي آيو، ۽ ڏاڍي اداسيءَ مان چوڻ لڳو: "اهو انهيءَ انصاف جي پٺيءَ تي هڪ ٽِڪو آهي، جيڪو انصاف انسان جي تقدير مقرر ڪري ٿو؟ ٿورڙي جهٽ لئہ خاموشيءَ ڪان پوءِ، هو وري چوڻ لڳو: "سرڪاري وڪيل هميشہ مچين ۽ خاص ڪري انهن جي اصل جائين کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪندا آهن.

مان اقرار ٿو ڪريان تہ انٽون کي بيهودگيءَ کي ننگو ڪرڻ جو بهترين ڏانءُ آهي. اهو فن فقط انهن ماڻهن وٽ هوندو آهي، جن وٽ زندگي جا معيار

اتانها هوندا آهن. ۽ اهو سڀ ڪجھ تڏهن ئي پيدا ٿئي ٿو. جڏهن ڪو ماڻهو سونهن، سادگيءَ ۽ ترتيب ڪنهن خاص سٽاءَ ۾. هر انسان اندر ڏسڻ گهرندو آهي. حقيقت اها آهي ته، هو بيهودگيءَ کي ننگي ڪرڻ ۾. هڪ بيرحم ۽ انتهائي سخت انسان آهي. جڏهن ڪنهن کيس ٻڌايو، ته هڪ رسالي جو ايڊيٽر، جيڪو محبت ۽ ٻين سان همدرديءَ جي ڪري ڪافي مشهور هيو- تنهن هڪ ريلوي گارڊ کي بنان ڪنهن ڏوهه جي بيعزتو ڪيو. ۽ پنهنجي ملازمن سان اڪثر ڪري اڊنگي نموني سان پيش ايندو آهي. ته ڏک ڀري ڪل ڪلندي انتون پاولووچ چيو: "ظاهر آهي ته هو نواب صاحب ۽ رئيس آهي..... جيڪو قبر ۾ وڃي جاءِ ٿيو. پٽس سڄي زندگي ڪلٽر جوتا پائيندي گذاري، پر هو اصلي بهترين چمڙي جا بوٽ پائي ٿو؟" اهو سڀ چوندي جڏهن هن لفظ "رئيس" ورتو ته ائين لڳو، ته ڄڻ ته سندس ذهن ۾ ان لفظ جو تصور، هڪ معمولي ۽ احمق ماڻهو وارو هيو. پوءِ هڪ صحافي جو تذڪرو ڪندي هن ٻڌايو ته هو هڪ انتهائي ڏاهو صحافي آهي، جنهن جي لکڻين منجهان عظمت پئي بکندي آهي ۽ سندس تحريرون انساني وقار جي نشاندهي ڪن ٿيون.... همراهه ڳالهائيندو ايڏو مٺو آهي،جهڙي ماکيءَ جي لار. پرهو پنهنجي زال کي ٻين جي سامهون به "بيوقوف" ڪري سڏيندو آهي، سندس نوڪر هڪ ٻوساٽيل ڪمري ۾ رهندا آهن، جتي آخرڪار ڪين سهڪي جي بيماري ٿي پوندي آهي..."

جيڪڏهن ڪانئس پڇبو ته "انتون پاولووچ ڇا توهان فلاڻي ماڻهو کي سڃاڻندا آهيو؟"

"ها ها هو ڏاڍو ڀلو ماڻهو آهي." هو کنگهندي جواب ڏيندو ۽ وڌيڪ به چوندو: "هو وڏو ڄاڻو آهي، سدائين ڪتابن ۾ منهن هوندو اٿس. مون کان تي ڪتاب پڙهڻ لاءِ وٺي ويو آهي ۽ وري مون انهن ڪتابن جي شڪل به نه ڏٺي آهي. بس ٿورڙو غائب دماغ آهي، هڪڙي ڏينهن اوهان جي تعريف ڪندو ۽ ٻئي ڏينهن وري ڪنهن ٻئي کي ڏسيندو، ته توهان سندس مالڪياڻيءَ جي مڙس جا ڪارا ريشمي جورابا چورائي ويا هئا."

سندس موجودگيءَ ۾ ڪنهن ذڪر ڪيو، ته: وڏن وڏن رسالن جا سنجيدهہ حصا ڏاڍا ڏکيا ۽ بي چسا آهن.

هڪدم وراڻيءَ ۾ انتون بي انتها اعتماد سان صلاح ڏيندي، کيس جواب ڏنو: "پوءِ اهڙا مضمون اوهان ڪٽي نه پڙهندا ڪريو." اهو (عوام دشمن سان) تعاون ڪندڙ ادب آهي.... اهو ادب جيڪو مانوارا ڪراسنوف. چرنوف ۽ بيلوف (ڳاڙهو، ڪارو ۽ اڇو) وارا لکن ٿا. جن مان هڪڙو لکندو آهي، ٻيو ان تي تنقيد ڪندو آهي، ۽ ٽيون صاحب وري ٻنهي جي غير منطقي طريقہ ڪار

منجھ سٺائي پيدا ڪري. ڪم ناهي ڇڏيندو آهي. اهو سلسلو ته جڏهن ڪنهن ساڪت جڙتو بوتي سان پنهنجي راند ڪيڏڻ تيندو. پر حيرت آهي ته ليکڪ پنهنجو پاڻ کان اهو سوال ئي نٿا ڪن. ته ماڻهو اهو سڀ ڪجهه چاهين ٿا يا نه."(1)

هڪ دفعي ساٽس هڪ ٿلهي متاري، سهڻي سيبتي ۽ بهترين پوشاڪ اوڍيل مائي ملڻ آئي. مزو ته اهو جو هن جي ڳالهائڻ جو نمونو. سود بود ڇيخوف جهڙو ئي هيو. "زندگي ڪيڏي نه بُسي آهي انتون! ماڻهو. آڪاش. سمنڊ ۽ ايتريقدر جو گل به ايڏا ته گندا ٿي پيا آهن. جو دل کي ڪا ڳالهه ڪونه ٿي وڻي. منهنجو هينئڙو به سڄو ڏينهن پيو ٿو ڏڪي. جڻ ته ڪا بيماري ٿي پئي آهي....."

انتون پاولووچ انتهائي ڦڙتيءَ سان کيس وراڻيو: "بالڪل بالڪل! اها هڪ بيماري آهي. جنهن کي لاطيني زبان ۾ "مور بس شام انس" (Morbus Sham Inanis) چيو ويندو آهي."

شڪر جو کيس لاطيني زبان سمجهه ۾ نه ٿي آئي يا ممڪن آهي ته هن جاڻي واڻي نه سڪي هجي.

"نقاد اهڙيون بگهيون آهن. جيڪي گهوڙن کي پنهنجي زمين کيڙڻ جي ڪم آڻين ٿا." هو اهو سڀ ڪجهه عقلمنديءَ سان پرپور مسرت وچان چوندو آهي. "اهڙا گهوڙا جن جون مشڪون ايڏيون تاڻيل هونديون آهن، جيتريون ڪنهن سُرندي جون تارون. ۽ پوءِ اوچتو اهي بگهيون هٿڪاريندي. دڙها هڻنديون. هيٺ فصل ۾ لهي، سڄو فصل پيلي ڇڏين ٿيون. جڏهن ته گهوڙن جي کَل ڦڙڪي ٿي ۽ هو پنهنجو پڇ زور زور سان لوڏڻ لڳن ٿا. مون کي ڏس، ته هڪ مَکِ "پون پون" ڇا لاءِ ڪري ٿي؟ جڏهن ته اهو ممڪن آهي ته ان 'پُون پُون' متعلق کيس به خبر نه هجي. حقيقت اها آهي ته سندس فطرت ۾ بي آرامي آهي، ۽ اها سڄي پون پون ڪري، هوءِ پنهنجي "هجڻ جو احساس" ڏياري

---

(1) بعد ۾ 1931ع ۾ گورڪيءَ لکيو ته: آڪتوبر انقلاب کان پهرين بورزوا دانشورن. سياست دانن، سماجيات جي ماهرن ۽ صحافين پنهنجين تحريرن ۾ روسي ڪارڪن ۽ هاريءَ کي اڻ سڌريل شراب جو شوقين ۽ جاهل سڏيندي، مٿن الزام مڙهيو ته هو اهڙا شخص آهن. جن جو بنيادي ڪم نوڪري ڏيڻ ۽ چپ رهڻ آهي.... افسوس جو هيٺين ڪلاس جي ماڻهن جي صبر ۽ شڪر کي هنن سٺن جا ليکڪ لکندي. پنهنجي اکين جي نظر وڃائي ويهن ٿا ۽ نه فقط سندن همدرد جذبا مري وڃن ٿا. پر پنهنجن ئي ماڻهن کي خوار ڪندي ڪين مزو ٿو اچي.

پر اهڙو وقت به آيو جو تاريخ پنهنجو فيصلو صادر ڪيو ته. شدت سان اڳتي وڌو. ۽ پوءِ اهي ماڻهو جن جو زندگي ڏانهن رويو ڏاڍو موڳو ۽ سست هيو تن پنهنجو پاڻ کي دنيا جي باعمل ترين مزدور طبقي جي روپ ۾ منتقل ڪيو."

ٿي، ته آئون زنده آهيان! اهو ته لڳي ٿو، ته هوءَ چوندي هجي، ته ڏسو مون کي خبر آهي ته ڀون ڀون ڪيئن ڪجي، دنيا ۾ اهڙي ڪا به شيءِ ڪانهي، جنهن لاءِ آئون ڀون ڀون نه ڪري سگهان توکي ٻڌايان ٿو ته آئون پنهنجي ڪهاڻين تي ٿيل تبصرا، گذريل پنجويهن سالن کان پڙهندو پيو اچان. پر مون کي انهن سڀني تبصرن مان هڪ به ڪا ڪم جي ڳالهه ڪانه 'سجهي' جنهن کي ياد ڪريان ۽ نه وري ڪنهن اهڙي صلاح جي ئي خبر اٿم، جنهن کي قبول ڪريان. بس هڪ تبصري نگاري کي آئون ٿورڙي تڪي اهميت ڏيندو آهيان. جنهن جو نالو "شئبي سڪي" آهي. هن صاحب جي به اها دعويٰ آهي، ته هڪ ڏينهن آئون شراب پيئندي، ڪنهن ڪڏ جي تري ۾ ڪري مرندس...."

سندس اداس سيلٽي اکين ۾ هميشه نفيس مسخري پئي ترندي آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن اهي اکيون، بالڪل سرد، بيچين ۽ سخت بنجي وينديون آهن. اهڙن موقعن تي سندس منڙي آواز ۾ پڻ سختيءَ جو تاثر شامل ٿي ويندو آهي، ۽ پوءِ آئون محسوس ڪندو آهيان، ته هن جو وچڙرو ٻوجه ڀريو وجود، ڪنهن دشمن قوت جي خلاف همت ۽ مردانگي سان سينو ساهيون بيٺو آهي. ڪيئن دفعا مون کي ايئن لڳو. جڻ ته نااميديءَ جا پاڇا. سندس هلت چلت ۾ لهي آيا هجن، ۽ جڻ ته ڪنهن سرد ۽ زبردست مايوسيءَ. منجهس اچي واسو ڪيو هجي. مثال طور تي هو چوندو هيو.

"روسي ماڻهو به عجيب قسم جي مخلوق آهي. سندس طبيعت چاڻيءَ وانگر آهي، جنهن ۾ ڪا به شيءِ بيهي نٿي سگهي. پنهنجي جواني ۾ جيڪا به شئي سامهون اچيس ٿي، ان کي بي صبري ۽ تڙ تڪڙ ۾ جاچي ۽ پرکي وجي ٿو، ۽ تيهن ورهين تائين پهچندي، ڪجهه فضول شين جي ڍير کان سواءِ منجهس ٻي ڪا به شئي پنتي نٿي بچي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو فضيلت ڀريل انسانن جهڙي زندگي گذارڻ گهري ٿو، ته کيس محنت ڪرڻ جڳائي، پر ان محنت ۾ چاهه ۽ مڪمل يقين هجڻ ضروري آهي. پر افسوس جو اسان کي اهو احساس ڪونهي، ته پنهنجي ملڪ ۾ محنت ڪيئن ڪجي. هڪ اوستي کي ڏسو چڙو به ٿي چگيرڙا گهر جوڙڻ کان پوءِ، هو يا ته پتي راند ڪرڻ وٺي رهي ٿو، يا وري سڄي عمر ڪنهن ناٽڪ منڊليءَ جي گمنام اداڪار وانگر، پردي جي پنيان گم ٿي وڃي ٿو. هڪ نظر ڪنهن ڊاڪٽر تي وجهو. هن همراه جي اسپتال جيئن ئي هلڻ لڳي ٿي، ته هو سائنس سان پنهنجو سڄو سبنڌ ٽوڙي ڇڏي ٿو، ۽ سواءِ Novosti Terapii (شفا بخشيندڙ خبرون) پڙهڻ جي، ٻي ڪنهن به شئي سان دلچسپي ڪونه ٿو رکي. چاليهن سالن جي عمر تي پهچڻ

ڪان پوءِ. ان مفروضي ۾ پختو ويساهه رکي چڏي ٿو، ته هر بيماري تڏ جي ڪري لڳي ٿي. آئون پلجي، ٻه ڪنهن هڪ اهڙي عملدار سان ڪونه مليو آهيان، جنهن کي پنهنجي ڪم جي اهميت جي ٿورڙي به سُڌ هجي. هو بس ايترو قرب ڪندا آهن، ته پنهنجو پاڻ کي ڪنهن تخت گاهه يا وڏي شهر ۾ قيد ڪري، بالا عملدارن کي رپورٽس مٿان رپورٽون پيا موڪليندا. هڪ بهترين وڪيل، هڪ اڌ مقدمي ۾ تعريف جوڳي ڪارڪردگي ڏيکارڻ کان پوءِ، فرنو تي ويهي رهي ٿو، ۽ گهوڙن تي شرطون رکڻ کان سواءِ پيٽ- چٽيو پڻ ٻڻجي پوي ٿو، جڏهن ته باقي زندگي پاڻ هُرتو فن جو هڪ وڏو پارکو ٻڻجي رهي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن اداڪار کي ڏسندؤ ته هو ٻه هڪ اڌ چڱو ڪردار ادا ڪرڻ کان پوءِ، وڏيڪ محنت ڪرڻ کان نابري واربندي، ٽوپي ٽِنڊ تي رکي پاڻ کي وڏو داناءُ سمجهي هلندو وتندو. سچ پڇين ته روس سُستن جي سر زمين آهي، جتي ماڻهو ڪاڻڻ پيئڻ جي معاملي ۾ وڏا هيڪي آهن، ۽ سندس بهترين شوق سچ ايري کان پوءِ ننڊون ڪرڻ ۽ ننڊ ۾ وڏا وڏا ڪونگهرا هڻڻ آهي. هو شاديون ان ڪري ڪن ٿا ته جيئن سندن زالون گهر کي نيڪ ناڪ رکن ۽ نوڪرائيون انهيءَ لاءِ رکن ٿا، ته جيئن هو پنهنجي معتبرائپ ڏيکاري سگهن. سندن سوچڻ جو انداز ڪتڙن جهڙو آهي، ڪين پادر هڻو ته ڪئون ڪئون ڪندي رابيات ڪندا ۽ پوءِ پنهنجي ڏرن ۾ وڃي مرندا ۽ جي مٿائن هٽڙو قيرائيندا، ته آرام سان پنيءَ پر سمهي، پنهنجا پير مٿي ڪئي پچ لوڏيندا رهندا."

جيتوڻيڪ انهن جملن منجهان هڪ سرد ۽ افسوس جوڳي بيعزتي بکي ٿي، پر ايڏي ڌڪار جي باوجود، جيڪڏهن سندس آڏو ڪو ماڻهو گارگند ڪندو، ته هو بنان ڪنهن دير جي ان جي مخالفت ڪندو ۽ چوندو. "چڏينس هي هاڻي ستر ۾ پهتو آهي." يا "اجا هي پار آهي ۽ بيوقوفيءَ وچان ائين پيو ڪري."

مون چٽي طرح محسوس ڪيو، ته هو جڏهن به ائين ڳالهائيندو هيو، ته ڪيس ڪنهن به قسم جو پڇتاءُ ڪونه هوندو هئو. جيسين ماڻهو ننڍو نيٽو هوندو آهي، تيستائين منجهس موجود بيهودگي اسان کي حيران ڪندي آهي، ۽ اها صفا ظاهر ظهور به نه هوندي آهي. پر اها بچڙي بلا آهستي آهستي سوچ کي وڪوڙي ٿي ۽ ان جي سليٽي دز، هوريان هوريان سندس دل ۽ دماغ ۾ زهر وانگر واسو ڪري وڃي ٿي. اهو سلسلو ايستائين جاري رهي ٿو. جيستائين هو انهيءَ برائيءَ جو ڳڙنگ موالي ٻڻجي پوي، ۽ انهيءَ ذلت جي ڪَٽُ سندس رڳ رڳ ۾ سمائجي نٿي وڃي. بس ايترو سو ضرور لڳندو آهي، ته ڪڏهن انهيءَ ماڻهو

منجھ ۾ مٿيا ھئي، جيڪا بھرحال ان مھل نظر ڪونہ ايندي آھي.

ٿورو غور ڪبو تہ نظر ايندو، تہ منڍ کان ئي پاولووچ بيھودگيءَ جي وسيع بحر ۾ لڙھندي ٻہ، الميي سان ڀرپور طنز مزاح کي برقرار رکندو آيو آھي. بس ٿورڙي اھا تڪليف ڪرڻي پوندي، تہ سندس "ڪل يوگ وارين" ڪھاڻين کي ڪجھ غور سان پڙھڻو پوندو، تہ جيئن ان ڳالھ جو احساس ٿي سگھي تہ زندگيءَ جا ڪيڏا ظالم ۽ شرم جوڳا رُخ. ھن ڪھاڻيڪار ڪل يوگ وارن قصن ۽ حالتن ۾ فنڪاريءَ سان بيان ڪيا ھيا.

ھو ڪنٽارين چوڪرين وانگر ڏاڍو لڄارو ھيو، تنھن ڪري ڪڏھن بہ وڏي واڪي ڪليو ڪلايو ڪنھن جي بہ خلاف نہ ڳالھائيندو ھيو. سندس ھميشہ ھدايت ھوندي ھئي: "اجا وڌيڪ فھميدا ٿيو- جيا ايئن ٿيڻ ممڪن ڪونھي!" ٻين جي خلاف دھل وڄائڻ ڪيس انھيءَ ڪري پسند نہ ھيو، جو ھو سمجھندو ھيو، تہ ھر ڪو نيٺ پاڻ احساس ڏاري وڃي سيبتو ٿبو. انٽون پاولووچ سڄي عمر، بيھودگيءَ ۽ نجاست ڀريل شين کان نفرت ڪندي گذاري. ھن زندگيءَ جي ڏک ڀرين پھلوئن کي شاعرن واري اتم زبان ۾ ڪنيو، جنھن ۾ ھڪ مزاح نگار جي سٺري مسڪراھٽ پڻ شامل رھي. انھيءَ حقيقت جو سڀ کان وڏو ثبوت، سندس ڪھاڻين جي خصوصيت، يعني وڻندڙ بيھڪ جي اندر تيز ۽ سخت ڏوراپن ۽ ڏڪار جو ھجڻ آھي.

مانائتا پڙھندڙ سندس شاھڪار A Daughter of Albion پڙھندي ٿھڪڙن ۾ تہ ونجي ويندا پر ڪين زندگيءَ ڏانھن سنجيدگي ضرور نظر ايندي. آئون چيخوف جي سيني مزاحيہ ڪھاڻين منجھان، ھڪ انتھائي قيمتي، مٺي صاف شفاف ۽ حقيقي انساني دل جي جھلڪ پسندو آھيان، جنھن ۾ انھن انسانن لاءِ نراسائيءَ ڀري حسرت ڀريل ھوندي آھي، جن جي عزت نفس جو ڏڃون اڏي چڪيون ھونديون آھن، ۽ ظالم قوتن جي خلاف، ڪنھن جدوجھد ڪري سگھڻ بنان پيش پئجي ويندا آھن. جن جي زندگي غلاميءَ ۾ گذري ٿي، جن جو دين، ايمان سبزي جي شوروي جي ھڪ پيالي ھوندي آھي. جنھن تي ھو طاقتور ٿيڻ گھرندو آھي، ۽ جنھن کي بيحيا ڏاڍي کان، خوف کائڻ جي عادت پيل ھوندي آھي.

ڪانئس پھرين اسان کي ھڪ بہ اھڙو اديب نظر ڪونہ ٿو اچي، جنھن زندگي جي حقارتن کي ايڏي سرت ۽ سمجھ سان جاڻي، انسان ذات کي ھڪ اھڙي سچائيءَ سان آشنا ڪرايو ھجي، جيڪا وچين طبقي لاءِ انتھائي شرم ۽ ندامت جوڳي ھجي.

ڪميٽائپ ۾ خسيس پڻي سان ڪيس شديد نفرت هئي، تنهن ڪري هن سڄي عمر ان جي خلاف جدوجهد ڪرڻ سان گڏوگڏ، مٿس ڦٽڪار وڌي. پنهنجي غير جانبدار قلم ذريعي، ان کي ننگو ڪري، بيهودگيءَ تي هنڌائتا حملا ڪري، اتان به ڪيس دربدر ڪيو. جتي اها اشرافت ۾ سادگيءَ جا ويس پايو، ڏاڍي فرحت ۾ ديده دليريءَ سان ڏاڪو چڙهيون ويٺي هئي. انهيءَ جدوجهد جي سزا ڪيس اها ملي، ته هن عظيم شاعر ۾ شخص جو خاڪي جسم، هڪ مڇي ڍوئيندڙ غليظ وئگن ۾ ماسڪو پهتو.

اها گندي وئگن اڄ به مون کي ان خسيس پڻي جي مغرور فتح جي نشاني محسوس ٿيندي آهي، جيڪا پنهنجي بدترين دشمن جي موت تي، مسرت حاصل ڪندي هوندي. ان ڪميٽائپ جي هڪ ٻي جهلڪ، اسان جي پيلي صحافت جي موقعي پرست ڏک مان به نظر ايندي آهي جنهن ڪوڙ، پرم ۾ ڏيکاءَ لئه سندس "ياد" ۾ پنا ڪارا ڪيا. اها پريس جنهن جي انهيءَ سڄي ڪار گذاريءَ مان، مون کي ان بدبودار ڪميٽائپ جي ڌپ ايندي آهي، جنهن اندر ئي اندر ۾ پنهنجي هن بدترين دشمن جي موت تي وڏا شادمانا ڪيا هوندا.

چيخوف جون تحريرون پڙهندي، خزان جا اهي پڇاڙڪا ڏينهن ياد اچي وڃن ٿا، جڏهن هوا بالڪل شفاف ٿي پوندي آهي. چٽيل وڻ بي انتها آرام سان اُڀ سان سينو ساهيو بيٺا هوندا آهن، گهر هڪ ٻئي سان مليا پيا هوندا آهن ۾ ويچارا ماڻهو اجهاٽل ۾ ويران ٿي پوندا آهن. هر شئي شديد اجنبي، اڪيلي، پنڌپهڻ ۾ اگهي ٿي ويندي آهي، ڏورانها فاصلا نيرا ۾ لامڪان بڻجي، پيلي آسمان سان ملي هڪ ٿي ويندا آهن، ۾ ڳڙيل برف کي ڪنهن اڌ ڄميل گِچڪڻ ۾ ڳهي ڇڏيندا آهن. پر ڪلاڪار جو من، خزان جي سج جي روشنيءَ وانگر، ڦهليل ڊگهن راهن تي چمڪي پوندو آهي، ۾ ور وڪڙ گهٽيون، گندا ۾ ڳُتيل گهر، جن ۾ رحم جوڳا معمولي ماڻهو پنهنجون زندگيون بوريت ۾ اجائپ جا ساه کڻي گذارين ٿا (جنهن ڪري سندن گهر بي مقصديت ۾ ننڍاڪڙي هُل جو مرڪز بڻجيو پون)، سي سڀ ماڻهو ۾ ماڳ سندس سوچن جي ساگر ۾ سمائجي امر ٿي پون ٿا. ڪٿي ڪا محبوبه ڪنهن ننڍڙي سليٽي ڪُئي وانگر گهٻرايل آهي، پر پوءِ به هوءَ پنهنجي پريميءَ سان ٻنان ڪنهن فرق جي، غلامي جي حد تائين محبت ڪري ٿي. سا محبوبا پنهنجي ڳل تي پاڻ ڏک هڻي ٿي، پر پوءِ به منجهس ايترو ساهس به ڪونهي، ته ڪا رڙ يا واڪو ڪري سگهي. سندس پر ۾ The Three Sisters واري اباڻڪي "وانگا" بيٺي آهي، جيڪا پڻ محبت ۾ خدمت ڪرڻ جا جذبا رکندي. پنهنجي پياءَ جي بيهودي زال جي،

هر قسم جي ٻانهپ ڪرڻ لئه تيار آهي. سندس ڀينرن جي اجڙيل زندگي، هن جي اکين آڏو آهي. جنهن تي سواءِ روئڻ ۽ رڙن جي، هوءَ ڪجهه به نٿي ڪري سگهي. ان ڪري جو منجهس هڪ به اڏول ۽ زنده احتجاجي لفظ پيدا نٿي سگهيو آهي، جنهن سان هوءَ ڪميٽائپ جي خلاف جهاد ڪري سگهي.

هوڏانهن هو ڏسو ته The Cherry Orchard جا ٻارن وانگر مطلبي ۽ پوڙهن وانگر ڦلهڙا پراڻا مالڪ، ۽ نير وهائيندڙ "ريني وسڪايا" نظر ايندا. جيڪي شراب جا بکيا، ڏکن جا ستايل، پنهنجي آس پاس جي حالتن کان بيخبر آهن، ۽ جن جي سمجهه ۾ ڪا ڳالهه نٿي اچي. اهڙا مفت خور، جيڪي پنهنجي رت چوسيندڙن کي پڇي نٿا سگهن ۽ جن کي حقيقت ۾ ته ڪڏهوڪو مري کپي وڃڻ گهربو هيو- سي سڀ ۽ هو فضول شاگرد "ترو فيموف" انتهائي فصاحت سان، ڪم ڪرڻ لاءِ تلقين ڪندي، اڳيان اچي بيهن ٿا- ۽ اجايو پنهنجو وقت زيان ڪري، بي فائدي تنقيد ڪري ڪيس تنگ ڪن ٿا. جيڪا ويچارن، لاچارن ۽ مسڪينن لاءِ اٽڪ ڪم ڪندي رهي ٿي.

"ورشينن" جيڪو The Three Sisters جو مکيه ڪردار آهي، ايندڙ ٽن صدين ۾ پلئه پوندڙ آرامده زندگيءَ جا خواب لهندي، پنهنجي چوڌاري هر شئي پور پور ٿيندي ڪونه ٿو ڏسي، ۽ نه وري اها سڌ ٿو رکي، ته "سوليوني" بوريت ۽ واهياتپڻي کان تنگ ٿي، ويچاري نواب "توسن باخ" کي راه گناه مارڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

چيخوف کي پڙهندي، غلامن جي انهن ڊگهين قطارن تي پيار اچي ٿو، ۽ سندن آوراگي، سستي ۽ دنياوي آرام لئه هنن جي هبڇ تي، پڻ عجيب اڏما اٿن ٿا، جيڪي پڙهندڙ ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهي ٿو. هي اهي مزدور آهن، جن کي زندگيءَ جا منجهائيندڙ خوف ورايون بينا آهن، جيڪي اذيت ڀريل پيڙائن مان گذرندي، هوائن کي سمجهه ۾ نه اچڻ جوڳي، بڪ بڪ سان ڀري ڇڏين ٿا- اهو سڀ محسوس ڪندي، ته حال ۾ هنن لاءِ ڪابه جڳهه ڪونهي بچي.....

اوچتو ئي ڪڏهن وري خبر ٿي پوي، ته ميڙاڪن منجهان بندوقون ايئون ٿيون ٿين. هي سچو ڪٽراڳ "ايوانوف ترپيليف" جي هٿان ٿئي ٿو، جيڪو نحوست مان جند ڇڏائڻ لاءِ، اهو ڪيلو ۽ واحد رستو ڳولي لهي ٿو.

منجهائن ڪيترائي اهڙا آهن جيڪي، ايندڙ ٻن سؤ سالن اندر هڪ عاليشان زندگيءَ جا خواب لهندا ئي رهن ٿا، پر هڪ به اهڙو ڪونهي، جيڪ

حقيقت پسند ٿي. هڪڙو سادو سوال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته: جيڪڏهن سڀ ڪو ويهي خواب لهندو، ته آخر ڪير آهي جيڪو ان عاليشان زندگيءَ واري ڳالھ ڪي، حقيقت جي دنيا ۾ آڻي وجهڻ ۾ ڪامياب ٿئي؟

پر ان صورتحال ۾ به سندس تحريرن منجهان، هڪ ڏاهو ۽ عظيم انسان جهاتيون پائيندي نظرايندو. جيڪو انهن جڻن ۽ چسن ماڻهن وٽان لنگهندي، مٿن هڪ سمجھ ڀري نظر وجهندي، هنن سڀني اجڙيل ڇهرن، (جيڪي سندس ئي هم وطن ماڻهن جا آهن) کي جاچيندو، اداس مرڪ مرڪندو، نرم پر ڏوراپي ڀريل آواز ۾ چوندو ويندو:

"اڙي ماڻهوئڙؤ! توهان ڪيڏي نه بي چسي زندگي ٿا گذاريو!"

پر پوءِ به آسانيءَ سان، سندس چهري تي نااميديءَ ۽ ڏک جو لڪيرون، ۽ سندس دل اندر اداس آواز (جيڪي، نفاست ۽ امرتا جو مظهر هوندا آهن)، سي ايرندي ضرور محسوس ٿيندا.

هوڏانهن جنگ جا منظر ته ڏسو! پنجن ڏينهن کان ڪو ماڻهو محاذ تي بخار ۾ ٻرڪي ٿو، پر آرام ڪرڻ جي ڪا سوچ به ڪانهيس.سليٽي رنگ ڀريل مينهن، ڌرتيءَ کي گهميل ٽيءَ جا تھ ڏيئي ڇڏيا آهن. "فورٽ انو"، جون توبون لڳاتار گجندي، گولا وسائي رهيون آهن. رات ٿيندي ئي سرچ لائيٽ جون ڊگهيون چيپون، ڪڪرن کي چٽڻ لڳن ٿيون ۽ هڪ مڪروه منظر سامهون آهي- ۽ اهو سڀ ڪجھ ڏائڻ جنگ جو بدنما چهرو ئي ته ڏيکاري ٿو! مون چيخوف کي چڱي طرح پڙهيو آهي. مون کي يقين آهي، ته جيڪڏهن هو جنگ کان ڏھ سال اڳ نه مري ها، ته جنگ ضرور کيس ماري ڇڏي ها، ڇو ته انسان جي انسان کان ايڏي شديد نفرت، کيس قطعي جيئڻ نه ڏئي ها.

مون کي سندس ڪفن دفن وارو سڄو مرحلو ياد آهي. سندس تابوت جيڪو ماسڪو ۾ هڪ سائي وئگن، جنهن جي در تي "سپ" جا اکر لکيل هئا ۾ پهتو، ته اتان وارن "نازڪ پابوھ" مان ان جو استقبال ڪيو. ڪجھ ماڻهو، جيڪي هن عظيم ڪلاڪار جي تابوت جو ديدار ڪرڻ لاءِ اسٽيشن تي پهتا هيا، سي سڀ پَل ۾ منچوريا مان تازو تازو پهتل جنرل ڪيلر جي تابوت پويان لڳي پيا، ماتمي جلوس سان هلندي کين حيرت پئي ٿي، ته چيخوف جي جنازي سان فوجي ڌن وڄائڻ جي ڀلا ڪهڙي ضرورت هئي! اها خبر جڏهن کن ٻرڙاٽي قسم جي ٺهڪازن کي پئي، ته هو پل ۾ کنهن ٻئي جنازي جي ڪڍ تي هليا، ته ونئي ڪل جا ڪوڪرا لائي ڏنائون. مون کي چڱي طرح ياد آهي، ته سندس تابوت پٺيان ڪي سؤ کن ماڻهو هيا، جن منجھ به اهڙا

نانوندان صاحب به هيا، جن جي پيرن ۾ جرڪندڙ بوٽ ۽ ڳچي ۾ اهڙيون
ٽايون ٻڌل هيون، جيڪي اڪثر شادمانن ۾ پاتيون آهن. ايئن ٿي لڳو، ڄڻ ته
مو گهوٽ بڻجي آيا هئا. اٿون سندن پنيان ٿي هليس، ۽ سندن ڳالهيون به ٻڌندو
ي آيس. منجهائن هڪ جنهن جو نالو "وي اي مڪلاڪوف" هيو، سو ڪٽن
جي هوشيارپ تي، پنهنجا خيال پيش ڪري رهيو هيو، ۽ ٻيو جنهن کي اٿون
سجاڻي ڪونه ٿي سگهيس، سو پنهنجي اونهاري واري حويليءَ بابت ٻڌاڪون
هڻڻ ۽ ان جي چوڌاري خوبصورت ماحول جي متعلق يٽ هٽي رهيو هيو. هڪ
ٻي خاتون، جنهن کي پيلي رنگ جي پوشاڪ اوڍيل هئي، ۽ سج جي روشني
کان بچڻ لاءِ زري دار ڪناريءَ لڳل ڇٽي جهليو بيٺي هئي، سا هڪ ڪراڙيءَ
جنهن جي عينڪ هڪ ڪاري ڏور ۾ لڙڪيل هئي، کي چئي رهي هئي:
"ڇا ٻڌايانءِ هو ايڏو ته پيارو ۽ حاضر جواب هيو جو....."
۽ پوڙهيءَ خوامخواه کنگهڻ شروع ڪري ڏنو.
سندس مرتبي وارو ڏينهن ڏاڍو گرم هيو، ۽ مٽيءَ واريون هوائون ٿي
لڳيون. هن ننڍڙي قافلي جي اڳواٽي، هڪ ٿلهي متاري گهوڙي تي ويٺل ڏنڊي
مشٽنڊي پوليسواري ٿي ڪئي. پر سچ پڇو، ته اتي جيڪو ڪجهه به ٿي وهيو
واپريو، سو سڀ هن عظيم قلمڪار جي توهين، بي عزتي ۽ سخت نامناسب ٿي
لڳو. اهو سڀ پسندي مون کي ياد ٿو اچي ته: "اي- ايس سوورن" کي هڪ خط
۾ چيخوف لکيو:
"مان نٿو سمجهان، ته انهيءَ کان وڌيڪ ڪا ٻي بڇڙي ڳالهه ٿي سگهي
ٿي، ته زندگيءَ کي غير شاعراڻي نموني گذاريندي، معمولي ۽ عام رواجي انداز
اختيار ڪجي. چو ته ايئن ڪرڻ سان، نه فقط هر شئي سست ۽ بي چسي ٿي،
پوي ٿي، پر سچي زندگيءَ جي خوبصورتي پڻ ختم ٿي وڃي ٿي." اهي
ڳالهيون بالڪل هڪ روسي ماڻهوءَ جي خاص موڊ جي نشاندهي ڪن ٿيون،
پر ساڳيا معيار چيخوف سان لاڳو نٿا ڪري سگهجن. روس، جتي تمام
گهڻيون دلچسپ ڳالهيون آهن، پر ماڻهن کي محنت سان ڄڻ ته وير آهي،
تنهنڪري هر ڪو ڪم کان لنوائيندي نظر ايندو. روسي ماڻهو توانائي ۽ طاقت
جا معترف ته آهن، پر ان جي اهميت ۽ يقين جهڙوڪر پرايو ئي ڪونه اٿن.
تنهن ڪري اهڙا ڪلاڪار، جيڪي ڦرتيلا ۽ سرگرم رهن ٿا، مثال طور تي
"جيڪ لنڊن" جهڙن اديبن لاءِ روس ۾ رهڻ ڏاڍو مشڪل آهي. جيڪ لنڊن
جنهن جا ڪتاب اسان وٽ مشهور ته ڏاڍا آهن، پر اهي ڪڏهن به اسان جي
ارادي کي اتساهه ڏيئي ڪونه سگهيا آهن. بس رڳو روسي ماڻهن جي تصورن ۾

ڪجھ طلاطم نئي آڻي سگھيا آهن. پر ان معاملي ۾ چيخوف چئي ته روسي آهي ئي ڪونه. ڪيس ننڍپڻ کان ئي زندگي گھارڻ لئه زبردست جدوجهد ڪرڻي پئي ۽ دال روٽي ڪمائڻ لاءِ، ڪيس بي ڇسا ۽ ڪَڪِ ڪندڙ معمولي ڪم به ڪرڻا پيا. هن کي اها جنگ نه فقط پنهنجي لاءِ، پر ٻين ڪيترن لاءِ به ڪرڻي پئي، ۽ ايئن هن پنهنجي جوانيءَ جو بهترين حصو، انهيءَ معمولي ۽ بي مزي مقصد ۾ برباد ڪري ڇڏيو. اهو سڀ ڪجھ سمجهندي حيرت ٿي وڃي، ته هو پنهنجي طبيعت ۾ مزاح کي ڪيئن برقرار رکي سگھيو! هن زندگيءَ کي فقط معمولي آرام ۽ ٿورڙي ڪاڌي جي تلاش ۾ ختم ڪري ڇڏيو!! سڀ صعوبتون ۽ ناڪ، ڪيس فقط ان لئه رچائڻا پيا، ته جيئن هو عام ماڻهو واري زندگي گھاري سگھي!؟ اهڙا موقعا، يعني واندڪائيءَ جا وقت، فقط ڪيس تڏهن ئي ميسر ٿي ٿيا، جڏهن هو انهن سچائين کي نظر ۾ رکندي ۽ زندگيءَ جون زيادتيون ڏسندي، ڪي حقيقتون قلم ۽ ڪاغذ ذريعي جوڙڻ جي جستجو ڪندو هيو!.

مون کي زندگيءَ ۾ هڪ به اهڙو ماڻهو ڪونه مليو، جيڪو انتون پاولووچ وانگر محنت ۽ ڪم کي، ثقافت جي جوڙجڪ ۾، اهم ترين عنصر سمجهندو هجي. اهي احساس سندس ننڍن ننڍن عملن مان به بکيا ٿي. گھرو استعمال ۾ ايندڙ شين جي نفيس چونڊ ۽ چونڊيل هر شيءِ ۾ جڻ ته سندس ساهه پيل هيو، ۽ پنهنجي ان ميڙي چونڊي جي باري ۾، سدو سنئون رهندي، هن انهن شين جي پنيان لڪل انساني تخليقي عمل کان، ڪڏهن به انڪار نه ڪيو. هو نيون عمارتون ٺهندي، باغ لڳندي ۽ زمين کي سنوت ۾ ايندي ڏسي، ابڙو ته گد گد ٿيندو هيو، جيڏو ڪو شاعر شاعري ڪندي ٿيندو هجي. هو ڏاڍي اتساهه سان ميويدار وڻن کي وڌندي ڏسندو هيو ۽ ڪيترين وليون ته هو پاڻ پنهنجن هٿن سان پوکيندو هيو. "اتڪو" جي شهر ۾ گھر ٺهرائيندي، انهيءَ بابت جيڪي سندس ويچار ۽ دلچسپيون سلهاڙيل هيون، تنهن متعلق هو چوندو هيو:
"جيڪڏهن هرڪو ماڻهو ايترو ڪجھ عقل، جيترو وٽس آهي، سو استعمال ڪندي، ڪيس مليل پٽ جي ٽڪر تي ڏيان ڏئي، ته دنيا جيڪر ڪيڏي نه خوبصورت ٿي پوي!."

انهيءَ دور ۾ آئون ڏاڍي جوش وچان پنهنجو ڊرامو "ويسيلي بسليئيف" لکي رهيو هيس. جڏهن آئون ساڻس مليس، ته مون ان جو پنيون ٽڪرو، (جنهن ۾ ويسيليءَ جي وڏاءُ واري انداز ۾ خود ڪلامي هئي) سندس آڏو رکيو:
"جيڪڏهن مون ۾ وڏيڪ ٻل هجي!
ته آئون پنهنجي گرم ساهن سان جميل برف کي پگھاريان،

سڄي دنيا جو چڪر هڻي زمين جي انچ انچ کي ڪيڙيان،
وڏن شهرن ۽ قصبن کي هڪ هڪ ڪري گهمان
دل کي وڻندڙ گسن جا گهر ناهيان ۽ باغيچا سجايان،
سڄي ڌرتي اهڙي من موهڻيءَ وانگر ٿي پوي،
جنهن کي ڪنٺار ٻڌائي، آئون پنهنجين ٻانهن ۾ ڀيڪوڙيان
پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي، زمين سڄيءَ کي ڪنيي ڪڻان
۽ خدا جي سامهون ڪڻي،
پنهنجي ڏڻيءَ کي التجا ڪريان
ته اي اسان جا پالڻهار هڪ نظر ڌرتيءَ تي ته وجهه!
ڏس ته مون ڪيس ڪيڏو سندر بڻايو آهي!!
تو ان کي بهشت مان فضول پٿر سمجهي
زمين تي اڇلي ڦٽي ڪيو
پر مون ان کي هڪ قيمتي هيرو بڻائي ڇڏيو!
هڪ نظر ڏانهنس وجهه ۽ پنهنجي دل کي خوشين سان ڀري ڇڏ!
ڏس ته سهي هوءَ سج جي لالاڻ ۾ پنهنجي سبز رنگ سان ڪيئن ٿي چمڪي!
ان محبوب ڌرتيءَ کي توڏانهن ارپيندي، مون کي ڏاڍي خوشي ٿئي ها،
پر افسوس جو آئون ايئن ڪري نٿو سگهان. ڇو جو مون کي پنهنجي ڌرتي ڏاڍي پياري آهي."

چيخوف ان خود ڪلاميءَ واري گيت کي پسند ڪندي، ۽ کنگهندي ٿورڙو گهبرائجي ويو، ۽ مون کي ۽ ڊاڪٽر "اي، اين اليڪسن" کي چوڻ لڳو: "واه واه!! ........ زبردست........ سچو انسان ايئن ئي هجڻ کپي. دنيا جي هڙني فيلسوفين جو بنيادي نقطو ان هڪڙي ڳالهه ۾ لڪل آهي. ماڻهوءَ ئي ڌرتيءَ کي رهڻ لائق بڻايو آهي، ۽ هو ئي ان کي اهڙي چڱي جاءِ بڻائيندو جتي آرام سان رهي سگهجي،..." ۽ پوءِ پنهنجي ڪنڌ کي ڌوڻيندي، ڏاڍي اتساه مان چيائين: "مون کي يقين آهي ته انسان ايئن ضرور ڪندو!"

تنهن کان پوءِ فورن ئي هن مون کي مٿيون "ويسيلي وارو ڪلام،" ٻيهر پڙهڻ جو حڪم ڪيو ۽ پاڻ در کان ٻاهر، ڏور خلائن ڏانهن نهاريندي، غور سان ٻڌندو رهيو ۽ پوءِ چيائين: "پويون ٻه سٽون بي فائدي آهن، انهن منجهان انڪار ۽ بغاوت جي بوءِ ٿي اچي ۽ اجايون پڻ لڳن ٿيون."

هو پنهنجين تحريرن جي باري ۾، اڪثر ڪري گهٽ ئي ڳالهائيندو هيو ۽ آئون ٻه ساڳئي پيماني جي حجاب ۽ معصوميت سان (جيڪو ۽ جڏهن ٻه هو ليئو ٽالسٽاءِ جي باري ۾ ذڪر ڪندو هيو ته سندس چهري تي تري ايندو هئو.)

ڪيس وراڻيون ڏيندو هيس. اڪثر ڪري هو جڏهن به ترنگ ۾ ايندو هيو، ۽ ڪل پوگ ڪندي، ڪنهن ڪهاڻيءَ جو تُت پڌائيندو هيو، ته ڪنهن نه ڪنهن مزاحيہ قصي کي به بيان ڪندو ويندو هيو. مثال طور: "مون چيو ته آئون هڪ اهڙي ماسترياڻيءَ جي متعلق ڪهاڻي پيو لکان، جيڪا منڪر هجڻ سان گڏوگڏ ڊارون جي چتي پوئلڳ آهي، جيڪا ماڻهن جي ناهيل وهمن، وسوسن ۽ احمقپڻي تي مبني ڳالهين جي خلاف، جدوجهد ڪرڻ گهري ٿي. هوءَ اڌ اڌ رات جو حمام ڏانهن ويندي آهي، ته جيئن ڪاري ٻليءَ کي ڪاڙهي، پنهنجي سيني جي ڪنڊي کي سونهن پريو ٻڌائي سگهي، ته جيئن منجهس ڪشش پيدا ٿئي، ۽ هوءَ مردن ۾ پنهنجي لاءِ محبت پيدا ڪري سگهي. توکي خبر آهي....."

هو پنهنجي ناٽڪن کي دل وندرائيندڙ ڊراما سڏيندو هيو، ۽ انهيءَ ڳالهہ تي سندس پڪو پختو ويساه هيو، ته سندس سيني ڊرامن جي لکڻ جو بنيادي مقصد، وندر جو سامان پيدا ڪرڻ ئي هيو. بيشڪ جڏهن "سواموروزف" چوندو هيو ته: "چيخوف جا ڊراما ٻيو ڪجھ نه پر ڳاٽل ڇهڇنو يا مرڪندڙ مسخري وارا ڊراما هيا." ته اهي سڀ ڳالهيون اصل ۾، خود چيخوف جي پنهنجن خيالن جو ورجاءُ هيون. پر ادب ۾ مجموعي طور تي هو خاص ڌيان ڏيندو هيو، ۽ انهيءَ ڏس ۾ نون لکارين، مثال طور: "تي بي- لازاريو سڪي،" "اين اوليگر" ۽ ٻين ڪيترن سيڪڙن اديبن جا ڊگها ڊگها مسودا، انتهائي باريڪ بينيءَ، صبر ۽ ڌيرج سان پڙهندو هيو. هو سدائين چوندو هيو: "اسان کي تمام گهڻن اديبن جي ضرورت آهي، اڃان تائين ادب اسان جي زندگي ۾ بلڪل نئين شئي آهي، ناروي کي ته ڏسو! جتي هر ٻہ سو چويهن ماڻهن پٺيان، هڪ اديب آهي ۽ هتي ڏهن لکن پٺيان، اسان وٽ مس هڪڙو لکاري ڏسڻ ۾ اچي ٿو."

سندس بيماري جنهن کي وهم جي بيماريءَ جو نالو ڏئي سگهجي ٿو، يا ان کي حيواني جنون به چئي ٿو سگهجي. جڏهن به هو ان بيماريءَ جي ڪيفيت ۾ هوندو هيو، ۽ شديد تنقيد ڪرڻ شروع ڪندو هيو، ته اهڙي موقعي تي ساڻس پڇڻ ڪنهن جي به وس جي ڳالهہ قطعي نه هئي.

هڪ ڏينهن هو صوفي تي آهليو پيو هيو، ۽ هٿن ۾ ٿرماميٽر کي چنبڙي رهيو هئو، هن چيو: "مرڻ ڪارڻ زنده رهڻ ڪا حيرت جهڙي ڳالهہ ڪانهي، پر حيرت جوڳي ڳالهہ اها آهي، ته ماڻهوءَ کي پڪ هجي، ته مان پنهنجي وقت کان اڳ مري ويندس. اهڙي سچائي جي آگاهي وڏو ڏچو آهي..."

پٺيءَ موقعي تي هو ڪليل دريءَ وٽان ويهي، ڏور خلائن ڏانهن نهاري رهيو هيو ۽ سمنڊ جي لهرن تي پٺيءَ گهري نظر وڌائين. اوچتو مون ڏانهن ڏاڍي چڙ مان ڏسندي چوڻ لڳو:

"اسان سڀني سمي جي انتظار ڪرڻ جي، پاڻ ۾ پٽ وجهي ڇڏي آهي، بس سوچيندا آهيون ته سٺا فصل لهن، ڪو دل گهريو محبوب ملي پوي، اک ڇنڀ ۾ امير بڻجي وڃون ۽ جلد ۾ پوليس جا وڏا عملدار بڻجي وڃون! ان جي ابتڙ مون ماڻهن منجهه تمام گهٽ.... بلڪ نه جي برابر ڏاهي ٿيڻ جي تمنا ڏٺي آهي. اسين دل کي خيالي پلاءُ کارائيندا آهيون ته: نئون بادشاه ايندو ته سٺائي ٿي پوندي، ۽ ٻن صدين کان پوءِ ماحول وهوا جو لڳو پيو هوندو، پر هڪ به اهڙو ماڻهو نظر نه ايندو، جيڪو سؤلي وقت آڻڻ جي لئه، جستجو ڪري، ان کي سياڻي پنهنجين اکين سان ڏسڻ لئه پراميد هجي. مطلب ته زندگي هر ڏينهن گذرڻ کان پوءِ وڌيڪ منجهيل ۽ شديد ٿيندي، پنهنجي جابر فطرت جي مطابق روان دوان آهي، جڏهن ته ماڻهو ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ڇسا ٿيندا وڃن ۽ گهٽي کان گهٽي تعداد ۾ زندگيءَ سان ناتو ڇنندي پري ٿيندا پيا وڃن...."

ٿورڙي جهٽ جي خاموشيءَ کان پوءِ، ٻيهر پنهنجي پيشاني تي گهنج آڻيندي، هو سلسلي کي جاري رکندي، چوڻ لڳو:

"بلڪل ايئن جيئن، ڇٽيل ۽ ڪچليل ماڻهو ۽ پينو، مذهبي جلوس ۾ شامل هوندا آهن."

جيئن ته پيشي جي لحاظ کان هو ڊاڪٽر هيو، تنهن ڪري هو عام مريض جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اذيت ۾ هوندو هيو، ڇو ته عام مريض رڳو تڪليف محسوس ڪندو آهي، جڏهن ته هڪ ڊاڪٽر، محسوس ڪرڻ سان گڏوگڏ، مرض جا تباه ڪن اثر به ڄاڻندو آهي. اهوئي نڪتو آهي، جنهن ڪري موت وڌيڪ جلدي حملي آور ٿئي ٿو. چيخوف جڏهن کلندو هيو، ته سندس اکيون ڏاڍيون وڻڻ لڳنديون هيون. سندس اکين ۾ زناني فضيلت کان سواءِ، نرماهٽ ۽ چاهت سمويل هوندي هئي. سندس تقريباً بي آواز ٽهڪ، هڪ خاص قسم جي ڪشش سان ڀرپور هوندا هيا. هو کلندي ڏاڍو ڀرپور لطف ماڻيندو هيو. مون کي ٻيو ڪو به اهڙو ماڻهو به نٿو سجهي، جنهن جو کلڻ ايڏو روحانيت سان ڀرپور هجي. مون کي ياد آهي، ته بيهوده ڳالهين چيخوف کي ڪڏهن به فرحت نه ڏني.

هڪ دفعي پنهنجي وڻندڙ همدرديءَ ڀري کل کلندي، هن چيو: "توکي خبر آهي ته ٽالسٽاءِ تنهنجي متعلق پورالو ڇو آهي؟ ڇو ته هو توسان حسد رکي

ٿو. ڪيس پڻ آهي ته ”سولر زهتسڪي“ ڪانئس وڌيڪ توکي چاهي ٿو. هن کي
توکان مرڻي ڪجھ ڪڻ آهي، اجھو ڪالھ جي ڳالھ آهي، چيائين ٿي ته: مون
کي خبر ناهي ته ڇو، پر مان سمجهان ٿو، ته مان ۽ گورڪي ڪڏهن به هڪٻئي
جي ويجهو اچي نٿا سگهون. سولر جو ساٿس گڏ گھمڻ مون کي بلڪل نٿو
وڻي، ان ماڻهوءَ مان سولر کي نقصان پهچندو. گورڪي ڏاڍو چالاڪ ماڻهو
آهي، هو هڪ اهڙي دينيات جي شاگرد وانگر آهي، جنهن کي زور بار ڪري
الاهي علم حاصل ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي، پر سندس دل ۾ سڄي دنيا
تي ڪاوڙ آهي. گورڪيءَ کي جاسوسن ۽ چاڙتن وارو روح آهي، هو الائي
ڪٿان اچي ”ڪنعان“ جي سرزمين تي لٿو آهي: جتي هر شيءِ کي لُوھ ڪري
پيو نهاري ۽ جاچي ايئن ٿو لڳي، ته پنهنجي خاص خدا کي هتان جي جاسوسي
ڪري وڃي ٻڌائيندو. سندس شيطان خدا، ڪنهن جهنگل يا درياه جو جن
آهي، جنهن کان اسان جون مايون ڊڄنديون آهن.“ اهو سڀ ٻڌائيندي چيخوف
اچي جر ڪل ۾ چڙڪيو ته بس ئي نه ڪري! ڪوڪرا ڪري پيٽ تي هٿ ڏيو
وري کلي، ۽ هر هر پيو ڳوڙها اگهي. ان وچ ۾ چيائين:
”مون کيس چيو ته گورڪي ڀلو ماڻهو آهي.“ پر ٽالسٽاءِ وراڻيو، ”نه نه،
مون کي نه ٻڌاءِ! سندس نڪ ته جڻ بدڪ جي چنهب آهي، اهڙا بيسرا نڪ فقط
بددماغ ۽ نياڳن ماڻهن جا هوندا آهن. ڪيس ڪا عورت ته مورڳو پسند ئي نٿي
ڪري. ڇو ته عورتن جي حس ڪتن وانگر تيز هوندي آهي، اهي ماڻهن کي
جهٽ هٽ ڪري وڻنديون آهن. سولرجي روپ ۾ اڄڪلھ هن هڪ قيمتي
شيءِ هٿ ڪئي آهي، سا اها ته، هو هڪ غير دلچسپ پيار ڪري رهيو آهي.
فقط ان ڪاميابيءَ جي ڪري ڪيس ڏاهو سڏي سگهجي ٿو. البت ايئن ٿي
سگهي ٿو ته، جنهن ماڻهوءَ سان ڪوبه پيار ڪري سگهي ٿو ان ماڻهو ۾ ٻيون
وڏيون خاصيتون به هجن....“

جهٽ لئه خاموش ٿي چيخوف پنهنجو بيان جاري رکيو ۽ پڇيائين: ”ٺيڪ
آهي ٽالسٽاءِ تو سان حسد ڪري ٿو.... پر ڇا هو عاليشان ماڻهو ناهي!“

هو جڏهن به ٽالسٽاءِ جي باري ۾ ڳالهائيندو هيو، ته هڪ سمجھ ۾ اچڻ
جوڳي مرڪ، سندس چپن تي پئي ترندي هئي. سندس آواز جهيڻو ۽ شرميلو ٿي
ويندو هيو، جڻ ته ڪنهن نفيس ۽ ڳجهي شئي لاءِ ڳالهائيندو هجي، جيڪا
ٿورڙي بي احتياطيءَ ڪري ڪانئس ڀڄي ڀور نه ٿي پوي.

هو سدائين ان ڳالھ کي رد ڪندو رهندو هيو، ته ڪو ٽالسٽاءِ زيادتيون ٿو
ڪري. فقط انهيءَ لاءِ ته جيئن پير مرد جي طرفان ڳالهايل عجيب غريب ۽
متضاد جملن تي، ٽيڪا ٽپڻي نه ڪري سگهجي. هڪ دفعي سولر زهستڪي

ڪي يقين ڏياريندي چيائين: "توڪي ٽالسٽاءِ سان قرب سان پيش اچڻ کپي، هو تنهنجي لاءِ ڏاڍا سٺا لفظ ڳالهائيندو آهي، ۽ تمام گهڻو ذڪر ڪندو آهي."

جڏهن ته سولر جي لاءِ چيخوف هڪ ڀيري مون کي چيو:

"سولر ڏاڍو عقلمند نوجوان آهي."

حقيقت ۾ ته اهي خيال، يعني چيخوف جا ويچار، سؤ فيصد درست هيا.

مون کي ياد آهي ته هڪ دفعي ٽالسٽاءِ چيخوف جي ڪهاڻي The Darling جي تعريف ڪندي چيو: "اها ڪنهن ڪنواري ڪنيا جي هٿ سان اڻيل، زريءَ جي ڀرت وانگر آهي. پراڻن ڏينهن ۾ عورتن جا زريدار ڪپڙا ڻاهيندڙ ڪارگر هوندا هيا، جيڪي ساڳئي ٺي طريقي سان، پنهنجي خوشحاليءَ سان ڀرپور خيالن جي اٽت به ڪندا هيا. هو پنهنجي پسند جا بهترين سپنا اُڻندا هيا، جڏهن ته سندن زري نج پيار جي آرزوئن ۾ مڙهيل هوندي هئي." جڏهن ٽالسٽاءِ اهو سڀ ڪجهه چئي رهيو هيو، ته جذبات وچان سندس اکين ۾ ڳوڙها ترندي نظر ٿي آيا.

پر ان ڏينهن چيخوف کي بخار هيو، تنهن ڪري ڪنڌ لاڙيون ويٺو هيو. سندس ڳٽن تي چٽيءَ رنگن جي نظر ايندڙ چُٽن ڪي، نهايت احتياط سان سندس چهري تي کُتل چشمو لڪائي رهيو هيو. هو پهريائين ته بلڪل خاموش هيو، پر آخرڪار خاموشي ٽوڙيندي نهايت نرمي ۽ عجيب غريب نموني چيائين: "نه نه ٽالسٽاءِ ائين نه چيو هوندو، ضرور ڇپائي جي غلطي ٿي وئي هوندي."

بهرحال چيخوف جي باري ۾ الائي ته ڪيترو لکي سگهجي ٿو، پر ان لاءِ جامع ۽ خاص بيان جي ضرورت آهي- جيڪو فن مون کي ڪونه ٿو اچي. هن جي لاءِ ائين لکيو وڃي، جيئن هن The Steppe جهڙو شاهڪار لکيو هيو. خوشبودار ۽ ڪليل هوائن ۾، خاص روسي طرز جي دلگير ڪندڙ، ۽ فڪري گهرائيون رکندڙ اها ڪهاڻي، هر ڪنهن جي دلپسند تحرير چئي سگهجي ٿي.

چيخوف کي ياد ڪرڻ ڪنهن لاءِ به اعزاز کان گهٽ ڪونهي. ائين ڪندي، جڻ ته زندگيءَ کي ڪا معنيٰ ملندي محسوس ٿئي ٿي، ۽ خوشي جڻ ته اوچتو اسان جي در جي ڪڙي کي اچي کڙڪائي ٿي.

مثال طور سندس هي سٽون پڙهو: "ماڻهو زندگيءَ جو محور آهي. ۽ جيڪڏهن سندس علتون ڏسٽيون آهن، ته سندس ڪوتاهين تي نظر وجهو. اسين سڀ پنهنجي همر دؤر مخلوق جي پيار جا پياسا آهيون، تنهنڪري جڏهن ڪو. بکيو هجي، ته ان لاءِ اڌ پڪل ڪو مانيءَ جو ٽڪر به منڙي لذت رکي ٿو."

(مئڪسمر گورڪيءَ جي ڪتاب "On Literature" تان ڪنيل)

# ڪلرڪ جو موت

هڪ شاندار سانجهه جو هڪ ڪلرڪ ايوان دميترچ وياڪوف ٽينر جي اڳين نشستن جي ٻي صف ۾ ويهي دوربين جي مدد سان "ڪورني ويل جي گهنڊڙي" نالي ٽينر مان مزو وٺي رهيو هو. سندس نگاهون اسٽيج تي ڪتل هيون ۽ هو پنهنجو پاڻ کي دنيا جو خوش ترين شخص سمجهي رهيو هو جو ايتري ۾ اوچتو..... اهو ايتري ۾ اوچتو واقعي انتهائي گنل پينل جملو آهي پر جڏهن زندگيءَ ۾ ئي غيرمتوقع ڳالهين جي ايتري گهڻائي هجي ته ويچارا اديب انکي استعمال نه ڪن ته پوءِ ڇا ڪن. خير، سو ايتري ۾ اوچتو. سندس چهري تي گهنج پئجي ويا، اکيون آسمان ڏانهن کڃي ويس، ساهه ڇڪ گهٽجي ويس هن چهري تان دور بين هٽائي ۽ پنهنجي سيٽ تي تقريبا ٻيٺو ٿي ويو ۽ آڪ ڇين!!! مطلب اهو ته کيس ڇڪ اچي وئي. ڇڪ ڏيڻ جو ڇا آهي، جنهن جو جڏهن به من ڪري آزاديءَ سان ڇڪ ڏئي سگهي ٿو. هاري، پوليس آفيسر، ايسٽائين جو شاهي مشاورتي ڪائونسل جا ميمبر به ڇڪ ڏيندا رهندا آهن. پلا ڪير آهي جيڪو ڇڪ نه ڏيندو هجي. سو، چيرو ياڪوف کي ڪا لڄ محسوس نه ٿي. هن کيسي مان رومال ڪڍيو، پنهنجو نڪ اگهيو ۽ مانائتي ماڻهوءَ جيان اهو ڏسڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙائڻ لڳو ته سندس ڇڪ ڪنهن کي ايذايو ته ناهي ۽ تڏهن کيس پشيماني ٿي جڏهن ڏٺائين ته پهرينءَ صف ۾ سندس بلڪل اڳيان وينل هڪ بندري قد وارو پوڙهو پنهنجي گنجي ٽڪڻ ۽ ڳچيءَ کي احتياط سان دستاني وسيلي اگهي رهيو آهي ۽ پنهنجي سر ڪجهه پٽڪي به رهيو آهي. چيرو يا ڪوف پوڙهي کي سڃاڻي ورتو، هو ته ڏيتي ليتي واري وزارت جو سول جنرل بريزالوف هو!

"اڙي! مون ته مٿس ڇنڊا وجهي ڇڏيا." چيروياڪوف سوچيو. هونئن ته هيءُ منهنجو عملدار ناهي پر پوءِ به اهو چڱو نه ٿيو. معافي گهرڻ کپي! "معاف ڪجواعليٰ حضرت، ڇڪ اچي وئي ۽ اوهان تي ڇنڊا پيا. منهنجو قطعي اهو ارادو نه هو....."

" ڪا ڳالهه ناهي ، ڪا ڳالهه ناهي..."

"خدا جي واسطي مونکي معاف ڪريو..... اها منهنجي ڄاڻي ٻوجهي حرڪت نه هئي."

"اوهه! مهرباني ڪري خاموش ٿيو. مونکي ٻڌڻ ڏيو! "

چيروياڪوف پريشان ٿيندي بي ڍنگي انداز ۾ مرڪي اسٽيج ڏانهن ڏيان ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. هو اداڪارن کي ڏسي رهيو هو. پر هاڻ پنهنجو پاڻکي دنيا جو سڀ کان وڏيڪ خوش شخص ليکي نہ رهيو هو. ندامت جي احساس کيس عجيب پيڙا ۾ ڦاسائي ڇڏيو هو. انٽرول دوران هو بريزالوف جي پرسان پهچي ڪجهہ دير اوسي پاسي چڪر ڪاٽيندو رهيو پوءِ نيٺ همت ڪري چپن ۾ پڙڪيو.

"مون اوهان تي ڇنڊا وڌا سائين سڳورا! مونکي معاف ڪجو ڏسو نہ اهو مون ڄاڻي واڻي نہ ڪيو..."

"اوهہ واقعي...... آءٌ تہ وساري بہ ڇڏيو پر اوهين آهيو جو "ساڳيو ڳڻ ڳڻ ڪهاڙيءَ ۾!" جنرل چيو ۽ سندس هيٺيون چپ ڦڙڪڻ لڳو.

"چوي ٿو تہ وساري ڇڏيائين پر سندس اکيون تہ ٻيو ڪجهہ ٻڌائي رهيون آهن." چيرو يا ڪوف جنرل تي شڪ ڀري نظر وجهندي سوچيو. اصل ۾ مونسان ڳالهائڻ نٿو چاهي. مونکي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ گهرجي. کيس چوڻ گهرجي تہ منهنجو قطعي اهڙو ارادو نہ هو. ڇڪ جو چاهي. اها تہ قدرتي ڳالهہ آهي. نہ تہ سوچيندو تہ مون مٿس ٿڪڻ ٿي چاهيو. هن مهل اها ڳالهہ نہ سوچيندو، هو ان تي پوءِ وري سوچي سگهي ٿو."

گهر پهچي چيروياڪوف زال کي ٻڌايو تہ ڪانئس ڪهڙي بدفضيلتي ڳالهہ ٿي آهي. پر کيس لڳو تہ زال ان واقعي کي ڪا اهميت ئي نہ ڏني آهي. هوءَ ڪن پل لاءِ ڳڻتيءَ ۾ مبتلا ضرور ٿي پر اهو ڄاڻندي تہ بريزالوف "غير" آفيسر آهي. سندس اطمينان موٽي آيو. "پوءِ بہ منهنجو خيال آهي تہ اوهانکي وڃي معافي گهرڻ کپي." هن پنهنجي مڙس کي چيو. "نہ تہ هواوهانکي محفل جي آدابن کان اڻڄاڻ سمجهندو." "اهائي تہ ڳالهہ آهي جو مون معافي گهرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن عجيب رويو اختيار ڪيو. هڪ بہ اهڙو اکر نہ چيائين جيڪو مناسب هجي ۽ پوءِ ڳالهائڻ جو وقت ئي ڪٿي هو." ٻئي ڏينهن چيرو ياڪوف پنهنجو نئون سرڪاري فراڪ ڪوٽ پاتو، وار نهرايا ۽ پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ لاءِ بريزالوف ڏانهن ويو. جنرل جي اوطاق درخواست گذارن سان ڀريل هئي، خود جنرل بہ اتيئي هو ۽ ماڻهن کان درخواستون وٺي رهيو هو. نيٺ جنرل ڪجهہ ماڻهن سان سندس مسئلن بابت ڳالهائڻ کانپوءِ چيرو ياڪوف ڏانهن نظرون ڪنيون.

"گذريل شام آرڪاديا ۾. جيڪڏهن اوهانکي ياد هجي، جناب والا!" ڪلرڪ چوڻ شروع ڪيو "م... م... مونکي ڇڪ اچي وئي ... ۽ ... ۽... ۽ اتفاق سان...عرض اٿم تہ..."

"ٿو! ڇا بڪواس آهي!" جنرل ڏانهن ڪئي. "ڇٺو. آءٌ توهانجي لاءِ ڇا ٿو ڪري سگهان ؟ هن ٻئي شخص کي مخاطب ٿيندي چيو.

"هي تہ منهنجي ڳالهہ ئي نہ پيو ٻڌي،" چيرو ياڪوف، جنهن جي ڇهري جو پنو ئي لهي ويو هو، سوچڻ لڳو. انجو مطلب آهي تہ سخت ڪاوڙ ۾ آهي.. آءٌ معاملي کي ان حالت ۾ نٿو ڇڏي سگهان. منهنجي لاءِ وضاحت ڪرڻ ضروري آهي...

جنرل آخري عرضدار کي نبيڙائي پنهنجي نجي ڪمري ڏانهن واپس ٿيڻ لاءِ مڙيو تہ چيرو ياڪوف سندس پويان پويان هلندي سرٻاٽن ۾ چوڻ شروع ڪيو. "مونکي معاف

ڪريو جناب اعليٰ! رڳو پنهنجي دلي پشيمانيءَ سبب ئي سائينءَ جن کي زحمت ڏيڻ جي جرئت ڪري رهيو آهيان...“

جنرل روئڻهارڪي شڪل ڪري پنهنجو هٿ ڇنڊيو.”اصل ۾ اوهين منهنجو مذاق پيا اڏايو. سائين سڳورا! “اهو چئي هو اندر داخل ٿيو ۽ دروازو زور سان بند ڪري ڇڏيائين.

”مذاق پيو اڏايان!“ ”چيروياڪوف سوچيو. ”مونکي تہ مسخريءَ واري ڪا ڳالهہ ئي نہ پئي سجهي. جنرل آهي جو ڪجهہ سمجهي ئي نہ پيو! نيڪ آهي، هاڻ آءٌ بہ معافي گهري گهري هن شريف ماڻهوءَ جو مغز نہ کائيندس، کڏ ۾ پوي! ڪيس هڪ خط لکندس ۽ بس بيهر وٽس نہ ايندس، قطعي نہ ايندس، بس قصو ختم. اهو سوچي هو گهر موٽيو پر خط نہ لکيائين. گهڻو مغز کپايائين پر خط جو متن سمجهہ ۾ ئي نہ آيس. نتيجو اهو نڪتو جو معاملو حل ڪرڻ لاءِ ٻئي ڏينهن وري جنرل وٽ وڃڻو پيس.

”ڪالهہ اوهان کي زحمت ڏيڻ جي جرئت ڪئي هئم جناب اعليٰ!“ جنرل جي سواليہ نظرن جي جواب ۾ چوڻ شروع ڪيائين.“ پر اوهانجي چٽر اڏائڻ لاءِ نہ، جيئن اوهان فرمايو. سائين! اصل ۾ آءٌ معافي گهرڻ لاءِ خاصر ٿيو هئس، ڇاڪاڻ جو منهنجي ڇڪ اوهانجي لاءِ ايذاءَ جو سبب بڻي. جيستائين اوهانجي چٽر اڏائڻ جو سوال آهي تہ اهڙي بدتميزيءَ جو آءٌ ڪڏهن تصور بہ نٿو ڪري سگهان! يلا آءٌ ايتري جرئت ئي ڪيئن ٿو ڪري سگهان؟ جيڪڏهن اسين ٻين جو مذاق اڏائيندا سين تہ پوءِ احترام ۽ عزت جو وجود ئي باقي نہ رهندو. اعليٰ آفيسرن جي عزت ئي ڏوڙ ٿي ويندي...“

”نڪري وڃ هتان!“ جنرل باهہ وانگر ڀڙڪندي رڙ ڪئي.

”ڇا چيو؟“ چيروياڪوف ڊپ وگهي ذري گهٽ بلڪل بيجان ٿيندي آهستگيءَ سان چيو.

”نڪر!“ جنرل زمين تي پير هڻندي ورجايو. چيروياڪوف کي لڳو تہ ڇڻ سندس اندر ۾ ڪا شيءِ تڙاخ ڪري ٽٽي پئي. هاڻ هو نہ ڪجهہ ٻڌي رهيو هو نہ ڏسي رهيو هو ۽ انهيءَ حالت ۾ ئي دروازي ڏانهن پوئتي هٽيو. رستي تي نڪري آيو ۽ هلڻ شروع ڪيائين. ان حالت ۾ ٿڙندو ٿاٻڙندو غير شعوري طورتي گهر پهچي پنهنجو سرڪاري فراڪ ڪوٽ پاتل هوندي ئي صوفي تي ليٽي پيو... ۽ ان حالت ۾ ئي پراڻ ڏئي ڇڏيائين .

# ڏيڪاءَ جا ماريا

"هاٽي ٻچا، رئيسياڻي شپلنگ وٽ ضرور وڃجو." اسان کي گاڏيءَ ۾ ويهاريندي نہ نہ ڪري بہ اناويهون ڀيرو تہ چيو هو منهنجيءَ سس. " هوءَ منهنجي ڏاڏي جهوني ساهيڙي آهي. انهيءَ جي پاسي ۾ ئي جنرل جربيچڪو رهندو اٿو. جنهن وٽ بہ وڃجو. نہ تہ ڏاڍو دل ۾ ڪندا."

اسين شاديءَ کان پوءِ هاٽي سيني وٽ مهمانيون ڪائڻ نڪتا هئاسين. منهنجي زال تہ سائين ڏاڍي ڪڙي تڙي ۾ هئي. باقي منهنجو سو بوٽ پيلو لڳو پيو هو. هونءَ تہ اسان زال مڙس ۾ گهڻي ئي ابتڙ ڳالهيون هيون. پر اسانجن رشتن ناتن ۾ جيڪو تفاوت هو تنهن تہ جنسي منهنجو هينئون هپائي ڇڏيو هو. منهنجي زال جا رشتا ناتا ڏاڍن وڏن نالي وارن ماڻهن سان هئا. اسڪول جون ساهيڙيون بہ چڱيون خانداني هئس. هيڏانهن منهنجو اگر ڪو رشتيدار هو تہ اهو هو فقط جيل انسپيڪٽر ۽ هڪڙو سوٽ جيڪو درزڪو ڏنڊو ڪندو هو. دوست دڙا جيڪي هئا سي بہ سڀ ڪلارڪ ماڻهو، يا پياڪ يا نڪمٽا يا ڪٺي پليڪو هو تہ بہ هڪ رواجي واپاري هو . مون کي تہ زال اڳيان ڇڻ ٻڏڻ ٿي آيو. اجائي بدناميءَ کان بچڻ لاءِ سوچيم تہ جيڪر دوستن وٽ وڃون ئي نہ . پر ان مان گهڻوئي ڇوٻول مچي ها. سئوٽ کي بہ ڪٺي رشتيدارن جي لسٽ مان نيڪالي ڏيان. پر چاچي ۽ پليڪو وٽ تہ وڃڻو ئي پوندو، ڇو تہ چاچي کان شاديءَ لاءِ خرچ جا پئسا اڌارا ورتا هئم ۽ پليڪو ويچاري سڄو فرنيچر اڌارو ڏنو هوم.

اڳواٽ ميدان تيار ڪرڻ لاءِ زال کي چيم منڙي اسين جلدئي چاچي پيڪن وٽ هلنداسين. هو آڪاهتو بيائتو آهي، ليڪن آهي خفخاني. گهر جو گهريتڙيو ٻڌيو وينو رهندو آهي. ڏسندينءَ تہ ڪلي ڪلي پيٽ ۾ سور پئجي ويندءِ، اصل پورو ڇسو آهي."

گاڏي اچي ٿن درين واري مڪان جي ٻاهريان بيني. درين جا در سڀ رڪائين رنگ جا هئا. شيخن تي ڪٺ بہ چڱي چڙهيل هئي. گاڏيءَ مان لهي وڃي گهنٽي وڄائيسين. اندران ڪتي جي ٻوٽڪڻ جو آواز آيو ۽ مٿان ڇڙب ٻڏڻ ۾ آئي . پوءِ ڪڙو کسڪڻ جو آواز آيو ۽ مس وڃي دروازو کليو. اندر هال ۾ گهڙياسين . اڳيان ننڍڙي نڪ کي مٿي لڳل سوٽ ماشا گڏي، ماءُ جو چولو ڪٺي پاتو هئائين. مون ڏيکاري ائين ڏني.

جڻ سجاتومانس ٿي ڪين. ڪوٽ تنگڻ جي ڪليءَ تائين پهچي ويس، جتي ڏنم تہ منهنجي چاچي جي بسڪائين ڪوٽ سان گڏ هڪڙو سوٽ ۽ ڪلف لڳل پڙو بہ ٽنگيو پيو هو. پنهنجو ڪوٽ لاٿم ۽ سجي ڊرائنگ روم تي گهرائيءَ سان نگاهہ ڦيرايم. ميز وٽ چاچو صاحب پنهنجي گائون ۽ سليپر سان براجمان هو. من ۾ تہ اميد هئي تہ چاچو هن مهل گهر ۾ ئي ڪونہ هوندو. مگر هيءَ سائين تہ وودڪا مان هڪ تار وسيلي ڪا سنگتڙي جي ڪل ڪڍي رهيو هو، سو ايڏو پئي شور مچايائين جو سڄي گهر ۾ پئي گونجيو. جيئن ئي سندس اڳيان وياسين تيئن ئي گهوري نهارڻ لڳو ۽ گائون جاچڻ سنڀاليندو تار ڦٽي ڪري اتي پڳو ۽ چوندو ويو، اجهو تو اچان ."

مون ڪلي چيو، "پڳو ائين جهڙو ڪاري هينان ڪانءُ". ساڳئي وقت زال جي اڳيان شرم بہ اهڙو تي آيو، جو اک ڪٽي سندس منهن ۾ بہ نہ پيو نهاري سگهان. پر چوان پيو، سونيا، مستانو نتو لڳيئي؟ اصل صفا ڪل ٽڙڪيل اٿيئي... ۽ ڏس تہ فرنيچر ڇا رکيو اٿس. تہ تنگي ٽيبل اڌ رنگ وارو پيانو، ڪاري ڪوئل جهڙو گهڙيال.... سچ ڪري نہ پڇين تہ هيءَ گهر انسانن بدران غارن چرن ۾ رهندڙ جهنگلين جو پيو لڳي."

"هوءَ ڊرائنگ ڪهڙي آهي؟" منهنجي زال پٽ تي ٽنگيل تصويرن ڏي اشارو ڪيو.

"اها سنت سيرافم جي آهي، جو بن ۾ هڪ رڇ کي کير پياري رهيو آهي ...... ۽ هو فوٽو سفراگن جو آهي، ان وقت هو سيمينريءَ ۾ اجا انسپيڪٽر هو. ڏس تہ ڪيس سنت اٿنيءَ جو خطاب مليو آهي.ڏاڍو وڏو ماڻهو..... " چوندي مون نڪ سڻڪيو.

سڀ ڪان وڌيڪ شرم جي ڳالهہ هئي، اها وودڪا جي بانس ۽ سنگتڙي جي ڪلن کي ٽراپينٽائين ۾ ٻوڙي باهہ ڏيڻ جي بانس، جنهن ڪري مچر منگهڻ نہ ٿيندا آهن. اوچتو منهنجو سوٽ ستيا، ننڍڙو اسڪولي ڇوڪرو ڪن نڪتل اندر آيو ۽ نارنگيءَ جون ڪلون ميڙي پياني تان مٿي اگهي هليو ويو. ائين پئي لڳو تہ هو آيو ئي ڪمري جي صفائي ڪرڻ لاءِ هو.

"اجهو اچي ويو آهيان" چيلهہ تائين ڪوٽ جا ٻيڙا پائيندي چاچو اندر گهڙيو. "توهان کي ڏسي ايڏي تہ خوشي ٿي آهي، جو ڇا ڪٽي چئجي! ويهي رهو- نہ، رڳو انهيءَ صوفا تي نہ ويهجو جو ان جي ٽنگ ڀڳل اٿو."

"ويهہ نہ سونيا!"

اسين ويهي رهياسين - مانڊ لڳي ويئي - چاچي پنهنجن گوڏن تي پئي ٽپڪيون هنيون. مان تہ منجهي پيس پنهنجي شريمتي ڏانهن اک نہ پيو کٽي سگهان.

"سو...." منهنجي چاچي چروٽ دکائيندي چيو: "سو توهين هاڻي گهر بار وارا ٿيا، بس ائين تہ ٿيندو رهي ٿو..... حقيقت ۾ اها چڱي ڳالهہ بہ آهي. هڪ پاسي پريتم هجي، بس پيار ئي پيار ٻئي پاسي بار، بس هنن جو اچڻ شروع ٿيو تہ توهان جو مٿو ويو. هڪ لاءِ بوٽ کپي، ٻئي لاءِ سوٽ کپي، ٽئين لاءِ اسڪول جي في کپي . شڪرانا مالڪ جا، جو منهنجي زال وري بہ اڌ ڪان وڌيڪ ٽڏا ٻار ڄڻيا....

ڳالھ مٽائڻ لاءِ چيم: "توهانجي طبيعت هاڻي ڪيئن آهي؟"
"صفا چٽ، چا ٻڌايانءِ! تنهن ڏينهن ته سڄو ڏينهن تيو پيو رهيس، ڇاتي تي قاتي.
ڏک ڏک به اها اچي ٿي جو ڳالھ ڪرڻ جي ناهي ۽ مٿان بخار- منهنجي جوئڙي چوي ته
ڪٽي ڪوئنن وٺ. اجايو وهلور نه وڄ. هاڻي وهلور ڪيئن نه ويندس اڄ صبح جو ٿي ته ڪڏ
تان برف صفا ڪرائي اٿم ۽ توهين پانيو ٿا ته هنن فقيرن مان ڪنهن اگر به ڪا هلائي!
پوءِ مان پلا هڪ ڇٺو چا تو ڪري سگهان؟ هڪڙو بيمار، بيو ڪمزور، مٿان وري ڳجها
موڪا لڳا پيا اٿم."
مان ته اچي ڏاڍو ششدر ٿيس. سو زور سان وني نک سڪيم.
پر چاچو چوندو هليو، "موڪا شايد وهنجڻ جي ڪارڻ ٿيا اٿم" چوندو ڏاڍي
ويچار ۾ دريءَ کان ٻاهر ڏسڻ لڳو." شايد اڳاري ڏينهن جيڪو ٻاڦ سان وهتو هوم ۽
اهو به پورا ٽي ڪلاڪ! سو ٻاڦ سان وهنجڻ شايد موڪا وڌائي ٿو ڇڏي ڊاڪٽر ته چوندا
آهن ته وهنجڻ صحت لاءِ خراب آهي.... پر سونيا! مان ٿو چوان مان بلڪل ننڍي هوندي
کان ئي وهنجڻ تي هريل آهيان. بابي کي ٻن شهرن ۾ ته ترڻ جا تلاءَ هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته
سچو ڏينهن به ٻاڦ ۾ تڙڳيو هوندس، چو ته پئسا مون کي ڏيڻا ئي ڪونه پوندا هئا.
هاڻي ته مان ڏاڍو اچي لڄي ٿيس. اٿي هبڪندي هبڪندي موڪلائڻ لڳس.
"چو - چو، ڪيڏانهن؟" چاچي مون کي اٿي ٻانهن کان جهليو، "چاچنهن چانڻ ته
آئي. في الحال جيڪي رکيو آهي ان مان ئي چڪا چوکي ڪري وڻون. هلي آ هتي گوشت
رکيو آهي. متيا ڊوڙ، وجي ساس ته ڪٽي آءٌ اڙي سونيا! تون حجاب چا جو پئي ڪرين.
ڏاڍي ڳرائي اٿئي! اهو ڪو نيڪ آهي چا؟ اڙي تو پنهنجي شاديءَ جي ڊريس ڳاشا کان
کانه سبائي نه؟ خبر اٿئي منهنجي ڪکي سلائيءَ جو ڪم ڪندي آهي. جنهن کان تو
ڊريس سبائي، تنهن کي مان سڃاڻان، پر هوءَ چا اسان سان برميچي سگهندي. تنهن کان
سواءِ اسين ته سستي به سبون ها..."
بس مان ته شرم ۾ پاڻي پاڻي ٿي ويس. الاجي ڪيئن جند ڇڏائي ٻاهر آياسين.
مان ته بس جلهجي ويو هوس. چا ته بي عزتي ڪرائي هئم ۽ هر هڪ منٽ کان پوءِ
پنهنجي پڙهيل ڳڙهيل ڪنوار وٽان هڪ ننوليءَ پرئي ٺهڪ جو انتظار ٿي ڪيم.
۽ پيلڪو وٽ به ڪهڙي ماجران پيش ايندي، اهو سوچيندي ڏڪڻي ٿي ونيم.
الاجي ڪهڙيءَ گهڙيءَ انهيءَ مصيبت مان به ڇوٽڪارو ملي ويندو. بدنصيبي ته اها هئي جو
ڪنهن جنرل ٻنرل کي ته مان سڃاڻندو ئي ڪونه هوس. رڳو هڪڙو ئي رٽائر ٿيل ڪرنل
منهنجو واقف هو، جو هوٽل هلائيندو هو. هاءِ! مون جهڙو بدنصيب ڪو ورلي هوندو.
"سونيچڪا!" روئڻ ڳاڏڙ آواز ۾ زال کي چيم، "انهيءَ وٽان جهڙي گهر ۾ وني هلڻ لاءِ مون
کي معاف ته ڪندينءَ... مون سمجهيو توکي کلڻ لاءِ ٿورو مصالحو ملي ويندو ۽ عجيب
ماڻهن ڏسڻ جو موقعو ملندو. مگر مون کي سڌ ڪانه هئي ته اهو مرڳو اهڙو واهيات ۽
ڪراهت جهڙو واقعو بڻجي پوندو....."

مون لچاريءَ نظر سان زال طرف ڏٺو ۽ مون کي جيڪو ڌڪ لڳو، تنهنجي پڪ ٿي ويئي. منهنجي زال جي اکين ۾ لڙڪ چلڪي رهيا هئا. الاجي شرم کان کي الاجي غصي کان، سندس ڳلن ۾ لالائي اچي ويئي هئي، هر هر پئي گاڏيءَ جي دريءَ کي پڪڙيائين.

مان ته خوف کان ڪنبي اٿيس. ”هاڻي اتان ئي منهنجي شامت شروع ٿئي!“ ائين سوچيندي هٿ پير ئي نري ويا. ”پر منهنجو ڏوهه ڪونهي سونيا!“ مون دردلي دانهن ڪئي. ”سچ ته توکي ائين ڪرڻ نه جڳائي. پلي هو گڏهه آهن، بيهودا آهن. پر مون ته ڪونه ويهي منٿاچاريءَ کي جنم ڏنو آهي.“

”جي توکي پنهنجا رواجي مائٽ نٿا وڻن.....“ سونيا سڏڪو پريو ۽ نيزاريءَ پرين اکين سان چيائين، ”ته منهنجا مائٽ ته توکي اصل نه وڻندا..... مون کي ته ڏاڍي لڄ ٿي اچي. توکي ڇا ڇا ويهي کولي ٻڌايان. منهنجا مٺا، منهنجا سڄڻ. رئيساڻي شپلنگ ته توکي اهو رينگٽ ٻڌائڻ شروع ڪندي ته ڪيئن نه منهنجي ماءُ ونس گهر ۾ پورهيت ٿي ڪم ڪيو هو ۽ چونديءَ ته مان ۽ منهنجي ماءُ سندس اڳين مهربانين جي ڳالهه پلجي ويا آهيون ۽ هاڻ جڏهن هوءَ غريب ٿي آهي تڏهن اسين ڪيس مدد نٿا ڪريون..... پر مهرباني ڪري مٿس وشواس اصل نه ڪج. اها پوڙهي صفا ڪوڙي اٿيئي. اسين ڪيس هر موڪل ٿي هڪ منٺي ماني ۽ چانهه جو اڌ سير ضرور موڪليندا آهيون.......“

”سچ چئه، سونيا! تون ڇرچو ته ڪين ٿي ڪرين؟ “مون عجب مان پڇيو ۽ ائين پيو سمجهان ڇڻ هيل سوڊو ڪو شيهو منهنجي بدن کي ڳورو ڪري وينو هو، سو ڳري رهيو آهي ۽ بدن منهنجو ڇڻ نري پيو. ”توهين سچ پچ رئيساڻيءَ کي ڪنڌ ۽ اڌ سير چانهه جو موڪليندا آهيو؟“

”۽ جڏهن جنرل جرپيچڪو جي زال سان گڏجين، تڏهن مهرباني ڪري مٿس ڊونگل نه ڊارج. هوءَ واقعي بدنصيب عورت آهي ۽ عجيب غريب ڳالهيون چوندي آهي. ويچاريءَ سان ٿيو به ويل آهي. ڪيس رئيس ڊيرزائي دوکو ڏيئي سڀ ڦري ويس. هوءَ پنهنجي بدقسمتيءَ جو روئڻ روئندي ۽ تو کان قرض به گهرندي . پر تون ڏجانس اصلي نه...... چو ته پاڻ تي خرچي ته به نيڪ، پر هوءَ اهو به ڏيئي ڇڏيندي پنهنجي انهيءَ رئيس ڊيرزائيءَ کي.“

”آهه .... منڙي ملوڪڙي.....“ چوندي مان اهڙو بود ۾ پرچي ويس جو ڪٿي زال کي پاڪر پاتم. ”اڙي سياڳي! سچ پچ منهنجون ته وايون بتال ڪري ڇڏيون اٿيئي! تون ته جيڪر چئين ها ته تنهنجي اها رئيساڻي شپلنگ گهڻين رستن تي ننگي ٿي رلندي پنندي آهي ته مون تي اجا به وڌو احسان ڪرين ها! اهو ننڍڙو هٿ ته ڏينم ته......“

۽ اوچتو مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو ته ويچاري ڇاڇي وٽ گوشت کائڻ کان ڇو انڪار ڪيم. ڇو نه سندس پراڻي پياني کي دبايم ۽ ڇو نه سندس شراب پيتم... پوءِ اچي واپاري دوست پليڪو ياد پيم. هو ته ڏاڍو لذيذ طعام کارائيندو ۽ مست برانڊي به پيئاريندو. سو، ڊرائيور کي رڙ ڪري چيم، ”پليڪو وٽ هل!“

*انگريزيءَ مان ترجمو: اي– جي اُتم*

# ساندو

پوليس انسپيڪٽر اوچوميلوف نئون اوورڪوٽ پائي، هٿ ۾ هڪ بنڊل کڻي بازار جي چونڪ مان لنگهي رهيو آهي. ڳاڙهن وارن وارو سپاهي ضبط ڪيل پڪين سان بلڪل ستيل ٽوڪرو کڻي سندس پويان پويان پيو اچي. چئني پاسي سانت ڇانيل آهي... چونڪ ۾ هڪ به ساهوارو نٿو ڏسجي.... ننڍن ننڍن دڪانن ۽ مئخانن جا کليل دروازا تمام گهٽو بکايل ڄاڙين وانگر خدا جي دنيا کي اداسيءَ سان تڪي رهيا آهن. انهن جي پرسان ڪو پينو فقير به بيٺل ناهي.

”اڙي ڏاڙهيندين ته نه. آواره ڪتا !“ اوچتو اوچوميلوف جي ڪنن تي آواز ٿو پوي. اڙي ڇوڪرؤ! وڃڻ ڏيوس، ڏاڙهڻ جي اڄڪلهه اجازت ناهي. جهليوس، نياڳي کي !....“

پوءِ ڪنهن ڪتي جي چيڪٽڻ جو آواز ٿو ڪنن تي پوي. اوچوميلوف ان پاسي نظرون کڻي اهو سڀ ڪجهه ٿو ڏسي. واپاري پيچوگين جي عمارتي ڪاٺيءَ واري گودام مان هڪ ڪتو ٽن ٽنگن تي ڊوڙندو ٻاهر نڪتو آهي. هڪ شخص سندس پيڇو ڪري رهيو آهي، جنهن جي ڇيٽ واري قميص ڪلف لڳل آهي، واسڪٽ جا بٽڻ کليل اٿس ۽ سڄو جسم اڳتي جهڪيل آهي. همراهه ٿابوڪائي ڪتي جي پوين ٽنگن کي جهلڻ ۾ ڪامياب ٿو ٿئي هڪ ڀيرو ٻيهر ڪتي جو روڄ ۽ دانهون گونجڻ ٿيون. ”وڃڻ ڏيو نه انڪي......“ دڪانن اندر جهوٽا کائيندڙ چهرا ٻاهر جهاتي ٿا پائن ۽ ڏسندي ئي ڏسندي گودام پرسان ميڙ ٿي وڃي ٿو. جيڪو لڳي ٿو ته اوچتو ڌرتيءَ مان ڦٽي نڪتو آهي.

”لڳي ٿو ته فساد ٿي پيو آهي، سائين ...“ سپاهي چوي ٿو.

اوچوميلوف مڙي تيز تيز قدم کڻندو ميڙ وٽ ٿو اچي. ڪيس دروازي جي بلڪل سامهون کليل بٽڻن سان واسڪٽ پاتل شخص نظر ٿو اچي جيڪو پنهنجي ساڄي هٿ جي هڪ زخمي آڱر اڀي ڪري ماڻهن کي ڏيکاري رهيو آهي. سندس سوياري چهري تي ڄڻ ”تنهنجو ڪچومر ڪڍي ڇڏيندس!“ لکيل نظر اچي رهيو آهي ۽ آڱر سوڀ جي علم جيان. اوچوميلوف سڃاڻي ٿو وٺي ته اهو شخص سونارو خريوڪين آهي. ميڙ جي بلڪل وچ ۾ ڏوهاري، ڇهنب جهڙي نڪ ۽ پٺن تي هڪ هيڊي داغ وارو اڇو ننڍڙو بوروزئي ڪتو پنهنجي اڳين ٽنگن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڌار رکي زمين تي سهڪي رهيو آهي. سندس ٻوٽجندڙ اکيون پريشانيءَ ۽ خوف جو اظهار ڪري رهيون آهن.

"چا پيو ٿئي هتي؟" اوچوميلوف ماڻهن کي ڪلهن ڪان وني هٽائيندو اڳتي وڌندي پڇي ٿو." ۽ تون هتي ڇا پيو ڪرين؟ پنهنجي آڱر مٿي ڇو ڪنيون بيٺو آهين؟..... دانهن ڪنهن ڪئي؟"

"اڙي سائين ! آءٌ تہ ڪنهن مسڪين جيان خاموشيءَ سان ويس پئي." خريوڪين بڪ ۾ کنگهندي ڳالهہ ٿو شروع ڪري. " مون کي ڪاٺ بابت ميتري ميترچ سان ڪجهہ ڳالهائڻو هو. اوچتو هن جان جي عذاب، جنهن جو مون ڪجهہ بہ نہ بگاڙيو هو. منهنجي آڱر ۾ چڪ پاتو ... معاف ڪجو. آءٌ پورهيت آهيان... منهنجو ڌنڌو انتهائي پيچيدو ۽ ڏکيو آهي. مونکي انجي مالڪ ڪان معاوضو ڏيارڻ جو بار ڪٿو. ڇاڪاڻ جو هفتو ڪن تہ شايد پنهنجي آڱر چوري بہ نہ سگهندس... سائين سڳورا! ڇا قانون اهو ٿو چوي تہ اسانکي خوني جانورن سان بہ جهڪي هلڻو پوندو؟..... هرڪو جانور ائين ڏاڙهڻ شروع ڪري ڏئي تہ پوءِ تہ جيئڻ مرڻ هڪ جهڙو ٿي پوندو...."

"هون .... ٺيڪ. ٺيڪ ..." اوچوميلوف کنگهندي ۽ ڀروُن ڦڙڪائيندي سخت لهجي ۾ چوي ٿو."چڱو. چڱو.... ڪتو آهي ڪنهن جو؟ ان معاملي کي ڇڏيندس ڪونہ. ماڻهن کي ڪتا آواره ڇڏڻ جي سيڪت ڏيندس. انهن ماڻهن خلاف قدم کڻڻ جو وقت اچي ويو آهي جيڪي قانونن کي کيل تماشو ٿا سمجهن. ان بدمعاش تي اهڙو ڏنڊ وجهندس جو هوش نڪاڻي اچي ويندس ۽ سمجهي ويندو تہ اهڙن ڪتن ۽ چوپاين کي هيڏانهن هوڏانهن رلڻ ڦرڻ لاءِ ڇڏڻ جو نتيجو ڇا نڪرندو آهي! سندس دماغ نڪاڻي آڻي ڇڏيندس... ايلديرين !" هو سپاهيءَ ڏانهن مخاطب ٿيندي پنهنجي ڳالهہ جاري ٿو رکي."پتو لڳاءِ تہ ڪتو ڪنهن جو آهي ۽ هڪ بيان تيار ڪر. رهيو ڪتو. تہ انکي هڪدم ختم ڪيو وڃي. شايد پاڳل آهي... پر آخر اهو آهي ڪنهن جو؟"

"شايد جنرل زيگالوف جو آهي. " ميڙ مان هڪ آواز ايري ٿو.

"جنرل زيگالوف ! هون. ايلديرين ! ڪوٽ لاهڻ ۾ تہ منهنجي مدد ڪر. توبهہ. ڪيڏي نہ گرمي آهي! شايد مينهن وسڻ تي آهي...." هو خريوڪين ڏانهن مڙي ٿو. هڪڙي ڳالهہ منهنجي سمجهہ ۾ نہ پئي اچي. آخر ان توکي چڪ ڪيئن هنيو؟ ڀلا اهو تنهنجي آڱر تائين پهتو ڪيئن؟ هي ايڏو ننڍڙو ڪتو. تون هيڏو ڊگهو اٺ ! پڪ سان ڪنهن ڪلي ڪنبي ۾ آڱر ڪي رهڙ آئي هوندئي ۽ توکي معاوضو ڇڪائڻ جو خيال من ۾ آيو هوندو... آءٌ تو جهڙن جي رڳ رڳ ڪان واقف آهيان! بدمعاشن جا سردار!"

"اصل ۾ سائين ! هن تفريح ڪندي برندڙ سگريٽ ڪتي جي ناسن ۾ وڌو هو ۽ موٽ ۾ ڪتي چڪ پاتس. هونءَ ڪتو ڪو بيوقوف ٿورئي آهي!.... خريوڪين تہ سدائين ڪا نہ ڪا مسخري ڪندو رهندو آهي!"

"اڙي ڦڏا ! زمين آسمان نہ ملاءِ! تو ائين ڪندي مونکي ڏٺو تہ ڪونہ هو. پوءِ ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين؟ صاحب تہ اڏامندڙ جهرڪيءَ جا پر ڳڻي وٺندو آهي. ڇاڻي ٿو تہ ڪير

سچ ٿو ڳالهائي ۽ ڪير ڪوڙ... آءُ ڪوڙو آهيان ته مئجسٽريٽ آڏو ڪيس هلايو. قانون چوي ٿو ته... هاڻي سڀني کي هڪ جيترا حق حاصل آهن... منهنجو به هڪ ڀاءُ پوليس ۾ آهي... جيڪڏهن ڄاڻڻ چاهيو ٿا ته ......"

"بحث نه ڪر !"

"جي نه، هيءُ جنرل صاحب جو ڪتو ناهي..." سپاهي انتهائي سنجيدگي سان چوي ٿو، "ونس اهڙو ڪو ڪتو ناهي. هن وٽ ته سمورا شڪاري ڪتا آهن..."

"اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهين ٿو؟"

"بلڪل سئو سيڪڙو پڪ سان صاحب !...."

"مونکي به خبر آهي، جنرل صاحب جا ڪتا انتهائي قيمتي ۽ اعليٰ نسل جا آهن ۽ هيءُ ... نظر ته وجهينس ! بدصورت دوغلو ڪتو!... آخر ڪو اهڙو ڪتو ڇو پاليندو؟ دماغ خراب ٿيو اٿس ڇا؟ اهڙو ڪو ڪتو پيٽرسبرگ يا ماسڪو ۾ نظر اچي ته خبر اٿئي حشر ڪهڙو ڪندس؟ قانون بابت ته ڪو سوچيندو ئي نه. هڪ پل ۾ انجو قصو صاف ڪيو ويندو. خريوڪين! توکي ايذاءُ رسيو آهي ۽ ان معاملي کي ائين ختم نه ٿو ڪري سگهجي.. مالڪ کي سيکت ملڻ گهرجي! وقت اچي ويو آهي جو...."

"شايد اهو جنرل صاحب جو ئي آهي..." ڪانسٽيبل خيال ظاهر ٿو ڪري.

"انکي رڳو ڏسي ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي.... مون اجا ڪالهه ئي جنرل صاحب جي اڱڻ ۾ ان قسم جو هڪ ڪتو ڏٺو هو."

"جنرل جو ئي آهي. "ميڙ مان ڀيهر آواز اچي ٿو." اڙي ايلديرين! اوورڪوٽ پائڻ ۾ منهنجي مدد ته ڪر... هوا جي جهونٽي جو احساس ٿيو اٿم... آءُ ته ڪنبان پيو.... انکي جنرل صاحب جي گهر وٺي وڃ ۽ جاچ ڪر. چئجان ته اهو مونکي مليو آهي ۽ مون ئي موڪليو آهي... ۽ چئجان ته انکي رستي تي ائين نه ڇڏين... شايد اهو قيمتي ڪتو آهي ۽ جيڪڏهن هر ظالم هن کي آواره ڪتو سمجهي انجي ناسن ۾سگريٽ وجهي سگهي ٿو ته هي جلدي مري کپي ويندو. ڪتو انتهائي نازڪ جانور آهي.... ۽ تون ڪوڙهه مغز! پنهنجو هٿ هيٺ ڪر ! پنهنجي انهيءَ واهيات آڱر جو نماءُ بند ڪر. غلطي ته خود تنهنجي ئي آهي..."

" اهو جنرل صاحب جو ڪوچوان پيو اچي. انکان پڇي ٿا وٺون... "اڙي او پروخور ! هيڏانهن ته اچ! هي ڪتو ته ڏس..... تنهنجي جنرل صاحب جو آهي ڇا ؟"

" حد ٿي وئي ! اهڙو ڪتو اسان وٽ ڪڏهن به نه پاليو ويو آهي."

"هاڻ وڌيڪ جاچ جي ڪا ضرورت ناهي." اوچوميلوف چوي ٿو . "هيءُ ڪوآواره ڪتو آهي! بيڻي بيڻي بحث ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي... چيم ته آواره آهي، سو آواره آهي.. ماري ڇڏينس نپاڳي کي ۽ معاملي کي ختم ڪر."

"هيءُ اسانجو ناهي." پروخور پنهنجي ڳالهه جاري ٿو رکي، " اهو جنرل صاحب

جي ياءُ جو آهي، ڪجهہ ڏينهن کان اسانجو مهمان آهي. اسانجو صاحب تہ اهڙا ڪتا پسند بہ نہ ڪندو آهي پر سندس ياءُ کي انهن ۾ دلچسپي آهي ۽ هو پاليندو آهي.."

"ڇا چيئي جنرل صاحب جو ياءُ آيو آهي؟ ولاديمير ايوانچ !؟" ۽ اوچوميلوف جي چهري تي اهو چوندي انتهائي سرهائيءَ ٻري مرڪ تري تي اچي. "ڏس تہ! مونکي خبر ئي ناهي تہ ڪو مهمان آيل آهن !"

"جي ها...."

"ڏس تہ! سندس پنهنجي ياءُ سان ملڻ لاءِ من ڪيو ۽ مونکي پتو ئي نہ لڳو. سو هيءُ انجو ڪتو آهي؟.... اڳر ۾ چڪ هنيئين؟ ها... ها.... ها! چڱو اٿي، ڊچين چو ٿو ... ننڍڙو شيطان ڪاوڙ ۾ آهي... ڪيڏو شاندار ڪتو آهي!"

پروخور ڪتي کي ٻچڪاريندو ڪيس ياڻ سان گڏ وٺي عمارتي ڪاٺ جي گودام مان ٻاهر ٿو نڪري وڃي... ميڙ خريوڪين تي چٽر ٿو ڪري.

"تون مونکان بچي نہ سگهندين!" اوچو ميلوف کيس ڌمڪائي ٿو ۽ پنهنجو اوورڪوٽ جسم تي چڱيءَ طرح پائي بازار جي چوڪ مان نڪري وڃي ٿو.

# عارضي آجپو

توهان ڪڏهن غور ڪيو آهي، تہ اڪثر ڪري گڏهہ ويچارا ڪيڏي سامان سان ستيل هوندا آهن؟ عام طور تي ڏٺو ويو آهي، تہ هيءُ گگدامر، بيشمار قسمن جي ٻاري وڪرن توڙي ججهي تعداد ۾ سامان سڙي سان اصل صفا جهنويل هوندو آهي. آزمائش خاطر پنهنجي آسپاس ايندڙ ويندڙ ڪنهن بہ گڏهہ تي نگاهہ وجهو. توهان کي محسوس ٿيندو تہ رڌ پچاءَ جو سڄو سامان، هنڌ ٿپڙ، پاٽيءَ جون ناديون، ڪپڙي يا پلاسٽڪ جي نهيل وڏن جوالن ۾ ويڙهيل پتڪڙا ٻار، مطلب تہ دنيا جهان جا ٿپڙٽاڙي، ويڙهيون سيڙهيون ائين پيو پاڻ تي ستيون هلندو جو سندس ڪرن جي ڪھ بہ نظر نہ ايندي.

سودپود اهڙي سهڪندڙ ۽ صابرين گڏهہ وارا پيرہ هئا. ڪلاموف ضلعي جي سرڪاري وڪيل، اليڪسي تموفييوچ بالبنسڪي نالي ان همراہ جا، جيڪو اسان جي هن ڪٿا جو مک ڪردار بہ آهي. مٿي بيان ڪيل ساسي ساهہ واري جهڙي سندس حالت، ان وقت بہ هئي، جڏهن اسٽيشن تي بيٺي، ڪيس ريل گاڏيءَ جي رواني ٿيڻ جون ٽي گهنٽيون ٻڌڻ ۾ آيون ۽ هن ريل جي ڊبي ۾ ويهڻ لاءِ، جاءِ حاصل ڪرڻ جي جستجوءَ ۾ اوڏانهن وني لوهہ پاتي.

تموفييوچ جي سڄي جسمر تي جيڪو سامان ستيل هئو، تنهن تي هڪ نظر اوهان بہ وجهو! سندس هٿن، ڪلهن، ڪنڌ، مٿي، مطلب تہ هر عضوي سان، روزاني استعمال جي سودي سلف جا پڙيل پاڪيٽ، چپ بورڊ جون نهيل صندوقون، ٽين جا ڪوڪا، سوٽ ڪيس، اڻ چاتل پاٽيات سان پڙيل هڪ ڏگهي بوتل، وڏو عورتاڻو چوغو ۽ ٻيو بہ خدا ڄاڻي تہ الائجي ڪهڙو گند بلا سندس ڊانچي تي پيل هئو. سندس چهري تان پڻ پگهر ريگاڙا ڪندو پئي وهيو، ڄڻگهن مان ساهہ ٿي ڇڏائجي چڪو هيس... سمجهو تہ زندگيءَ جا ڪئين عذاب سندس اڪين منجهان اولڙن جي شڪل ۾ ڇٽا پئي نظر آيا.

انهيءَ انتهائي بريءَ حالت ۾، سندس پويان جوٽس نتاشا لولونا نالي مائي، پاڻ سان رنگبرنگي پارسل ڪنيو ٿڦ ٿڦ ڪندي پئي آئي. هيءَ مائي، پوري رنگ ۽ مختصر جسمر واري سخت مزاج عورت هئي، جنهن جي چهري تي ڇنڪمرا داغ هئا. جڏهن تہ ٻاهر نڪتل ڪاڏيءَ ۽ سڄيل اکين سان، هوءَ ڪنديءَ جي پڇڙيءَ ۾ ڦاٿل، ڪنهن اهڙي ڪنڌيدار مڇيءَ وانگر ٿي لڳي، جنهن کي تازو پاڻيءَ مان ڪڍيو ويو هجي.

بهرحال ريل جي دبي ۾ چڙهي، ٿڙي ڦٿڙي، ڪيترين ئي سيٽن تان گذرندي، سرڪاري وڪيل صاحب ڪي، نيٺ ويهڻ لاءِ جڳهون ملي ويون. جيئن ئي ڪيس ويهڻ جي پڪ ملي تہ هن پاڻ تي ستيل سمورو سامان لاهي ڪٿي سيٽن تي سٽيو ۽ پوءِ نرڙ تان لارون ڪري وهندڙ پگهر ڪي، بيٺائيل اگرين سان اگهندي، هو ريل جي دبي منجهان ٻاهر نڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو.

”وري ڪاڏي رخ رکيو اٿئي؟“ جوٽس ڪيس ٻاهر ويندي ڏسي هڪل ڪئي.

”منهنجي مٺي، ٽيشن تي لهي، هڪڙو ووڊڪا جوگلاس هڻي، انهن ئي پيرن تي ٿو موٽان.. بس سيڪنڊن ۾ ٿو اچان.“ هن وراڻيو.

” ڪا ضرورت ناهي! پنهنجي دماغ مان ٻاهر وڃڻ جي هوا ڪڍي ڇڏ، بس ڪري ويهي رهہ !!“

بالبنسڪي هن تڪڙيءَ چند آڏو سينو ساهڻ لاءِ پاڻ ۾ ست نہ سارينري، لاچار ويهي رهيو، پر اجا چڱيءَ طرح سان جائيتو ئي ڪونہ ٿيو هئو جو جوٽس جو آواز آيو:

”هان، هيءَ چلي وٺ ... خيال ڪجانءِ، منجهس ڪاڏي وارا تس پيل آهن.“

بالبنسڪي ڪنهن فرمانبردار ٻار وانگر، جوءِ ڪان ٿانون واري چلي هٿ ۾ ورتي ۽ پوءِ نهايت اٻاٽڪائيءَ وچان، دريءَ منجهان ٻاهر نهارڻ لڳو.

ايتري ۾ گاڏيءَ هلڻ شروع ڪيو ۽ هو ٻاهر ڊوڙندڙ منظرن جي جادوءَ ۾ ٻڏي ويو. هو ڪا دير تہ پنهنجن خيالن ۾ گم رهيو. ان وچ ۾ ڪجهہ اسٽيشنون بہ آيون، پر هو گم سم وينو رهيو. چوٿينءَ اسٽيشن تي جوٽس هڪل ڪندي، ڪيس دبي مان لهي، هينان پليٽفارم تان گرم پاڻي پرڻ لاءِ موڪليو. هو پاڻي آڻڻ لاءِ گاڏيءَ سان لڳل ڪاڏي پيتي واري دبي (Buffet) وٽ پهتو تہ سندس ملاقات، (پلنسڪ) شهر جي ضلعي عدالت جي نائب صدر ۽ ويجهي دوست، فليازڪن سان ٿي. جنهن سان انهيءَ ساڳيءَ ريل گاڏيءَ ۾، هو ملڪ کان ٻاهر جي سير ڪرڻ جو واعدو ڪري چڪو هئو. فليازڪن ڪيس ڏسندي ئي شروع ٿي ويو:

”اها وري ڪهڙي حرامپائي آهي؟ منهنجا ننگ دوست، تنهنجين انهن واهيات گيرين تي جيتري ملامت ڪجي، گهٽ ٿيندي ! تو مون سان پڪ پڪاٽي ڪئي هئي تہ هن ساڳي گاڏيءَ ۾، گڏجي فرسٽ ڪلاس ڪوچ ۾ ڪچهرا ڪندا هلنداسين، پر تون چنگهان يارن وٽ ڇڏي، پاڻ ايڏنهن ٿرڊ ڪلاس ۾ الائي ڪهڙا وينو ٿاٻا ڪائين؟ مان ٿو پڇانءِ، تون انهيءَ گند جي دبي ۾ پيو ڇو آهين؟..... پئسن ۾ ڪٿو آهين، يا ٻي ڪا ويڌن اٿئي؟؟“

بالبنسڪي ڪيس نراسائيءَ وچان ڏسندي اکيون ڇنيڻ لڳو ۽ پٽڪندي چيائينس : ”يار! مون وٽ تو جيان ڪو جواب ڪونهي، لڳي ٿو تہ هاڻي مونکي انهيءَ ٻچڙي دبي ۾ ئي سفر ڪرڻو پوندو. مان سمجهان ٿو تہ پاڻ جيڪي ڪجهہ رٿيو هئو، سو ٿيڻ ممڪن ڪونهي. هن حالت ۾، دل ٿي چوي تہ جيڪر پاڻ کي ريل هينان ڏئي ڇڏيان! منهنجا يارءُ تون تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهين تہ منهنجي زال منهنجو ڪهڙو حشر ڪري ڇڏيو آهي.

جيترو مون کي هن ٻيڙيو آهي، ان کان پوءِ بہ منهنجو زنده هجڻ معجزي کان گهٽ ناهي...
منهنجي دانهن مٿئين کي آهي، ٻيو ڇا ڪريان! اڙي ٿوري نظر تہ ڦيراءِ! ڇا تہ موسم لڳي
پئي آهي.. هوا صاف ۽ شفاف... ٻهراڙيءَ جو ڪليل ماحول...... فطرت جا من موهيندڙ
نظارا... مان چوان ٿو تہ ڪنهن بہ شانت روح لاءِ حالتون پورڻتا پريل آهن. اهڙي ماحول
۾ تہ ٻاهر وڃڻ جو خيال ٿئي، مون تي سرمستي طاري ٿو ڪري ڇڏي. پر ان جي ابتڙ،
بدقسمتيءَ جي راڪاس، اهو سڄو لطف منهنجي ڪنڌ ۾ رسي جيان وڪوڙي ڇڏيو آهي.
بس تقدير جون تعديون آهن، سي وينو سهان! زور آڏو زاري آ منهنجا دوستَ! مون جيڪو
جگر جي بيماريءَ وارو بهانو ناهي، زال کي ٻڌايو هو، سو دراصل ڪانئس جدا ٿي، ٻاهر جو
چڪر هڻڻ جي رٿابندي هئي. ڇو جو مون ڪانئس ڪجهہ ڏينهن ڇوٽڪارو پائي، گهر کان
ڏور، آزاديءَ سان گهارڻ ٿي گهريو... يقين ڪر تہ سڄو سيارو آزاديءَ جا خواب لهندي
گذريو اٿم. ياءُ آهين، ڇي پٽ ڪرين، تہ مان جاڳندي بہ رڳو اڪيلائيءَ ۽ ڪانئس ڏوريءَ
وارا خواب لهندو هيس. پر هاڻ تہ ساڻس گهمندي ڄڻ تہ سون پائيندي بہ ڪن ٿا ڇڄن.
هھڙي سريلي سفر ۾، هيءُ عذاب اچي منهنجي ڪنڌ ۾ پيو آهي... ڪانئس جند ڇڏائڻ لاءِ
گهٽيون ئي مرليون وڄايم، پر وريو ڪجهہ بہ نہ! هن هڇا وٽ سو ڳالهين جو هڪ جواب
آهي.

ڇئي : "ڇا بہ ٿئي، مان تہ توسان ئي هلنديس!" ڇا ڪيان، مني بہ ماٺ تہ مني
بہ ماٺ! قسمت جو قهر سمجهي، ڪيس پاڻ سان تہ ڪنيم، پر گهٽوئي ڇيومانس، تہ گهٽ
۾ گهٽ انٽر ڪلاس جي ٽڪيٽ وٺون، هرويرو ڇو پيا گپاگيهہ ۾ ڳوهجون! پر اتي بہ ساڳي
رڏي - ڇئي : "ڇو، پئسا ڪي حرام جا تہ ناهن، جو پاڻيءَ وانگر وينا وهايون... مٺو تہ
جاءِ اٿئي!" سندس اهڙين ڳالهين تي ڏاڍو سمجهايومانس. مون چيو تہ پاڻ وٽ چڱا خاشا
ڏوڪڙ آهن... وڏي ڳالهہ تہ جيڪڏهن ٻڌاس سان پريل ۽ منڌيل ٿرڊ ڪلاس ۾ هلنداسين،
تہ ماڻهو پيا ڳالهيون ناهيندا ۽ هرويرو بدناموسي بہ ٿيندي. پر سندس ساڳيا پرڪار، سيهڙ
ٽنگون تي چوٽون پيچ.....

"ڪا ضرورت ناهي انٽر ڪلاس جي !"....اڙي، مان تہ چوان ٿو تہ رن ۾ ڪنهن
ڪنجوس شيطان جو بدروح وينل آهي. ادا، رڳو اسان جي سامان جو ئي مثال وٺ -
مونکي ٻڌاءِ تہ ايڏي لڏ ڪڻڻ جي آخر ضرورت ڪهڙي هئي؟ پلا اهي ٿها، هٽ پيٽيون،
صندوقون ۽ گند گار، ٻي سڄي ڏوڙ ڇائي اسان جي ڪهڙي ڪم جي؟ هر وقت نہ رڳو ڏهہ
وڏا سامان جا انگ سنيالڻا ٿا پون، پر انهيءَ ٻهر کي جائتو ڪرڻ لاءِ چار ٻيون سيٽون بہ
ٿيون گهرجن... هڪ پاسي، لنگهندي ڪندي بابوءَ جي رڙ پئي ٿي پوي تہ سامان هٽايو،
تہ جيئن ماڻهن کي اچڻ وڃڻ ۾ آساني ٿئي، تہ ٻئي پاسي، وينل مسافرن جي لنگهندي
ڪندي دانهوڙ پئي پوي. هيڏانهن هيءَ ڪاڪڙي قراري آهي، جو جنهن تنهن سان مولهيو
ٻڌي بيني ڏند ڇڪ ڏئي....

ادا سائين، ٻڌڻ جو مقام آهي، ٻڌڻ جو! توکي ڇا ٻڌايان! اعتبار ڪرين تہ ائين
ٿو سمجهان، تہ هر گهڙي ڄڻ تہ تتل ٽانڊن تي پئي گذري. خدا ڪو منجهانئس جان ڇڏائي،

باقي منهنجو ڪو وس ڪونهي. مونکي ته هڪ انچ به پاڻ کان پرتي وڃڻ نه ٿي ڏني، هر وقت ڇڻ ته نڙيءَ ۾ چڪ هنيون ويني آهي. نلهو سندس پرسان ويهڻ هجي تـه بـه ٻيو ڳالهه... مون کي ته هڪڙي ڳوري ڇلي گوڏن تي جهلي دوڏا ڦاڙي ٿو ويٺو پوي ته متان کو نقصان ٿئي ۽ پوان نه ڪنهن وڏي ذلل ۾.

هاڻي مون کي پڪو ٻڌائي، ڪوسو پاڻي آڻڻ لاءِ موڪليو اٿائين. تون پاڻ انصاف ڪر ته اها ڳالهه ڪنهن سرڪاري وڪيل جي شان وٽان آهي تـه هو ٽامي جو هيءُ ٿيو هٽ ۾ ڪنيون، پليٽ فارم تي ڊوڙندو وتي؟ توکي ٿو ٻڌايان، ته انهيءَ ساڳي گاڏيءَ ۾، منهنجي ڪورٽ جا ڪجهه شاهد ۽ ڪجهه پراڻا ڇٽل جوابدار به وينا آهن. اهي جو منهنجا ههڙا ٻچڙا افعال ڏسندا ته منهنجي عزت ته وڃي ٽڪو ملهه ٿيندي نه! پر منهنجا پيارا دوست، هن گهڙيءَ کان وٺي، اهو منهنجي واسطي هميشه هميشه لاءِ سبق آهي. ذاتي آزاديءَ نالي جيڪڏهن ڪو اکر آهي ته ان جي سايپيان ماڻڻ ناممڪن آهي! ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن اسان مان ڪو پنهنجي آپي ۾ ڪونه هوندو آهي ته بنا ڪنهن سبب جي، ڪنهن ملزم کي ڪاٺ ۾ وجهائي ڇڏيندو آهي. ان مهل ملزم جي ڪهڙي حالت هوندي، اها ڳالهه مونکي اڄ چڱيءَ طرح سمجهه ۾ آئي آهي. منهنجي وجود جي پاتال تائين اهو احساس پهتو آهي، ته جيل ٿيندو ڇاهي؟ اڙي هاءِ! پر قدرت مون کي ڪهڙي طريقي سان تـه اهو احساس ڏياريو آهي!

”مان سمجهان ٿو ته جيڪڏهن توکي ضمانت تي آزادي ملي ته خوش ٿيندين؟“ فليازڪن ٻي ڍنگي طريقي سان مشڪندي چيو: ”خوشيءَ جي ڳالهه ٿو ڪرين! مان ٿو چوان ته خوشيءَ وچان ڦاٽي پوندس! يقين ڪندين، ته جيڪڏهن مون کان ڪو ڏهه هزار روبيل جي ضمانت گهري نه، ته مان پاڻ کي گروي رکي به اها ادا ڪندس... پر هاڻي ڇڏ ته ڪلٽي ٿيان. پانيان ٿو ته هن سدا سدوريءَ کي، مون تي ڪاوڙ وچان هن مهل تائين دورو پئجي چڪو هوندو.. پهچندس ته اصل ڪباب ڪري ڇڏيندي!“ ائين چئي بالبنسڪيءَ وٽي پيرن تي زور ڏنو.

گاڏي رواني ٿي ته رات به اچي پهتي، تنهن ڪري هر ڪو پنهنجي سيٽ يا ڊبي تائين محدود رهيو. صبح جو ساجهر، جڏهن ريل ”ورزهبو لولو“ جي اسٽيشن تي پهتي تـه فليازڪن پليٽ فارم تي لهي پير ساهڻ جي خيال کان پسار ڪرڻ لڳو. چڪر لڳائيندي، اوچتو هڪ ٽرڊ ڪلاس ڊبي جي ڪڙڪيءَ تي ڪيس بالبنسڪيءَ جو ننداڪڙو چهرو نظر اچي ويو. ڪانئس حوال وٺڻ لاءِ هو جو ويجهو ٿيو، تـه ڪيس پڪو ٻڌڻ ۾ آيو. سرڪاري وڪيل صاحب اشاري سان سڏيندي چوڻ لڳو : ”هڪڙو منٽ ترسجانءِ، هوءَ نياڳي ننڊ ۾ آهي. ڪيس سڄاڳي اچا ڪانه ٿي آهي ۽ جيستائين هوءَ ننڊ ۾ هوندي آهي، تيستائين مان ٿورو ٽڪو فرحت ۾ هوندو آهيان. جيتوڻيڪ سندس ننڊ دوران به مون ۾ اها همت ڪٿي ڪونهي جو ڊبي مان لهي، پنهنجي مرضيءَ سان اسٽيشن تي گهمان گهتان، پر ان وچ ۾ گوڏن تي پيل هن ڇليءَ وارو عذاب لاهي، ڪٿي پٽ تي ٿو رکان. اهو به سندس ٿورو آهي، جيڪو مان لاهي نه ٿو سگهان. ها، پر مون توکي ڪونه ٻڌايو آهي ته مان ڏاڍو خوش آهيان؟“

"خير تہ آهي!" سندس دوست فليازڪن پڇيو.

"اسان جي سامان منجهان، بہ پيتيون ۽ هڪ ٿيلهو چوري ٿي چڪو آهي. جنهن ڪري وزن جي ڪجهہ جهڪائي ٿي آهي. مون تہ ڳالهہ ئي گوشت جي نهيل سنبوسن ۽ پڪيءَ (هنسڻ) جي بوڙ ڪي، وت ڪان وڏيڪ برو ڏيئي ڇڏيو. هيچ ڪري گهڻو ڪائڻ جي پنيان بہ اصل مقصد بار گهٽائڻ هيو... ها جائي، ٻي ڳالهہ ٻڌائڻ تہ وسري وئي... يار، چا تہ سڄي رات دٻي ۾ هوا جو حملو رهيو آهي! مان تو چوان تہ هَوا ڇڻ تہ منهن ۾ سڌا ڪهاڙا ٿي هنيا. توبهہ منهنجا سائين توبهہ! هيءَ مسافري نہ پر قدرت طرفان وڏو ڪو عذاب آهي!"

ائين چئي وڪيل چند گهڙين لاءِ چپ ڪندي، ڪنڌ ڦيرائي، ڏاڍيءَ چڙ ۽ بيزاريءَ منجهان پنهنجي ستل جوءِ ڏانهن نهاريندي هوريان چيو : "منهنجي زال، "وارواركا، " تون ڪيڏي تہ بي رحم ۽ ظولمي آهين! چا منهنجي لاءِ ڪو اهڙو سياڳو سج ايرندو، جو "زانٽيپي" (1) جهڙي تنهنجي وجود ڪان مونکي ڪو ڇوٽڪارو ملي؟"

اهو جملو پورو ڪرڻ ڪانپوءِ هو وري فليازڪن سان شروع ٿي ويو: "ايوانڪيتچ، تون اعتبار ڪندين، تہ ڪڏهن ڪڏهن مان پنهنجون اکيون بوٽي خواب لهڻ شروع ڪندو آهيان..... خبر ٿئي تہ ڪهڙا خواب ڏسندو آهيان؟ سوچيندو آهيان تہ جيڪڏهن خواهشن جي ساپيان ٿئي ۽ هوءَ ڪنهن بهاني هڪ ڏوهاريءَ جي حيثيت ۾ منهنجي ور چڙهي وڃي، تہ جيڪر ڊگهي سزا ڏياري، جيل جي هوا ڪارايانس. پر ماٺ ڪر، شايد هوءَ ننڊ مان اٿي رهي آهي."

زال جي اٿڻ جي امڪان، سندس ذهن جي هر تند تي پنهنجو اثر ڏيکاريو ۽ بئي لمحي اک ڇنڀ ۾ ئي معصومڙي شڪل ناهيندي، هيٺ رکيل ڳوڙي چلي، تڪڙ ۾ ڪٽي پنهنجي گود ۾ رکيائين.

ٿوري دير ڪانپوءِ جڏهن "عيدڪونن" نالي اسٽيشن تي لهي، هو بيهر ڪوسو پاڻي پرڻ آيو تہ اڳ جي پيٽ ۾ وڏيڪ سرهو ٿي لڳو : "ٻن وڏيڪ پيٽين ڪي بہ ڪو مهربان داءُ ڪري ويو آهي ۽ اهو بہ ٻڌي ڇڏ تہ ڪاڏي ۾ جيڪي رول پڇائي ڪنيا هٿائين، مون انهن کي بہ زوريءَ ڊِڊِ ۾ هٽي، انهن جو مڪمل صفايو ڪري ڇڏيو آهي. تنهنڪري بار ۾ بہ ڪجهہ وڏيڪ گهٽتائي آئي آهي." هن خوشيءَ وچان ڪڳيون هٽندي، نهايت رازداريءَ سان فليازڪن کي ڏسيو.

اڳيان هلي، جڏهن ريل گاڏي "ڪونسبرگ" واري جاءِ تي پهتي تہ هو وري سهڪندو اچي پنهنجي دوست وٽ سندس انٽر ڪلاس واري دٻي ۾ پهتو. هن دفعي تہ خوشيءَ وچان سندس چهرو صفا ٻهڪي رهيو هئو. پر دٻي ۾ پهچڻ شرط پاڻ صوفا تي ڇڏيندي، اچي جو ٿهڪن ۾ ڇتو تہ همراه بس ٿي نہ ڪري! چئي : "منهنجا منا پياءُ ايوان نڪيتچ! اچ تہ توکي ڀاڪي پايان! مان هاڻي ڏاڍو خوش آهيان. بلڪ مان تہ بظاهر نقصان ڪائيندي بہ پاڻ کي سرهو ٿو پانيان. هاڻي مان آزاد آهيان سمجهين ٿو تہ چا ٿو چوان؟ چوان ٿو تہ ڇوٽڪارو مليو اٿم. مون واري جوءِ ڪيڏانهن پڇي وئي آهي!"

”هوش ۾ تہ آهين؟ پڇي وڃڻ مان تنهنجو مقصد ڪهڙو آهي؟“

”اڙي يار، منهنجا پاءُ، ٻڌ تہ سهي! رات ڏاري، ڪنهن ڪم سانگي، ريل جي دبي مان جو لٿي آهي تہ رب سندس پير ٻيهر ڪونہ ورايو آهي. لڳي ٿو تہ ڪنهن سان پڇي وئي، يا تہ ريل جي هيٺان اچي چٽجي مئي آهي. امڪان اهي بہ آهن، تہ ڪنهن ضروري ڪم لاءِ اسٽيشن تي لٿي آهي تہ گاڏي چٽي پئي ۽ هوءَ واپس دبي ۾ چڙهي نہ سگهي هوندي. بهرحال، هوءَ وڃي الائجي ڪٿي مئي. منهنجا رب تنهنجا لک لک احسان !“

”پر منهنجي ڳالهہ ٻڌ، انهيءَ صورتحال ۾ توکي ڪا تار ڪرڻ کپي.“ فليازڪن پنهنجا ڪن ڪڙا ڪندي چيو.

”رب ڪان خير گهر پائو! مان هن چوٽڪاري ملڻ تي ايترو تہ خوش آهيان جو اهي احساس تو آڏو بيان ڪرڻ لاءِ مناسب لفظ بہ ڪونہ ٿا ملن. اچ تہ لهي پليٽ فارم تي هلي، هيڏانهن هوڏانهن پستيون هڻون.. ۽ ڪي فرحت بخش ساهہ کڻون!“

پوءِ ٻئي دوست انٽر ڪلاس جي ڪوچ منجهان، هيٺ پليٽفارم تي لهي گهمڻ گهتڻ لڳا. بالبنسڪي وڏا وڏا ساهہ کڻڻ لڳو ۽ ان دوران چوندو رهيو : ” واهہ واهہ، ڇا تہ مزو ٿو اچي!مان هاڻي سکون سان ساهہ ٿو کڻان! ڇا دنيا ۾ اهڙا بہ ماڻهو آهن، جيڪي زندگيءَ جو هر پل ههڙي آنند سان ٿا گهارن؟ ادا سائين، پر توکي خبر آهي تہ هاڻي مان ڇا ڪندس؟“ ائين چوندي هو پاڻ ئي فيصلو ڪري چڪو -“ ورائيائين : ”هاڻي آئون تو سان گڏجي هلندس. اسين گڏجي مولا جو ملڪ گهمنداسين ۽ ڇڙن واري زندگيءَ جو مزو ونداسين.“ جملو پورو ڪري، هو ڪلٽي ڪائي ڊوڙندو پنهنجي دبي ڏانهن واپس وريو تہ جيئن ضروري شيون کڻي اچي پنهنجي دوست سان گڏ انٽر ڪلاس ۾ بالم ٻڌجي ويهي رهي.

پر چند منٽن کانپوءِ جو واپس موٽيو، تہ سندس ماشا ئي ڦريا پيا هئا. چهري تان اها چمڪ ئي غائب هئس! بلڪ هاڻي تہ هو هيڊو ۽ وائڙو پئي لڳو. هن جي هڪ هٿ ۾ ساڳي بدنما ٽامي جي ڪٽلي هئي، جڏهن تہ ٻئي هٿ سان دل کي پڪڙيون، ٿابا کائيندو پئي آيو. هن پنهنجي دوست جي سواليہ چهري جا تاثر سمجهندي، انتهائي شديد نراسائيءَ وچان وراڻيو:

”هوءَ ندوري واپس موٽي آئي!.... سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي، تہ رات جو غلطيءَ وچان، پلجي وڃي ڪنهن ٻئي دبي ۾ چڙهي هئي. منهنجا ادا، بس وڌيڪ ڇا چوان!“

اهو حوال ڪري، بالبنسڪي چهري تي اباٽڪائيءَ ۽ ويرانيءَ جي تصوير سجائي، پنهنجي دوست آڏو بيٺو رهيو. ان وچ ۾ سندس اکيون ڳوڙهن سان پرجي آيون ۽ مڪمل سانت ڇانئجي ويئي.

”هڪ ڳالهہ چوانءِ!“ فليازڪن پابوهہ وچان، سندس ڪالر ۾ هٿ وجهي کيس چيو ۽ پوءِ پاڻ ئي وراڻيو : ” جيڪڏهن تنهنجي جاءِ تي مان هجان ها، تہ اهڙي زال کي ڇڏي پڇي وڃان ها...“

”ڇا مطلب؟“

”هوءَ پڇي نہ پڇي. تون پڇي جند ڇڏاءِ... ادا پڇي جند ڇڏاءِ!“ فليازڪن سر سان ڳائڻ لڳو.

”ها. اتي رک نہ ڳالهہ ڪي! واهہ جي صلاح ڏني اٿئي! ڇگو منهنجا منا يار، اڄ تہ توکي ٻڌايان تہ هاڻي مان ڇا ڪندس! جيڪا اسٽيشن اچڻي آهي، ان تي لهي، مان هڪ ٻيءَ غلط ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي پوندس ۽ پوءِ ان مان بہ لهي وڃي پئرس ويندڙ گاڏيءَ ۾ ويهندس. بعد ۾ ساٿس بهانو ڪندس، تہ مان پڇي وڃي غلط ريل ۾ چڙهيو هيس.. ڇگو، هاڻي الله واهي، پاڻ پئرس ۾ ملندا سين!“

(1) Xantipple سقراط جي ظالم زال جو نالو، جيڪو بعد ۾ تمثيلي طور تي هر بيرحم زائفان لاءِ استعمال ٿيندو رهيو آهي.

*انگريزيءَ مان ترجمو: انعام شيخ*

# وئيشا

جنهن زماني ۾ هوءَ جوان جماڻ ۽ وڻندڙ چهري ۽ سريلي آواز جي مالڪ هئي، هڪ ڏينهن سندس پرستار نڪولي پيٽرووچ ڪولپاڪوف سندس بارنهن- دريءَ جي پاهرئين وراندي ۾ وينو هو . گرميءَ ۽ اُبس جي انتها هئي. ڪولپاڪوف ماني کائي ۽ واهيات شراب جي سڄي بوتل پيئي فارغ ٿيو هو. سندس موڊ خراب هو ۽ طبعيت سست ۽ ٻئي ساٿا ٿيل هئا. " ان اوسيئڙي ۾ هئا ته گرمي گهٽجي ته هو اخوريءَ لاءِ وڃن.

اوچتو دروازي جي گهنٽي وڳي. ڪولپاڪوف، جيڪو ڪوٽ لاهي، .سليپر پايون وينو هو. ڇرڪجي پيو ۽ سواليه انداز ۾ پاشا ڏانهن نهاريائين .

تپالي هوندو يا ڇوڪرين مان ڪا هوندي. ڳائڻيءَ چيو.

ڪولپاڪوف کي ان جي پرواه نه هئي ته ڪو ٽپالي يا پاشا جون ساهيڙيون کيس اتي ڏسي نه وٺن . بهرحال احتياط ڪندي هن پنهنجا ڪپڙا کنيا ۽ پاسي واري ڪمري ۾ هليو ويو. پاشا درکولڻ لاءِ وڌي. هوءَ تمام گهڻي حيران ٿي جو در تي نه ٽپالي هو نه ڪا ساهيڙي، پر هڪ نامعلوم گمنام جوان ۽ سهڻي مائي بيٺي هئي، جيڪا پنهنجي ڪپڙن ۽ انداز مان شريف لڳي رهي هئي.

در تي بيٺل مائيءَ جو رنگ اڏاٽل ۽ ساه پريل هو،ڇڻ ڪنهن آڏي ابتي ڏاڪڻ تان تکي تکي چڙهي آئي هجي.

"ڇا آهي ؟" پاشا پڇيو.

مائي جواب ڏيڻ بدران هڪ قدم اڳتي وڌايو.اطمينان سان ڪمري جو جائزو ورتائين ۽ ائين ويهي رهي، ڇڻ ٿڪ يا شايد بيماريءَ جي ڪري بيهي نه ٿي سگهي . پوءِ دير تائين ڳالهائڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ سندس هيدا چپ ڦڙڪندا رهيا.

نيٺ هن پاشا ڏانهن پنهنجي وڏن وڏن ڳاڙهن ڀنل نيڻن کي تائيندي پڇيو :

"منهنجو مڙس هتي آهي ؟ "

"مڙس !؟" پاشا آهستي سان ورجايو ۽ هڪدم اهڙي سراپجي وئي جو هٿ پير ٿڌا ٿي ويس ۽ ڏڪندي ورجايائين" ڪهڙو مڙس؟"

"منهنجو مڙس ... نڪولي پيٽرووچ ڪولپاڪوف؟"

" نه...نه مائي آءُ ...آءُ ڪنهن مڙس کي نه ٿي سڃاڻان."

هڪ پل خاموشيءَ سان لنگهي ويو. اجنبي مائيءَ ڪيترائي ڀيرا پنهنجن هيڊن چپن تي رومال ڦيرايو ۽ دل جي ڌڙڪي کي دٻائڻ لاءِ ساهه روڪيائين. پاشا سندس آڏو بت جيان گم سم ٻيٺي حيرت ۽ ڊپ وچان ڪيس تڪي رهي هئي.

"سو، تون ٿي چوين تہ هو هتي ناهي؟" - مائيءَ سخت آواز ۾ هڪ خاص انداز ۾ مرڪندي ڪائنس پڇيو.

"آءُ ... مونکي خبر ناهي تہ اوهان ڪنهن جي پڇا ڳاڇا ڪريو؟"

"تون ڌڪار ڀري، حقير ۽ ذليل آهين...." اجنبي مائي پاشا کي ڌڪار ڀريل نظرن سان ڏسندي چئي. "ها، ها... تون ڌڪار لائق آهين. اهو بہ شڪر جو توکي اهو چوڻ جو موقعو تہ مليو."

اهو محسوس ڪري تہ انهيءَ باهہ جيان تپندڙ، گورين گورين نازڪ آڱرين واريءَ ڪاري پوشاڪ پهريل عورت کي هوءَ ڌڪار لائق ۽ اڻ سڌريل ٿي لڳي، پاشا کي پنهنجي پيريل ڳٽن، نڪ جي داغ ۽ مک تي پکڙيل زلفن تي، جيڪي ڦڻيءَ سان بہ قابو ۾ نہ ايندا هئا، شرم اچڻ لڳو. ڪيس من ۾ خيال جاڳيو تہ جيڪر هوءَ نازڪڙي هجي ها، ۽ سندس چهري تي سرخي ۽ منهن تي وارن جا ڇڳا لٽڪيل نہ هجن ها تہ اها ڳالهہ لکي وڃي ها تہ هوءَ "شريف" ناهي ۽ انهيءَ گمنام ۽ پراسرار مائيءَ آڏو ايڏي ڦڪي ۽ ڊنل نہ هجي ها.

مائي چوندي رهي. "منهنجو مڙس ڪٿي آهي؟ هو هتي هجي يا نہ، منهنجي آگوٺي ڪي سور! پر آءُ توکي اهو ٿي ٻڌائڻ چاهيان ٿي تہ سندس هنيل گهوٻيءَ جو راز کلي پيو آهي ۽ سندس ڳولا پئي ٿئي .پوليس هن کي پڪڙڻ ٿي چاهي .اهو سڀ ڪجهہ تنهنجو ڪارنامو آهي ."

عورت اتي ۽ گهبراهٽ مرڪمري اندر پسارڪرڻ لڳي.پاشا ڪيس گهوري رهي هئي ۽ ايتري تہ ڊنل هئي جو سندس سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ پئي آيو.

"سندس پتو لڳي ويندو ۽ هو اڄ ئي گرفتار ڪيو ويندو." مائيءَ هڏڪي ڀريندي چيو، جنهن مان پيڙاءَ ڪاوڙ بڪي ٿي." مونکي سڀ خبرآهي تہ اهي سڀ ڪنهن جا لڇڻ آهن، ڪميني، مڪروه، نڪي جي ،وئيشيا!" مائيءَ جا چپ رڳيا پئي ۽ سندس نڪ ڌڪار ۾ ڦونديل هو. آءُ بيوس آهيان، بيحيا، بدلچڻي ! ٻڌين ٿي؟...آءُ بيوس آهيان. "تون مونکان وڌيڪ وت ست واري آهين .پر منهنجي ۽ ٻارن جي سنڀال ڪرڻ وارو هو آهي. خدا سڀ ڪجهہ ڏسي پيو، اهوئي انصاف ڪندڙآهي. جيڪا ڳوڙها مون وهايا آهن ۽ جيڪي راتيون مون جاڳي گذاريون آهن، خدا ان سموري جو تو کان بدلو وٺندو. وقت ايندو جڏهن تون مونکي ياد ڪندينءَ ."

پوءِ سانت ٿي وئي. مائي ڪمري ۾ هيڏي هوڏي ڦرندي پنهنجا هٿ مهٽي رهي هئي. پاشا حيرانيءَ ۽ پريشانيءَ مان ڪيس چتائي ڏسي رهي هئي .ڪيس ڪنڪو هو تہ پڪ سان ڪا نہ ڪا مصيبت ضرور نازل ٿيڻ واري آهي .

"بيگم صاحب ! مونکي ڪجھ بہ خبر ناهي." اهو چوڻ مهل سندس نيڻن مان ڳوڙها ٽمڻ لڳا.

مائيءَ دانهن ڪندي جواب ڏنو: "تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين! " سندن اکيون پاشا ڏانهن باهہ جا الا اڇلائي رهيون هيون . " مونکي سڀ ڪجھ خبر آهي! آءٌ توکي گهڻن ڏينهن کان سڃاڻان ٿي. مونکي اها بہ خبر آهي تہ هو مهيني کن کان روز تو وٽ ايندو ويندو آهي"

چڱو! ائين ئي سهي. پوءِ ......؟ مون وٽ تہ ڪيترائي ملاقاتي ايندا آهن. پر آءٌ کين ان لاءِ مجبور ناهيان ڪندي. تنهنجو مڙس بہ پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهي."

" آءٌ چوان ٿي تہ گهوٻيءَ جو پتو لڳي ويو آهي! هن پنهنجي آفيس ۾ گهوٻي هنئي آهي. تو جهڙي ڪنهن نہ ڪم جهڙي لاءِ. تنهنجي ڪارڻ هن اهو ڏوھ ڪيو آهي!"

مائي هڪدم چپ ٿي وئي. پوءِ پڙڪو کائي چوڻ لڳي: "خبر اٿم تہ تنهنجو اخلاق ۽ مروت سان ڪهڙو تعلق! تنهنجو ڪم تہ رڳو ٻين لاءِ آفتون نازل ڪرڻ آهي. پر پوءِ سوچيان ٿي تہ اهڙي بہ ڇا ذليل ۽ خوار هوندينءَ جو تو ۾ انسانيت جو ذرو بہ نہ رهيو هوندو! ٻڌ! هو ٻارن ٻچن وارو آهي..... جيڪڏهن ڪيس ٽيپ اچي وئي ۽ ڏيھ نيڪالي ملي ويس تہ اسين بک مري وينداسين. ٻار ۽ آءٌ بہ... اهو سمجهي ڇڏ. اجان بہ موقعو آهي جو تون هن کي ۽ اسانکي پيننگ ٿيڻ کان ۽ ذلت کان بچائي وٺين. جيڪڏهن کين نو سئو روبل ڏئي ڇڏجن تہ هو سندس جند ڇڏي ڇڏيندا. رڳو نو سئو روبلن جي ڳالھ تہ آهي!"

پاشا نماڻائيءَ مان پڇيو: "ڪهڙا نو سئو روبل ؟ مونکي خبر ناهي!..... مون تہ ناهن ورتا!"

"آءٌ تو کان ڪڏهن ٿي اهي گهران؟... نہ تو وٽ ايتري رقم آهي ۽ نہ وري مونکي تنهنجن ڏوڪڙن جي لوڙ آهي. آءٌ توکان ٻيو ڪجھ ٿي گهران... مرد اڪثر ڪري تو جهڙين عورتن کي قيمتي سوکڙيون ڏيندا آهن. مونکي بس اهي ئي شيون موٽائي ڏي، جيڪي منهنجي مڙس توکي ڏنيون آهن."

"بيگم صاحب ! هن مونکي ڪڏهن بہ ڪجھ ناهي ڏنو." آهستي آهستي مائيءَ جو مقصد سمجهندي پاشا بہ واويلا ڪرڻ شروع ڪئي.

"پوءِ آخر پئسا ويا ڪيڏانهن؟ هن جيڪا پنهنجي، منهنجي ۽ ٻين جي دولت لٽائي... اها ڪٿي دفن ڪئي اٿائين؟ ٻڌ! آءٌ عرض ٿي ڪريان ! مون ڪاوڙ ۾ توکي گهٽو ئي گهٽ وڌ ڳالهايو، ان جي لاءِ معافي ٿي گهران. مونکي خبر آهي تہ توکي مونکان ڌڪار هوندي، پر جيڪڏهن تو ۾ رتي بہ همدردي آهي تہ منهنجي حالت جو اندازو ڪر. آءٌ توکي ايلاز پئي ڪريان تہ اهي سموريون شيون مونکي موٽائي ڏي."

ڪجھ سوچي پاشا ڪلها چنڊيا. "آءٌ خوشيءَ سان ڏئي ڇڏيان ها، پر خدا شاهد آهي تہ هن مونکي ڪڏهن بہ ڪجھ ناهي ڏنو. قسم ٿي کاوان، مونتي ويساھ ڪر!

بيشڪ. اوهين سچ ٿيون چئو. مونکي هاڻ ياد آيو آهي." ڳائڻيءَ گهبرائيندي چيو. "
هن مونکي بہ معمولي شيون ڏنيون هيون. چئو تہ اهي ڏئي ڇڏيانو. "
پاشا سينگار - ميز جو هڪ خانو کوليو ۽ ان مان هڪ ڪوڪلي سوني چوڙي ۽ هڪ هلڪي ياقوتي منڊي ڪڍيائين.
"هي وٺو بيگم صاحبہ !"
مائيءَ جو چهرو تپجي ويو ۽ ڪاوڙ ۾ ڏڪڻ لڳي. ڪيس اها حرڪت اگري لڳي هئي.
"ڇا پئي ڏئين؟ آءٌ بيک نہ پئي گهران. اهي شيون ٿي گهران جيڪي تنهنجيون ناهن.... جيڪي تو منهنجي ڪمزور ۽ ناخوش مڙس کي بيوقوف بڻائي ڦٻايون آهن.. خميس تي مون توکي هوا بندر تي هن سان گڏ ڏٺو هو. توکي قيمتي برچ ۽ چوڙيون پهريل هيون. معصوم بڻجڻ جي ڪا ضرورت ناهي! آخري ڀيرو ٿي چوانءِ. شيون ڏينديئن ۽ يا نہ؟"
پاشا پڙڪندي چيو: "اوهين بہ ڪمال ٿيون ڪريو. پڪ ڄاڻو تہ انهيءَ چوڙيءَ ۽ منڊيءَ ڪانسواءِ مون اوهانجي نڪولي پيٽرووچ جي ڪابہ شيءِ ناهي ڏني. هو تہ منهنجي لاءِ رڳو منا ڪيڪ آ ڻيندو هو."
آيل مائي ڪلڻ لڳي. "منا ڪيڪ. گهر ۾ ٻار معمولي مانيءَ لاءِ پيا سڪن ۽ هتي اوهان لاءِ منا ڪيڪ ٿا آندا وڃن! سو. شيون واپس ڪرڻ کان انڪار ٿي ڪرين؟"
جواب نہ ملڻ تي مائي ويهي رهي ۽ خلا ۾ نظرون کپائي سوچڻ لڳي.
"هاڻ ڇا ڪجي؟ جيڪڏهن نو سئو روبل نہ مليا تہ هو برباد ٿي ويندو. ۽ ٻار ۽ آءٌ بہ تباهہ ٿي ويندا سين. هن ذليل عورت کي ماري ڇڏيان يا سندس آڏو گوڏن ڀر جهڪي پوان؟"
مائيءَ رومال وات تي رکيو ۽ سڏڪن ۾ پئجي وئي.
"آءٌ منت ٿي ڪريان!" هوءَ سڏڪا ڀريندي چئي رهي هئي. "تو منهنجي مڙس کي ڦريو. تاراج ڪيو. هاڻ انکي بچاءِ... هن جو خيال نہ ٿي ڪرين تہ ٻار ... ٻار... ٻارن تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي؟"
پاشا جي اکين آڏو بک ۾ بيحال. رستي تي بيٺل ٻارن جي تصوير ڦرڻ لڳي ۽ هوءَ بہ سڏڪا ڀرڻ لڳي.
"بيگم صاحبہ ! مونکي توهين ئي ٻڌايو تہ آءٌ ڇا ڪريان؟ اوهان چئو ٿيون تہ آءٌ ذليل آهيان. مون پيٽرووچ کي تاراج ڪري ڇڏيو آهي. پر آءٌ پڪ ٿي ڏياريانوَ... خدا جو قسم ! مون کي هن وٽان ڪڏهن ڪجهہ بہ نہ مليو آهي... اسانجي ٽولي ۾ رڳو هڪ ڇوڪريءَ جو چاهيندڙ مالدار آهي. باقي سڀني جو دال روٽيءَ جو ئي ڏکيو گذارو ٿو ٿئي. نڪولائي پيٽرووچ تمام گهڻو پڙهيل لکيل ۽ مانائتو شخص آهي. انڪري ئي مون سندس خاطر ڪئي. شريف ماڻهن جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ تہ اسانجو فرض آهي!"
"آءٌ شيون پئي گهران! منهنجي مڙس جون ڏنل شيون واپس ڪر! آءٌ روئان پئي... تو آڏو پنهنجو پاڻکي نيچ پئي ڪريان.. چوين تہ تنهنجي آڏو گوڏن ڀر جهڪي پوان. جيڪڏهن تون چوين تہ ....!"

پاشا چرڪ پريندي دانهن ڪئي ۽ هوا ۾ هٿ هلائڻ لڳي. ڪيس خيال آيو تہ اها هيڊي رنگ واري سهڻي مائي، جيڪا ائين ڳالهائي رهي آهي، ڄڻ اسٽيج تي ڪو ناٽڪ ڪري رهي هجي، واقعي رڳو پنهنجو پاٽڪي اعليٰ ڏيکارڻ، شان واري ظاهر ڪرڻ ۽ پنهنجو ڳاٽ اوچو ڪرڻ لاءِ، ڳائڻيءَ کي ذليل ڪرڻ لاءِ، هن آڏو گوڏن ڀر جهڪي بہ پوندي.

پاشا اڪيون اگهندي چيو، " چڱو نيڪ آهي، سوڪڙيون پاڪڙيون ڏئي ٿي ڇڏيان! شوق سان ڪٺي وڃ . پر اهي نڪولائي پيتروويچ جون ڏنل ناهن... بين مهربانن جون ڏنل آهن. جيڪا تنهنجي مرضي...... "

پوءِ ميز جو مٿيون خانو کوليائين، هڪ هيري وارو برچ، هڪ مرجان وارو هار، ڪجهہ منڊيون ۽ چوڙيون ڪڍيائين ۽ سموريون شيون مائيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائين.

"من چاهيو تہ اهي ڪٺي وڃو. پر اوهانجي مڙس مونکي ڪڏهن ڪجهہ بہ ناهي ڏنو. اهي ڪٺي وڃي شاهوڪار ٿيءُ" گوڏن ڀر جهڪڻ واري ڌمڪيءَ ڪان چرڪندي پاشا چوندي رهي، "جيڪڏهن اوهين واقعي ڪا شريف خاتون... هن سان پرڻيل آهيو، تہ انکي پاڻ وٽ رکو، جي ها! آءُ ڪيس سڏڻ نہ وئي هئس، هو پنهنجي سر ئي مون وٽ آيو هو."

ڳوڙها ڳاڙيندي مائيءَ سمورين شين جو جائزو وٺندي چيو :

"اهي ڪافي ناهن... انهن جا تہ پنج سئو روبل بہ نہ ملندا.

پاشا جوش ۾ اچي هڪ سوني واچ، هڪ سگارڪيس ۽ ڪف جا بٽڻ ڪڍي اڇلائي ڏنس ۽ پوءِ هٿ ايو ڪري چيائين :

"هاڻ مون وٽ ڪجهہ بہ ناهي رهيو... وٺيو تہ تلاشي وٺو."

مائي ٿڌو ساهہ ڀريو. ڏڪندڙ هٿن سان سموريون شيون رومال ۾ ويڙهيائين ۽ ماٺ ميٺ ۾ اٿي هلي وئي، موڪلايائين بہ نہ.

پاسي واري ڪمري جو در کليو ۽ ڪولپاڪوف داخل ٿيو. سندس چهرو لٿل هو ۽ ڪنڌ ائين تڻ سبب لڏي رهيو هو ڄڻ ڪائي ڪڙي شيءِ ڳهي ويو هجي. اکيون ڳوڙهن سان ڀنل هئس.

پاشا مٿس جهل ڪئي: "تو مونکي ڪهڙيون سوکڙيون ڏنيون آهن؟ ڪڏهن ڏنيون اٿئي، ٻڌاءِ تہ سهي؟"

ڪولپاڪوف ڪنڌ ڌوڻي جواب ڏنو، "سوکڙيون... سوکڙين جي ڪهڙي ڳالهہ آهي! هوءَ تو آڏو رني ، پنهنجو پاٽڪي ذليل ڪيائين....."

پاشا بيهر رڙ ڪري پڇيو. " آءُ ٿي پڇان ، تو مونکي ڪهڙيون سوکڙيون ڏنيون آهن؟"

"خدا جي مار! هوءَ هڪ شريف زادي، ايڏي خوددار ۽ اهڙي نيڪ.. هوءَ هن ذائڻ آڏو گوڏن ڀر جهڪڻ لاءِ تيار هئي ! ۽ اهي سمورا منهنجا ڪرتوت آهن! هن کي ان حال تي مون ئي رسايو!"

پنهنجو مٿو هٿن ۾ جهلي هو ڪنجهڻ لڳو.

”پنهنجو اهو ڏوهه ڪڏهن به نه وساريندس ! پنهنجي اها غلطي ڪڏهن به معاف نه ڪندس ! مونکان پري ٿي.... ذليل مخلوق !“ هن ڏڪار پرئي طريقي سان پاشا جي پير مان هٿندي ۽ ڪنبندڙ هٿن سان ڪيس ڌڪو ڏيندي چيو . ”خدا جي مار! هوءَ گوڏن پر جهڪڻ واري هئي ۽ اهو به هن آڏو!“

هن تڪڙ تڪڙ ۾ ڪپڙا پاتا ۽ ڌڪار مان پاشا کي ڌڪيندو دروازي ڏانهن وڌيو ۽ ٻاهر نڪري ويو.

پاشا ليٽي پئي ۽ زور زور سان ڇڪو ڪرڻ لڳي. ڪيس افسوس پئي ٿيو ته هن جوش ۾ اچي پنهنجون شيون ڇو ڏئي ڇڏيون! هن جا احساس گهايل هئا. ڪيس ياد آيو ته ڪيئن ٽي سال اڳ هڪ واپاريءَ بنا ڪنهن سبب جي ڪيس مار ڪدي هئي ۽ هوءَ اجا به زور زور سان روئڻ لڳي.

# ڪتي واري مائي

هر ڪنهن وات هڪ ئي وائي هئي تہ ساحلي رستي تي هڪ نئون مک نروار ٿيو آهي، ڪا مائي آهي جيڪا ڪتي کي پاڻ سان گڏ رکي ٿي. دميتري دميترچ گوروف، يالٽا ۾ ٻن هفتن کان رهڻ ڪري هتان جي طور طريقن جو علادي ٿي چڪو هو ۽ نون ايندڙن ۾ هن بہ دلچسپي وٺڻ شروع ڪري ڏني هئي. هو ويرنا جي ڪليل ميدان واري هوٽل ۾ ويٺو هو جو ڪيس ساحلي رستي تي پسار ڪندڙ هڪ نوجوان مائي نظر آئي. متي تي ننڍي گول ٽوپي ۽ سونهري وارن واري عورت جنهن جو قد ڪو خاص ڊگهو نہ هو ۽ سندس پويان اڇو پو ميراني گلر آهستي آهستي ڊڪندو پئي ويو.

پوءِ ڪيترائي ڀيرا اها عورت ڪيس پارڪ يا چوڪ ۾ نظر اچڻ لڳي. سدائين اڪيلي، هميشہ متي تي ساڳي ٽوپي ۽ پويان ڊڪندڙ ننڍڙو گلر. ڪنهن کي بہ ڄاڻ نہ هئي تہ هوءَ آهي ڪير، ماڻهو سندس ذڪر رڳو ”ڪتي واري مائي“ چئي ڪندا هئا.

”جيڪڏهن هتي سندس مڙس ناهي ۽ دوست يار بہ ناهن تہ پوءِ ساڻس عليڪ سليڪ پيدا ڪرڻ ۾ ڪا خرابي ناهي.“ گوروف سوچيو.

گوروف اڃا ڄمار جا چاليهہ سال بہ پورا نہ ڪيا هئا پر ٻارهن سالن جي نينگريءَ اسڪول وڃڻ جي ڄمار جي ٻن پٽن جو پيءُ هو. اصل ۾ سندس شادي ئي ننڍڙي ڄمار ۾ ٿي هئي. جڏهن هو ڪاليج ۾ ٻي سال جو شاگرد هو ۽ هاڻ سندس زال هن جي پيٽ ۾ گهٽي وڏي لڳندي هئي. ڪارن پروڻ ۽ سڌي، ڊگهي قد واري اها باوقار ۽ رعبدار عورت پنهنجو پاڻ کي ”مفڪر“ چوندي هئي. ڪيس پڙهڻ جو تمام گهڻو شوق هو، پنهنجي خطن ۾ ڪجهہ لفظن جي جديد صورتخطي لکندي هئي ۽ مڙس کي دميتري بدران ديميتري سڏيندي هئي. گوروف دل ئي دل ۾ ڪيس ڪم ظرف، تنگ نظر ۽ بد لباس تصور ڪندو هو پر ڪانئس ڊڄندو بہ تمام گهڻو هو ۽ گهر ۾ وڌيڪ وقت گذارڻ ڪيس وڻندو نہ هو. زال سان بي وفائي ڪي جنهن جي شروعات هو گهڻو اڳ ڪري چڪو هو هاڻ تہ پنهنجو ڌرم ٻڌائي چڪو هو ۽ پڪ سان اهوئي سبب هو جو عورتن جو ذڪر هو تمام گهٽي ڌڪار سان ڪندو هو ۽ ڪين ”ادنا نسل“ سڏيندو هو.

سندس خيال هو تہ ڪوڙن تجربن مان هن جيڪي اڻ ڳڻيا سبق پرايا هئا انهن جي آزار تي هو عورتن کي جيڪي من ۾ اچيس چئي پئي سگهيو، پر انهيءَ ”ادنا نسل“ بنان هو هڪ ڏينهن بہ جيئرو نٿي رهي سگهيو. مردن جي سنگت ۾ سندس من ڪومائجي

ويندو هو ۽ سدائين ساڻن بي رخيءَ سان پيش ايندو هو ۽ ساڻن نالي ماتر ڪچهري ڪندو هو پر عورتن ۾ ويهي ڪيس تمام گهڻو سڪون ملندو هو. ڪيس خبر هئي ته ڪين ڇا ڇوڻ گهرجي، ساڻن ڪيئن پيش اچڻ گهرجي ۽ هنن سان خاموش ويٺو رهڻ ۾ به ڪنهن اڻنگي پٽيءَ جو احساس نه ٿيندو هو. سندس شڪل صورت ۽ مزاج ۾ ڪا اهڙي پراسرار دلڪشي هئي جيڪا عورتن تي جادو ڪري ڇڏيندي هئي ۽ اهي مٽس مهربان ٿي ويندڙيون هيون. ڪيس انهيءَ ڳالهه جو پتو هو ۽ خود ڪيس ڪا اڻ ڏٺي سگهه عورتن ڏانهن ڇڪي ويندي هئي.

هر هر جي ڪوڙن تجربن مان هو ڪڏهونڪو سکي چڪو هو ته هر نئون نينهن جو پنهنجي شروعاتي ڏينهن ۾ روزمره جي زندگيءَ کي خوشگوار مرحلن سان جوڙيوال ڪندو هو ۽ تمام گهڻي من موهيندڙ هلڪي ڦلڪي تفريح پائيندو هو. شائسته ماڻهن لاءِ خاص طور تي ماسڪوواسين لاءِ جيڪي تمام گهڻا غيرمستقل مزاج ٿيندا آهن ۽ تڪڙ ۾ فيصلو نه ڪري سگهندا آهن. اٽڪر طور تي انتهائي الجهيل مسئلي جي روپ ڌاري اهڙي اينائيندڙ صورتحال پئدا ڪندو هو جيڪا برداشت ڪرڻ جوڳي نه هئي. پر ڪنهن من موهڻي وينگس سان ڏيٺ ويٺ ٿيندي ئي هو ڪوڙن تجربن جي انهيءَ سبق کي وساري ويهندو هو. جيون کي ماڻڻ جي خواهش اندر ۾ جاڳي اٿندي هيس ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر ڪيس سڀ ڪجهه تمام گهڻو سولو ۽ دلچسپ محسوس ٿيڻ لڳندو هئس.

خير، سو هڪ ڏينهن سانجهيءَ جو هو پارڪ جي ريسٽورنٽ ۾ ماني ڪائي رهيو هو جو اها مائي مٿي تي پنهنجي ننڍي گول ٽوپي رکي پسارڪندي آئي ۽ پاسي واري ميز تي ويهي رهي. چهري جي تاثرن، چال، پوشاڪ ۽ وارن جي سينگهار مان گوروف ڪا ٿو لڳايو ته اها مائي مٿين طبقي جي آهي، پرڻيل آهي، يالٽا پهريون ڀيرو آئي آهي ۽ هاڻ اتان سندس من ڪٺو پيو ٿئي.... يالٽا ايندڙن جي خراب چال چلن جي داستانن ۾ حد کان وڌيڪ لباڙ کان ڪم ورتو ويندو آهي ۽ گوروف انهن داستانن کي اهو ڄاڻي ڌرو به اهميت نه ڏني هئي ته ان معاملي کي وڌائي چڙهائي گهڻو ڪري انهن ماڻهن پيش ڪيو آهي جن ۾ گناهه ڪرڻ جو ڍنگ هجي ها ته هو پاڻ راضي خوشي راهه ڪان بي راهه ٿي وڃن ها. جڏهن اها مائي پرسان واري ميز تي ويهي رهي ته سولاٽي سان پيار جي ڄار ۾ ڦاسائڻ ۽ جبلن تي گهمڻ ڦرڻ متعلق اهي داستان ڪيس ياد اچي ويا ۽ ان عورت سان ڪجهه ڏينهن واري واقفيت جا جنهن جو ڪيس نالو به نه ايندو هو، پريم جو دلڪش خيال سندس ذهن تي حاوي ٿي ويو.

هن پوميراني ڪتي کي پيار سان ٻچڪاريو ۽ جڏهن ويجهو آيس ته ان کي پنهنجي آڱر هنيائين. ڪتو هلڪڙي آواز ۾ پونڪيو ته گوروف ٻيهر آڱر هنيس.

مائي هن ڏانهن ڏنو پر ٻئي پل ئي نيڻ نوائي ڇڏيائين.

ڏاڙهيندو ناهي. هن ڳالهايو ۽ سندس مک تي حياءَ جون ريکائون ڇانئجي ويون.

"آءُ هن کي هڏي ڏئي سگهان ٿو." گوروف پڇيو ۽ مائي جي هاڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻڻ تي هن دوستاڻي لهجي ۾ اضافو ڪيو. "اوهانکي يالٽا آئي گهڻا ڏينهن ٿيا آهن؟"

"اهيئي ڪي پنج ڇهه ڏينهن."
" ۽ آءٌ تہ جيئن تيئن ڪري ٻيو هفتو گذاري رهيو آهيان."
ٿورڙي دير لاءِ ٻئي خاموش رهيا.
"ڏينهن تيزيءَ سان گذرندا ٿا رهن پر هتي جيءُ ڪيڏو ٿو منجهي!" هن گوروف ڏانهن ڏسڻ بنان چيو.
"اهو ڇونہ تہ عام ڳالهہ تي وئي آهي تہ هيءَ جاءِ تمام گهڻي غيردلچسپ آهي. ماڻهو بيليوايازيردار جهڙن دنيا کان الڳ ٿلڳ ڳوٺن ۾ جيءُ منجهڻ جو روئڻ تہ ڪونہ ٿا روئن پر هتي پهچندي ئي شڪايتون ڪرڻ ٿا لڳن." توبهن! ڪيڏي بي لطفي آهي! توبهن زاري ڪيڏي ڏوڙ ٿي اڏامي هتي! ائين لڳندو آهي تہ ڄڻ سڌو گريناڊا کان ئي پيا اچن!"
هوءَ کلي پئي. پوءِ ٻئي ماٺ ميٺ ۾ بلڪل اوپرن ماڻهن وانگر ماني کائڻ لڳا. مانيءَ کانپوءِ ٻئي گڏجي هوٽل مان نڪتا ۽ هلڪي ڦلڪي کل يوڳ واريون ڳالهيون ڪندا رهيا. آزاد ۽ آسودن ماڻهن جون ڳالهيون. جن تي انهيءَ سان ڪو فرق نٿو پوي تہ هو ڪيڏانهن وڃن يا ڇا جي متعلق ڳالهيون ٿا ڪن. هو پسارڪري رهيا هئا ۽ سمونڊ تي پونڌڙ عجيب غريب روشنيءَ تي تبصرا ڪري رهيا هئا. پاڻي هلڪي ميرانجهڙي رنگ جو ۽ تمام گهڻو نرم ۽ جهونگاريندڙ لڳي رهيو هو ۽ ان تي چانڊوڪي سونهري چادر وانگر پکڙيل هئي. هو ڇئي رهيا هئا تہ گرم ڏينهن کانپوءِ فضا ۾ ڪيڏي اٻس آهي. گوروف کيس ٻڌايو تہ هو ماسڪو جو رهواسي آهي، ٻولين جي علم جو ماهر آهي پر هڪ بئنڪ ۾ ڪم ڪندو آهي، هڪ ڀيرو ڪنهن پرائيويٽ اوپيرا ڪمپني ۾ ڳائڻي جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ لاءِ بہ تربيت حاصل ڪئي هئائين پر پوءِ ارادو مٽائي ڇڏيائين ۽ اهو تہ ماسڪو ۾ هو ٻن گهرن جو مالڪ آهي ۽ مائي کان ان اها ڄاڻ هٿ ڪئي تہ هو پلي نيٺي تہ پٽيرس برگ ۾ هئي پر پرڻي ايس شهر ۾ هئي جتي هو گذريل ٻن سالن کان رهيل آهي. يالٽا ۾ اجا هڪ مهينو وڌيڪ گذاريندي ۽ اهو تہ شايد سندس مڙس بہ يالٽا اچي ڇاڪاڻ جو کيس بہ آرام جي ضرورت آهي. هوءَ پڪ سان ٻڌائي نہ سگهي تہ سندس مڙس صوبائي ڪائونسل جو ميمبر آهي يا زيمستوو بورڊ جو ۽ انهيءَ اڻڄاڻائي تي هن پنهنجو پاڻ تي چٿر پڻ ڪئي. گوروف کي سندس نالي جو بہ پتو پيو. جيڪو آنناسرگيئونا هو.
گوروف پنهنجي ڪمري ۾ واپس پهچي؟ هن بابت سوچڻ لڳو ۽ کيس پڪ ٿي وئي تہ ايندڙ ڏينهن بہ هن سان گڏجاڻي ٿيندي. اهو تہ اٽڙ هو. هو سمهڻ لاءِ ليٽيو تہ کيس خيال آيو تہ ڪجهہ وقت اڳ تائين هيءَ مائي بہ ائين اسڪول جي شاگرديائي هئي جيئن هاڻ سندس ڌيءَ آهي ۽ تڏهن کيس ياد آيو تہ خود سندس هڪ اوپري مرد سان آننا سرگيئونا جي ڳالهين ڪرڻ جي انداز ۾ کلڻ جي انداز ۾ حيا ۽ هٻڪ کان وڌيڪ هئي. گوروف سوچيو تہ شايد هوءَ پنهنجي زندگي ۾ پهريون ڀيرو اهڙي ماحول ۾ اڪيلي آهي، جتي مرد دلين ۾ رڳو هڪڙي ئي سڌ سانڍي سندس پويان لڳي سگهن ٿا، مٿس نيڻ نڇاور

ڪري سگهن ٿا. ساڻس ڪچهري ڪري سگهن ٿا ۽ هو سندن اڏمن کي بہ آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿي. پوءِ گوروف کي سندس نرم ۽ نازڪ ڊيل جهڙي ڳچي ۽ من موهيندڙ ڀورا نيڻ ياد آيا.

”پر نہ ڄاڻ ڇوهوءَ رحم جوڳي لڳي ٿي“ هو اهو سوچي سمهي رهيو.

پهرين گڏجاڻيءَ کي هڪ هفتو لنگهي چڪو هو. اڄ ڪنهن تهوار جو ڏينهن هو. گهرن ۾ سخت اُبس ۽ گهٽ محسوس ٿي رهي هئي. پر ٻاهر مٽي ۽ ڌوڙ جا ڪڪر پکيڙيندڙ اهڙيون تيز هوائون پئي لڳيون جو مٿن تان ٽوپيون ٿي اڏاڻيون. اڄ وگهي نڙيءَ ۾ ڪنڊا ٿي چڀيا ۽ گوروف ڪليل ميدان واري هوٽل ۾ هر هر وڃي آناسرگيئونا لاءِ ڪڏهن گلن جو عرق ٿي ورتو تہ ڪڏهن وري آئيسڪريم ٿي ڪارايائنس.

سانجهيءَ جو هوائون ڪجهہ جهڪيون ٿيون تہ هو ٻئي اسٽيمرجي اچڻ جو ڏيک ڏسڻ لاءِ ڪناري ڪان سمونڊ جي اندر تائين نهيل پل تي ويا. سوارين جي لهڻ چڙهڻ واري هنڌ تي چڱي خاصي رش هئي، ماڻهو چهل قدمي ڪري رهيا هئا ڪن جي هٿن ۾ گلدستا هئا ۽ هو پڪ سان ڪنهن جو آڌرڀاءُ ڪرڻ آيا هئا. يالٽا جي پلوڙ لباس واري هجوم جون بہ خصلتون هتي بہ پڌريون هيون. سهٽيون ۽ جوان جماڻ نظر اچڻ جو فڪر ڪندي رنگبرنگي ڪپڙن ۾ پوڙهيون عورتون ۽ فوجي جنرل هر پاسي ڏيکاءُ ڏئي رهيا هئا.

سامونڊي واچوڙي ڪري اسٽيمر گهڻي دير سج لٿي ڪانپوءِ آيو ۽ ڪجهہ دير تائين هيڏانهن هوڏانهن مڙڻ ڪانپوءِ ئي سواريون لاهڻ واري هنڌ تي پهچي سگهيو. آنا سرگيئونا پنهنجي ڊگهي دستي واري عينڪ وسيلي مسافرن جو ائين جائزو وٺندي رهي ڄڻ ڪنهن واقفڪار کي ڳوليندي هجي. پوءِ جڏهن هو گوروف ڏانهن مڙي تہ سندس اکيون چمڪي رهيون هيون. هوءَ تڪڙو تڪڙو ڳالهائڻ لڳي، جلدي جلدي سوال ڪرڻ ۽ هڪدم وسارڻ لڳي تہ هن ڇا پڇيو هو. پوءِ هن رش ۾ ڪٿي پنهنجي عينڪ بہ ڪيرائي وڌي.

ٺاهوڪڙن ڪپڙن وارو هجوم ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳو. ماڻهن جا چهرا هاڻ نظر نہ پئي آيا. هوائون بلڪل بند ٿي ويون هيون ۽ گوروف ۽ آنا سرگيئونا پنهنجي جاءِ تي ائهي اوسيئڙي ۾ بيٺا هئا تہ اسٽيمر مان ڪو ٻيو تہ لهي نٿو آنا هاڻ بلڪل ماٺ هئي. ٿوري ٿوري دير ڪانپوءِ پنهنجي گلن کي سنگهي رهي هئي پر گوروف سان اکيون نہ ملائي رهي هئي.

”سانجهہ ڪجهہ بهتر ٿي وئي آهي. گوروف چيو ”هاڻ ڪيڏانهن هلون؟ بگهي ۾ ڪجهہ دير سير ڪريون؟“ هو ماٺ ئي رهي.

تڏهن گوروف سندس مک تي پنهنجون نظرون کپائي ڇڏيون، اوچتو ڪيس ڀاڪرن ۾ ڀري چپ چميائين ۽ گلن جي سرهاڻ ۽ تازگي سندس وجود ۾ سمائجي وئي، پر هڪدم گهبرائجي پوئتي ڏٺائين. ڪير ڏسي تہ نٿو؟

”اچو، اوهان ڏانهن ٺاهلون....“ هن سرٻاٽ ۾ چيو ” هو ٻئي تڪا تڪا پير کڻندا هلڻ لڳا.

آننا سرگيئونا جي ڪمري ۾ گهڻ محسوس ٿي رهي هئي. ڪنهن عطر جي سرهاڻ وکريل هئي جيڪو هن جاپاني دڪان تان ورتو هو. گوروف هن ڏانهن ڏسندي من ئي من ۾ سوچيو. "جيون ۾ بہ ڪهڙيون ڪهڙيون ملاقاتون ٿيون ٿين!" ڪيس ياد آيو تہ ماضيءَ ۾ سندس زندگي ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون عورتون اچي چڪيون آهن. انهن مان ڪي بي فڪر ۽ سٺي مزاج واريون هيون جيڪي پيار ڪرڻ سان ٺٺڙي پونديون هيون. ٿورائتيون ٿينديون هيون تہ هن کين سرهائي ڏني. پوءِ پل اها ٿورڙي وقت لاءِ ئي ڇو نہ هجي. ڪجهہ ٻيون عورتون بہ هيون ۽ انهن ۾ سندن زال بہ هئي. جن جون ڇڪ ڇميون غير مخلصاڻيون، بناوٽي اٿل پٿل واريون ۽ بلڪل غير ضروري ڊگهين ڳالهين سان ڀريل هونديون هيون ۽ جن جي چهرن جي ڪيفيت اهو چوندي لڳندي هئي تہ اهو رڳو پريت يا اڏمن جي تسڪين ئي ناهي پر ڪا وڏي اهم ڳالهہ آهي ۽ بہ ٽي تمام گهٽيون سهٽيون ۽ ٿڌي مزاج واريون عورتون بہ هيون، جن جي چهرن تي ڪڏهن شڪاري پکين جهڙي بيرحمي جرڪندي هئي، جيڪا سندن انهيءَ آزادي کي ظاهر ڪندي هئي تہ زندگي جيترو ڏئي سگهي ٿي ان کان وڌيڪ ئي ڦري وٺڻ چاهين ٿيون. اهي عورتون جيڪي جوانيءَ ٻهرين ٽا ڪن ڪان گذري آيون هيون، هلڪڙيون، نامعقول، حڪم هلائيندڙ ۽ گهٽ عقل هيون ۽ پنهنجن اندرين ڪپڙن جي ڪنارن تي لڳل ڪلف وانگر لڳنديون هيون.

پر هتي اجا نوجواني ۽ ناتجربيڪاريءَ واري لڄ بہ ڇٽي پٽي هئي ۽ ماحول ۾ ڪجهہ اهڙي گهٻراهٽ جو احساس ٿئي ٿيو. ڇڻ ڪنهن هينئر هينئر دروازو کڙڪايو هجي. جيڪي ڪجهہ ٿي چڪو هو انکي آننا سرگيئونا "ڪتي واري مائي" تمام گهڻو سنگين معاملو سمجهڻ تي لڳي ڇڻ سندس لڄ لٽجي وئي هجي ۽ سندس اهو ردعمل گوروف کي عجيب ۽ پريشانيءَ وارو لڳو. سندس منهن جو پنو لهي ويو هو ۽ ڊگها ڊگها وار ٻنهي ڳلن تي سوڳ ۾ لٽڪي رهيا هئا. هوءَ اداس ۽ خيالن ۾ وچايل هئي ۽ پنهنجي انداز ۾ اڳوڻن وقت جي ڪنهن چترڪار جي ناهيل لڄ لٽايل ڪنهن عورت جو چتر لڳي رهي هئي.

"اهو تہ تمام گهڻو خراب ٿيو." نيٺ هن ڳالهايو. هاڻ تہ توهان منهنجي عزت ئي نہ ڪندا.

ميز تي هڪ گدرو رکيل هو. گوروف انجي هڪ ڦار ڪپي آهستي آهستي کائڻ لڳو. پوءِ ڪمري ۾ اڌ ڪلاڪ کن ٺائين سانت ڇانيل رهي.

آنناسرگيئونا جي حالت تمام گهڻي رحم جوڳي ۽ اهڙي پولي پالي شريف عورت جي پاڪ دامنيءَ جي تصوير هئي جنهن کي زندگيءَ جو ڪو خاص تجربو نہ هو. ميز تي ٻرندڙ واحد ميڻ بتي جي روشني سندس چهري کي مشڪل سان جرڪائي رهي هئي پر چٽي طرح لڳو پئي تہ هو ڏکياري آهي.

"تنهنجي عزت ڇو نہ ڪندس؟" گوروف پڇيو "توکي پتو ئي نٿو لڳي تہ تون ڇوين چاپئي."

"خدا مونکي معاف ڪري!" هن پنل نيڻن سان کيس ڏسندي چيو "ڪيڏي ڀوائتي ڳالهہ آهي."

هرويرو پنهنجو پاڻ کي نيڪ سمجهڻ لاءِ پئي پتوڙين.

"پنهنجون پاڻ کي نيڪ ڪيئن ٿي سمجهي سگهان؟ آءٌ بد بدڪار ۽ بدلجڻي آهيان. پنهنجي وجود کان ئي تنگ آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي نيڪ سمجهڻ جي ذرڙي به لوڙ نه اٿم. ڏوڪو پنهنجي مڙس کي نه پر پنهنجو پاڻ کي ڏنو اٿم. رڳو هينئر نه پر ڪيتري ئي وقت کان پنهنجو پاڻ کي ڏوڪو ڏيندي پئي اچان. منهنجو مڙس شايد ايماندار ۽ نيڪ ماڻهو آهي پر پٽيوالو آهي پٽيوالو! اها به خبر ڪونه اٿم ته هو پنهنجي آفيس ۾ ڪم ڪهڙو ڪندو آهي پر ايتري خبر ضرور اٿم ته هو پٽيوالو آهي. شاديءَ مهل منهنجي عمر ويهه سال هئي. منهنجي ذهن ۾ هوراڪورا لڳل هئي ۽ آءٌ ڪنهن عاليشان شئي جي ڳولا ۾ هئس. مون سوچيو ته پڪ سان هن کان وڌيڪ سٺي به ڪا زندگي هوندي، جيڪا آءٌ گذارڻ چاهيان ٿي. مون جيئن ٿي چاهي جيئڻ !.... ذهني هوراڪورا مونکي سڪون سان ويهڻ نه ڏنو.... اوهين انهيءَ ڪيفيت کي ڪڏهن به سمجهي نه سگهندا پر خدا جو سونهن! منهنجي لاءِ پنهنجو پاڻ تي قابو رکڻ ناممڪن ٿي ويو هو. مونکي ڪابه شئي روڪي نه سگهي، مڙس کي چيم ته بيمار ٿي پئي آهيان ۽ هيڏانهن هلي آيس... ۽ هتي... هتي ائين هيڏانهن هوڏانهن رلڻ لڳس جڻ ڪنهن جن جو پاڇو هجيم. ديواني ٿي پئي آهيان ۽ هاڻ هي رهيس آءٌ، ڪريل ۽ ڪنهن نه ڪم جي جنهن کي ڪير به نڪاري سگهي ٿو."

گوروف اهو سڀ ڪجهه بيزاريءَ وچان ٻڌو. ڪيس ساي پئي ۽ پشيماني جون اهي ڳالهيون تمام گهڻيون غيرمتوقع ۽ بي وقتائتيون لڳي رهيون هيون. مائي جي اکين ۾ ڳوڙها نه هجن ها ته سوچي سگهجي پيو ته اهو سڀڪجهه رڳو مذاق آهي يا وري هوءَ ڊرامو پئي ڪري.

"مون کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه پيو اچي" هن آهستي سان چيو. "نيٺ به تون چاهين ڇا ٿي؟"

هن پنهنجو چهرو گوروف جي ڇاتيءَ ۾ لڪايو پوءِ ڪيس چنبڙي وئي.

"منهنجي ڳالهه جي خاطري ڪريو، منٿ ٿي ڪريان، پڪ ڄاڻو ...." هن چيو "جيون ۾ جيڪي ڪجهه آهي، پاڪ ۽ صاف آهي ان سان پيار ۽ بدي سان نفرت ٿي ڪريان. مونکي ناهي خبر ته آءٌ اهو سڀ ڪجهه ڇا پئي ڪريان. عام ماڻهو چوندا آهن. شيطان ورغلايو هو. هاڻ اهائي ڳالهه آءٌ پنهنجي باري ۾ چئي پئي سگهان. شيطان ئي وڌو."

"هاڻ رهڻ به ڏي..." گوروف چين ۾ پٽڪيو.

هن آنناسرگيئونا جي پترايل ڊنل اکين ۾ پنهنجون اکيون کپائي ڇڏيون. ڪيس چميائين، پنهنجا ائپ وارن لفظن ۾ آٿت ڏنائينس ۽ آهستي آهستي هوءَ پر سڪون ۽ هشاش بشاش ٿي وئي. ٻئي کلڻ لڳا.

ڪجهه دير ڪانپوءِ ٻئي ٻاهر نڪتا ته ڪناري وارو رستو بلڪل ويران ٿي چڪو هو. شهر ۽ سندس سروءَ جا وڻ ڪنهن ميت جيان بي حس ۽ بي حرڪت هئا. پر ڪناري

سان ٽڪرائجندڙ لهرن اجا بہ آسمان مٿي تي ڪٽي چڙهيو هو. مهاڻن جي ڪا ٻيڙي لهرن تي لڏي رهي هئي ۽ ان جو پوين پساهن ۾ ڏيئو ٻري رهيو هو.

ڪين هڪ ٻگي ملي جنهن ذريعي هو آرئيندا هليا ويا.

"تنهنجي سڄي نالي جي خبر مونکي هاڻ پئي" گوروف چيو : "هوٽل ۾ بورڊ تي لڪيل آهي فان ديديرتيز مڙس جرمن اٿئي!؟"

"نہ... شايد سندس ڏاڏو جرمن هو پر هو پاڻ آرٿوڊڪس چرچ سان لاڳاپيل آهي."

آرئيندا ۾ هو چرچ کان ڪجهہ فاصلي تي هڪ ٻئنچ تي ويهي رهيا ۽ خاموشي سان هيٺ سمونڊ ڏانهن ڏسڻ لڳا.

باک ڦٽيءَ جي ڪوهيڙي ۾ يالٽا ميرانجهڙو ۽ ڌنڌلو نظر پئي آيو ۽ جابلو چوٽين تي اجرا ڪڪر بي حس ۽ بي حرڪت لٽڪيل هئا. ڪنهن پن ۾ بہ چرپر نہ هئي، تڏون چين چين ڪري رهيون هيون ۽ هيٺان کان ٻنهي تائين پهچندڙ سمونڊ جو هڪ جهڙو ۽ ڪوڪلو گوڙ امن سڪون ۽ ابدي ننڊ جو جيڪا اسان سمورن جو ڀاڱ آهي، داستان ٻڌائي رهيو هو. سمونڊ يالٽا ۽ آرئيندا جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ بہ گوڙ ڪندو هو، هاڻ بہ دانهين رهيو هو ۽ ان وقت بہ ساڳي بي صبري ۽ ڪوڪلي پٽي سان ڪندو رهندو جڏهن اسين هن دنيا مان موڪلائي چڪا هونداسين ۽ شايد انهي تسلسل ۾ حياتي ۽ موت جي انهي بي ثباتي ۾ اسانجي آخري نجات جو ڌرتي تي زندگيءَ جي ڳر جو ۽ ڪامل پڻي ڏانهن زندگي جي لاڳيتي سفر جو راز لڪيل آهي. گوروف انهيءَ نوجوان مائي جي پر ۾ جيڪا باک ڦٽي جو تمام گهڻي من موهيندڙ، پرسڪون ۽ سمونڊ جبلن، ڪڪرن ۽ آڪاش جي بي پناهہ وشالتائن جي انهيءَ سموري سونهن واري ڏيک کان خوش پئي نظر آئي، ويٺي ويٺي پنهنجو پاڻ کي چيو تہ اصل ۾ ڏٺو وڃي تہ دنيا جي هر شئي وڻندڙ آهي، واقعي هر شئي سواءِ اسانجي ان وقت جي خيالن ۽ قدمن جي جڏهن جيون جي اعليٰ مقصدن ۽ پنهنجي انساني وقار کي وساريو ٿا ڇڏيون.

ڪنهن همراهہ شايد چوڪيدار هو، هنن ٻنهي جي ويجهو پهچي ڪين ڏٺو ۽ هليو ويو ۽ انهيءَ واقعي ۾ بہ ڪا پراسرار، ڪا سهڻي ڳالهہ هئي جو فيودو سيا کان ايندڙ اسٽيمر جنهن جون بتيون اجهامجي ويون هيون. صبح جي جرڪندڙ روشني ۾ ڪناري ڏانهن وڌندو پئي آيو.

"گاهہ تي تمام گهڻي ماڪ پئي آهي." آننا سرگيئونا سانت ٽوڙيندي چيو.

"ها هاڻ تہ موٽڻ گهرجي."

۽ هو ٻئي شهر موٽي آيا.

ان کانپوءِ هر ڏينهن ٻنهيرن جو ساحل واري رستي تي گڏجڻ، گڏجي نيرن ڪرڻ، مانجهاندو ڪرڻ، پسار ڪرڻ ۽ سمونڊ جي سهڻن منظرن مان مزو ماڻڻ سندن معمول ٿي ويو. آنناسرگيئونا ننڊ نہ اچڻ ۽ دل منجهڻ جي شڪايت ڪندي هئي، ڪڏهن ريس ۽ ڪڏهن انهي ڊپ ڪري تہ هو گوروف جي نظرن ۾ ڪري چڪي آهي. هر هر ساڳيا ساڳيا

سوال ڪرڻ لڳندي هئي ۽ گوروف چونڪ پ پارڪ ۾ جڏهن به ڏسندو هو ته اوسي پاسي ڪوبه نه آهي ته ڪيس پاڪرن ۾ پري چمندو هو. واندڪائيءَ جا ڏينهن هئا. ان ڏپ ڪري ته ڪو ڏسي نه تو. مڙي مڙي نظرون ڊوڙائڻ سان گڏ ڏينهن ڏني جوڙجنڌڙ اهي چميون هيون. گرمي ۽ سمنڊ جي سرهاڻ هئي واندا ناهوڪڙا ڪپڙا پهريل ۽ پرئي پيٽ وارا ماڻهو هئا جيڪي هنن ٻنهي جي اکين آڏو گذرندا ٿي رهيا ۽ انهن سمورين شين گڏجي لڳي ٿو ته گوروف کي نئين زندگي ڏني هئي. هوآناسرگيئونا کي هر هر چوندو هو ته تنهنجي سونهن ۽ دلڪشي جو جواب ناهي هو ساڻس تمام گهڻي بي صبري واري ڪيفيت سان لاڳاپيل هو ۽ هر وقت پاڇي جيان ساڻس لڳو پيو هوندو جڏهن ته آنا سرگيئونا هر وقت منجهيل منجهيل رهندي هئي ۽ گوروف کان هر هر اهو اعتراف ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته هو هاڻ سندس عزت نٿو ڪري، ٿورو به پيار نٿو ڪري ۽ ڪيس ڪريل عورت سمجهي ٿو. تقريبن روز رات جو پٺي بگيءَ ۾ ويهي شهر کان ٻاهر نڪرندا هئا. ڪڏهن آرئيندا تائين ته ڪڏهن جهرنٽي تائين نه ڪڏهن وري ڪنهن ٻئي وٽندڙ هنڌ هليا ويندا هئا ۽ سندن اهو سير سپاٽو سدائين ڪامياب رهندو هو ۽ منظرن جي شاندار سونهن پسي هو نوان نوان تاثر ڪئي موٽندا هئا.

ان دوران هو آنا جي مڙس جي اچڻ جا منتظر رهيا. هن جو هڪ خط آيو جنهن ۾ هن پنهنجي اکين ۾ تڪليف جي شڪايت ڪئي هئي ۽ زال کي جلد گهر واپس اچڻ جي منٿ ڪئي هئائين. آناسرگيئونا تڙتڪڙ ۾ موٽڻ جون تياريون ڪيون.

"سنو ئي ٿيو جو آءُ موٽان پئي" هن گوروف کي چيو "پاڳن ۾ ئي اهو لکيل هو."

هو پالٽا مان بگيءَ ۾ رواني ٿي ۽ گوروف کانئس موڪلائڻ لاءِ ريلوي اسٽيشن تائين ويو. انهيءَ سفر ۾ سڄو ڏينهن لنگهي ويو. ٽرين جي روانگيءَ جي ٻي گهنٽي وڄڻ کانپوءِ ڊبي ۾ داخل ٿي هن گوروف کي چيو :

"اچو اوهان کي هڪ ڀيرو وري ڏسان ... آخري ڀيرو."

هوءَ رني ته ڪونه پر تمام گهڻي ڏکياري ۽ بيمار پئي لڳي ۽ سندس چهرو رنيو پئي.

"آءُ توهانکي ياد ڪندي رهنديس... سدائين ياد ڪندي رهنديس." هن چيو خدا اوهانکي خوش رکي! مون کان ڪا پل چڪ ٿي هجي ته معاف ڪجو. اسين سدائين لاءِ ته ڌار پيا ٿيون ۽ ٿيڻ به اهوئي کپي. اسانجي ملاقات ئي نه ٿيڻ کپندي هئي. چڱو الله واهي! خدا اوهانکي خوش رکي."

ريل تيزيءَ سان اسٽيشن کان ٻاهر نڪتي انجون روشنيون هڪدم غائب ٿي ويون ۽ ٿوري دير ۾ انجوگوڙ به سانت ۾ بدلجي ويو. ڄڻ هر شئي انهيءَ وٽندڙ سپني کي انهي جنون کي جلد کان جلد ختم ڪرڻ جي سازش سٽي هجي. گوروف پليٽ فارم تي بيهي ڏور اونداهي ۾ اکيون کپائي تڏن جا آواز ۽ ٽيلي گراف جي تارن جي پڻ پڻ کي ڪجهه اهڙي احساس سان ٻڌائين پئي، ڄڻ هاڻ هاڻ سجاڳ ٿيو هجي. پوءِ هن سوچيو ته

اها بہ زندگي جي بين تمام گھٽين عاشقين مان هڪ هئي ۽ اها بہ پنهنجي پوين رڳو ساروڻيون ڇڏي پوري ٿي وئي آهي.... هو متاثر، غمگين ۽ ڪنهن حد تائين پشيمان بہ هو. پشيماني ڪيس اها هئي تہ انهيءَ نوجوان مائيءَ جنهن سان هاڻ ڪڏهن بہ گڏجڻ جو امڪان نہ هو سندس سنگت ۾ حقيقي سرهائي ماڻي نہ سگهي. هو دوستاڻي ۽ پيار ڀرئي انداز سان پيش ايندو هو پر سندس سموري هلت ۾ آواز جي لهجن ايستائين جو چڪ چميءَ تائين ۾ بہ چٽو ۽ خوش قسمت مرد جي توهين آميز لطف ماڻڻ جي جهلڪ ٿي محسوس ٿي ۽ وري هو عمر ۾ ڪانئس ٻيڻ تي وڏو هو. صاف ظاهر آهي تہ هو سچ پچ جهڙو آهي ان کان انهيءَ مائي کي بلڪل مختلف نظر آيو هو يعني هن غير ارادي طور تي ويچاريءَ کي دوکو بہ ڏنو...

فضا سرءُ جي اچڻ جي پيامبر ٿي لڳي .... ۽ شام ٿڌي

"وقت اچي ويو آهي تہ آءُ اتر جو رخ ڪريان." گوروف پليٽ فارم تي هلندي هلندي سوچيو، "هڪدم ئي!"

هو ماسڪو پهتو تہ سيارو شروع ٿي چڪو هو. روز آتش دان ٻاريا ويندا هئا ۽ صبح جو ٻار اسڪول وڃڻ کان اڳ نيرن ڪندا هئا تہ اونداهہ ئي هوندي هئي جنهن ڪري نوڪرياڻي کي ڪجهہ دير لاءِ ليمپ ٻارڻو پوندو هو. نارڪري پاڻي ڄمڻ لڳو هو. پهرين برفباريءَ جي پهرين ڏينهن جڏهن ڪو برف گاڏيءَ تي گهمڻ نڪرندو آهي تہ اڇين ڇتين ۽ اڇي ڌرتيءَ جو ڏيک گهڻو من موهيندڙ لڳندو آهي. وڏا وڏا ساهہ کڻبا آهن ۽ جواني ياد ايندي آهي. لنڊن ۽ برچ جا ڏڳها برف ۾ ڍڪيل وڻ، وڏا خوش مزاج ۽ سروءَ ۽ پام جي وڻن جي ڀيٽ ۾ من کي گهڻو ويجهو لڳندا آهن. انهن جي ٽارين هيٺان قافلن ۽ سموندن جو ساروڻيون ذهن تان ڄڻ ميسارجي وينديون آهن.

گوروف تہ خير هو ئي ماسڪو جو رهواسي ۽ واپس پهتو تہ ڏينهن تمام گهڻو شاندار هو ۽ جڏهن هو ڪنين جي استر وارو اوورڪوٽ ۽ ٿلها دستانا چاڙهي ٻاهر نڪتو، پيٽروگڪا گهٽيءَ ۾ گهميو ڦريو ۽ جڏهن ڇنڇر جي سانجهي مهل هن گرجي جا گهنڊ ٻڌا تہ هن لاءِ سندس هاڻوڪي سفر دوران ڏٺل جاين ۾ ڪا دلڪشي باقي نہ رهي. هو آهستي آهستي ماسڪو جي زندگي ۾ گم ٿي ويو. روز ٽي ٽي اخبارون شوق سان پڙهي چوندو هو تہ ماسڪو جي اخبارن ڏانهن اک کڻي ڏٺو بہ نہ اٿس. هاڻ هو هو ۽ هوٽلن، ڪلبن دعوتن ۽ تقريبن جو ساڳيو پراڻو چڪر هاڻ هوهو ۽ سندس فخر واري احساس سان حاصل ٿيندڙ ساڳيون سرهائيون تہ وڏا وڏا وڪيل ۽ ناميارا فنڪار سندس گهر ايندا آهن ۽ هو ميڊيڪل ڪلب ۾ هڪ پروفيسر سان گڏ تاش کيڏندو آهي. هاڻ هو فرائي پان ۾ تريل "سيليانڪا" پيٽ ڀري کائي سگهي ٿو...

کيس پڪ هئي تہ مهيني اندر آننا هڪ ڌنڌلي ساروڻي ئي رهجي ويندي ۽ انهن ٻين عورتن وانگر جيڪي ان کان اڳ سندس جيون ۾ آيون هيون، هوءَ بہ پنهنجي منجهيل پيرائتي مرڪ سان ڪڏهن ڪڏهن خوابن ۾ ئي ايندي. پر مهيني کان وڌيڪ ٿي چڪو هو. سيارو پنهنجي عروج تي هو پوءِ بہ سندس ذهن ۾ سموريون ڳالهيون ڪجهہ اڄ ٿيون نوبنيون

هيون جڻ آنناسرگيئونا ڪان اجا هاڻ يا وڌ ۾ وڌ ڪالهہ موڪلايو هجيس. رڳو اهوئي نہ پر انهن سان ساروڻين ۾ شدت اچي وئي هئي. جڏهن سندس ٻارن جا آواز رات جي سانت ۾ سندس اپياسي ڪمري ۾ داخل ٿيندا هئا. جڏهن هو ڪنهن هوٽل ۾ گيت يا سنگيت ٻڌندو هو ۽ جڏهن چمنيءَ مان هوائون لنگهي اينديون هيون تہ سندس ذهن جي پڙدي تي سڀ ڪجهہ اڀري ايندو هو : ڪناري ڪان سمونڊ جي اندر تائين نهيل پل تي ٻاڪ ڦٽي جو وقت، ڪوهيڙي ۾ ٻڏل راهي، فيودسيا ڪان اينڌڙ اسٽيمر، چميون. هو انهن سمورن تفصيلن کي ياد ڪري ڪندو هو پنهنجي ڪمري ۾ دير تائين هلندو ڦرندو رهندو هو ۽ پوءِ اهي ساروڻيون خوابن ۾ بدلجي وينديون هيون. جيڪي ڪجهہ ٿي چڪو هو ۽ ان سان گڏوگڏ جيڪي ڪجهہ ٿيڻ وارو هو ان جو بہ تصور ٿي تصور ۾ نظارو ڪرڻ ٿيندو هو. آنناسرگيئونا کيس خوابن ۾ نظر نہ ايندي هئي. هوءَ تہ هر وقت ساڻس گڏ هوندي هئي؟ هو جيڏانهن بہ ويندو هو سندس پيڇو ڪندي هئي. هو اکيون بند ڪندو هو تہ ائين لڳندو هو تہ جڻ جيئري جاڳندي هن جي سامهون بيٺي آهي. جهڙي ياليٽا ۾ هئي ان کان وڌيڪ سهڻي وڌيڪ نوجوان ۽ نرم نازڪ ۽ هو پوئتي مڙندو هو تہ پنهنجو پاڻ کي بہ ياليٽا جي پيٽ ۾ وڌيڪ بهتر حالت ۾ ڏسندو هو. سانجهيءَ ويل آنناسرگيئونا کيس ڪتابن جي ڪٻٽن، آتش دان ۽ ڪمري جي ڪنهن ڪنڊ مان جهاتي پائيندي نظر ايندي هئي. سندس ساهہ کڻڻ جا آواز ۽ ڪپڙن جي وڻندڙ سرسر تائين محسوس ڪندو هو. رستي هلندي عورتن کي اهو ڏسڻ لاءِ نظرون کپائيندو هو تہ انهن ۾ ڪا هن جهڙي بہ آهي...

نيٺ ڪنهن کي همراز بنائڻ جي خواهش کيس تمام گهڻو ستائڻ لڳي. گهر ۾ پنهنجي پريت جو ذڪر ڪرڻ ممڪن نہ هو ۽ ٻاهر اهڙو ڪو هو ئي ڪونہ. پنهنجي گهر جي ڪرائيدارن يا بئنڪ جي ساٿين کي ان معاملي جي ٻڌائڻ جو سوال ئي پيدا نٿي ٿيو ۽ چوڻ لاءِ هو بہ وري ڇا؟ ڇا ياليٽا ۾ هن واقعي نينهن لڳايو هو؟ ڇا آنناسرگيئونا سان سندس ناتن ۾ ڪو لطيف، شاعرانو، سبق سيکاريندڙ يا رڳو ڪو دلچسپ پهلو ئي مليو ٿي؟ هن جي زال باقي هڪ پيرو پنهنجا ڪارا ڀرون ڦڙڪائيندي چيو هو: "اڙي ديميتري ! وات ڳاڙهن جو ڪردار اوهانکي سونهين نٿو."

هڪ شام جو هڪ سرڪاري آفيسر سان گڏ جنهن سان گهڻي دير تائين تاش کيڏندو رهيو هو، ميڊيڪل ڪلب ڪان ٻاهر نڪري رهيو هو جو ڪانئس ضبط ٿي نہ سگهيو ۽ نيٺ چئي وڌائين !

"ڪاش ! اوهانکي پتو هجي ها تہ ياليٽا ۾ منهنجي ملاقات ڪيڏي سهڻي وينگس سان ٿي هئي!"

آفيسر پنهنجي برف گاڏيءَ تي ويهي رهيو ۽ مڙي چيائين : "دميتري دميترچ!"

"چئو"

"اوهان نيڪ ٿا چئو. مڇي ٿوري بوءِ واري هئي."

انهن عام لفظن نہ ڄاڻ ڇو گوروف کي پڙڪائي وڌو ۽ اهي لفظ کيس توهين ڪندڙ ۽ فحش لڳا. هونهن! ڪهڙا نہ وحشيانا آداب آهن. ڪيڏا واهيات ماڻهو آهن!

شامون بي معنيٰ ۽ ڏينهن بي لطف ۽ جان تي عذاب! تاش پويان ڇت ڪتائي. ڪاڏن پويان هاءِ گهوڙا ۽ شرابن پويان ڇريائپ ۽ هر وقت ڳالهيون ئي ڳالهيون ۽ اهي بہ هڪ ئي شئي بابت ماٺهو پنهنجو گهڻي ياڳي وقت ۽ سگهہ يا تہ بيڪار ڪمن ۾ لڳايو ڇڏي يا وري هڪ ئي مسئلي تي هر هر بحث ڪرڻ ۾ ۽ آخر ۾ بچيو پوي رڳو هڪ حقير. جيايي ڪان وانجهيل زندگي ۽ نندن نندين ڳالهين جو چڪر انهن ڪان ياڇ جون راهون بند هونديون آهن جڻ انسان پاڳل خاني يا زندان ۾ قيد هجي.

گوروف ... سڄي رات اک ٻوٽي بہ نہ سگهيو. ڪاوڙ ۾ پچرندو رهيو ۽ ايندڙ ڏينهن صبح کان شام تائين مٿي جو سور کيس تنگ ڪندو رهيو. پوءِ تہ اها حالت ٿي ويس جو راتين ۾ سولي ننڊ نہ ايندي هيس، ڪڏهن کٽ تي ويٺي خيالن ۾ ٻڏو پيو هوندو هو تہ ڪڏهن وري ڪمري ۾ پسار پيو ڪندو هو. پنهنجن ٻارن کان بيزار رهندو هو بئنڪ ۾ ٻوٽ ڦٽايو پيو هلندو هو ۽ نہ ڪيڏانهن وڃڻ جو من ڪندو هئس ۽ نہ ڪنهن سان ڳالهائڻ جو.

ڪرسمس جي موڪلن تي هن پنهنجو سامان ٻڌو. زال کي چيائين تہ ڪنهن نوجوان جي ڪم سانگي پيٽرس برگ ٿو وڃي ۽ ايس شهر ڏانهن روانو ٿي ويو. ڇا جي لاءِ؟ اها نيڪ طرح سان تہ کيس بہ خبر نہ هئي. بس ايترو ئي هو جو هن آناسرگيئونا کي ڏسڻ ٿي چاهيو. ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻ تي چاهيائين ۽ تي سگهي تہ ڪٿي الڳ تلڳ گڏجاڻي ڪرڻ جي صورت ڪڍڻ ٿي چاهيائين. هو ان شهر ۾ صبح جو پهتو ۽ رهڻ لاءِ هوٽل جي هڪ بهترين عمري جي چونڊ ڪيائين جنهن جي فرش تي پوري رنگ جو ٿلهو اوني ڪپڙو وڇايل هو. ميز تي مٽيءَ ۾ پيوت هڪ قلمدان پيو هو ۽ قلمدان مٿان هڪ گهوڙي سوار جي مورتي جڙيل هئي. جنهن جي ڪچيل هٿ ۾ ٽوپي هئي ۽ مٿو غائب هئس. کيس جيڪي ڪجهہ معلوم ڪرڻ جي لوڙ هئي اهو هوٽل جي دربان کان معلوم ٿي ويس. فان ديديرتز جو ذاتي گهر استاروگونچانايا گهٽيءَ ۾ هو ۽ اهو هوٽل کان ڪو گهڻو پري نہ هو. هو تمام گهڻي ٺٺ سان زندگي گذاري ٿو. بگيءَ جا گهوڙا پاليل اٿس ۽ شهر ۾ اهڙو ڪهڙو ماڻهو ٿي سگهي ٿو جيڪو کيس سڃاڻندو نہ هجي.

گوروف پسار ڪندو ان گهٽيءَ تائين پهتو ۽ گهر ڳولهي ورتائين. سامهون واري رخ تي ڀورين سيخن جو جنگلو هو جنهن جي چوٽين تي ڪوڪا ائين ڪتل هئا جو انهن جون ڇهنبون مٿي اپريل هيون.

"اهڙي جنگلي واري گهر مان پلا ڪير پڄڻ نہ چاهيندو." گوروف ڪڏهن درين ۽ ڪڏهن وري جنگلي کي ڏسندي پنهنجو پاڻ کي چيو.

پوءِ هو سوچڻ لڳو : موڪل جو ڏينهن آهي. مڙس شايد گهر ئي هجي. هونئن بہ ملاقات لاءِ اندر وڃي آناسرگيئونا کي پريشان ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ کيس خط موڪلڻ پو آهي تہ جيڪڏهن مڙس جي هٿ چڙهي ويو تہ مصيبت ٿي ويندي. بهترين صورت اهائي ٿيندي تہ ملاقات لاءِ موقعي جو انتظار ڪريان ۽ هو اهڙي موقعي جي ڳولا ۾ جنگلي جي اوسي پاسي ئي گهٽيءَ ۾ چڪر ڪاٽڻ لڳو. ڪو پينو اندر ويو پر ڪتن مٿس الر

ڪئي. پوءِ ڪلاڪ کن ڪانپوءِ پيانو جو جهيڻو ۽ پياءَ آواز سندس ڪنن تي پيو. شايد آنناسرگئيو پيانو وڄائي رهي هئي. ايتري ۾ اوچتو وڏو ڦاٽڪ کليو ۽ هڪ پوڙهي مائي ٻاهر نڪتي. جنهن جي پويان پويان ساڳيو ڇاتل سڄاتل پوميراني ڪتو پئي آيو. گوروف ڪتي کي سڏڻ چاهيو پر سندس دل جو ڌڙڪو تيز ٿي ويو ۽ گهٻراهٽ ۾ ڪتي جو نالو ئي وسري ويس.

هو اتي ئي هلندو ڦرندو رهيو. انهيءَ پوري جنگلي سان سندس ڪاوڙ ۾ گهڙي گهڙي وڌندي رهي ۽ هاڻ پنهنجي بيچينيءَ ۾ ايسٽائين سوچڻ لڳو ته آنناسرگيئونا ڪيس وساري چڪي آهي. شايد ڪنهن ٻئي مرد سان دل وندرائڻ لڳي آهي. پوءِ هو هوٽل موٽي آيو ۽ پنهنجي ڪمري جي صوفاتي دير تائين ويٺو رهيو. سمجهه ۾ ئي نه پئي آيس ته ڇا ڪري. نيٺ هن ماني ڪاڌي ۽ پوءِ دير تائين ستو رهيو.

"سمورو معاملو ڪيڏو بيوقوفاڻو ۽ پريشان ڪندڙ آهي." هن سجاڳ ٿيڻ ڪانپوءِ وري اونداهن شيشن ڏانهن ڏسندي سوچيو شام ٿي وئي هئي. "پيٽ پري ننڊ ته ڪيم. هاڻ رات جو ڇا ڪندس؟"

هو اتي کٽ تي ويهي رهيو جنهن تي وڇايل معمولي قسم جو پورو پلنگ پوش اسپتال جي ڪمبل جهڙو ٿي لڳو ۽ چڙ ۾ پنهنجو پاڻ تي چٽر ڪرڻ لڳو : "هونئن ! تون ۽ تنهنجي ڪتي واري خاتون... ڪهڙو نه پلوڙ عشق آهي! هاڻ ويهه مزي سان هتي؟"

صبح جو ريلوي اسٽيشن تي هڪ اشتهار نظر آيو هو جنهن ۾ ٽلهن ٽلهن اکرن ۾ اعلان ڪيل هو ته مقامي ٿيٽر ۾ اڄ کان "گيشا" پيش ڪيو ويندو. اهو ياد ايندي ئي هو اتي ٿيٽر ڏانهن هليو ويو.

"وڏو امڪان آهي ته ناٽڪن جي مهورتي پروگرامن ۾ هوءِ به ويندي هجي." هن پنهنجو پاڻ کي چيو.

ٿيٽر مڪمل طور تي ڀريل هو. عام صوبائي ٿيٽرن وانگر هتي به فانوسن مٿان دونهون اوٺي رهيو هو ۽ مٿين بالڪنين ۾ تماشائي گوڙ ڪري رهيا هئا. اسٽيج جي سامهون واري سيٽن جي پهرين قطار ۾ مقامي نوجوان ڇيلهه تي هٿ رکي بيٺي پير پردو ڪجڻ جو اوسيئڙو ڪري رهيا هئا. گورنر لاءِ مخصوص سيٽن جي سڀ کان اڳيئن سيٽ تي گورنر جي ڌيءَ ويٺل هئي. خود گورنر مانيٽي سپاءِ سان پاڻ کي پڙدن پويان لڪايون ويٺو هو ۽ سندس رڳو هٿ ڏسڻ ۾ پئي آيا. اسٽيج جو پڙدو لڏي رهيو هو. آرڪيسٽرا جا فنڪار گهڻي دير کان سازن جا سر ٺيڪ ڪري رهيا هئا ۽ گوروف جي نظراندر لڙندي پنهنجين پنهنجين سيٽن تي وهندڙن تي کتل هيون.

ايتري ۾ آنناسرگيئونا به هال ۾ داخل ٿي. هوءِ ٽين قطار ۾ ويهي رهي. ڪيس ڏسندي ئي گوروف کي پنهنجي دل جو ڌڙڪو سانت ٿيندي محسوس ٿيو ۽ ٻي پل هو ان نتيجي تي پهتو ته هاڻ سموري وشال دنيا ۾ هن لاءِ آنناسرگيئونا کان وڌيڪ ويجهو پنهنجو ۽ اهم ٻيو ڪوبه ناهي. صوبائي هجوم جو ننڍڙو جزو لڳندڙ اها ننڍي قد واري مائي. جنهن ۾ اهڙي ڪا خاص ڳالهه نه هئي ۽ ڊگهي ڪانيءَ ۽ هٿ ۾ جهلڻ واري واهيات عينڪ

چڙهيل هئي. هاڻ سندس سموري زندگي تي ڇانئجي وئي هئي، سندس پيڙا، سرهائي ۽ سندس سمورين تمنائن جو مرڪز بڻجي وئي هئي. اناڙي وائلن وڄائيندڙن جي واهيات آرڪيسٽرا جي سنگيت ٻڌندي گوروف سوچيو ته "ڪيڏي نه سهڻي آهي هوءَ... سوچيائين ۽ سپنن ۾ ڪوئجي ويو....

آنناسرگيئونا سان گڏ لڙڪيل ڪلهن ۽ ننڍن پروڻن وارو هڪ ڊگهي قد سان نوجوان به اندر آيو هو، جيڪو سندس پر ۾ ويهڻ کان اڳ قدم قدم سر نمائي رهيو هو ۽ لڳو ٿي ته نوڙت مان سيس نوائي هر هر ڪنهن کي سلام ڪري رهيو هجي. شايد اهو مڙس هو جنهن کي آنناسرگيئونا يالٽا ۾ گهٽي ڪوڙاڻ سان "نوڪر سڏيو هو. ۽ واقعي اهو شخص پنهنجي سنهڙي سيپڪڙي جسم" پروئن ۽ گنجي مٿي سان ملازمن جهڙي چاپلوسي جو مظاهرو ڪري رهيو هو. سندس مرڪ من موهيندڙ هئي ۽ ڪاچ ۾ لڳل ڪنهن علمي انجمن جو پلو ڪنهن ملازم جي وردي تي لڳل نمبر جهڙو لڳي رهيو هو.

مڙس پهرين انٽرويل ۾ سگريٽ ڇڪڻ لاءِ ٻاهر هليو ويو ۽ هوءَ پنهنجي سيٽ اڪيلي رهجي وئي. گوروف جيڪو اسٽيج جي بلڪل سامهون واري قطار ۾ ويٺل هو. اٿي وٽس پهتو ۽ مک تي زوري مرڪ آڻي ڪنبندڙ آواز ۾ چيائين! "سلام ! آنناسرگيئونا!"

هن گوروف ڏانهن نهاريو ۽ چهري جو رنگ ڦٽي ويس. هن ٻيهر گوروف ڏانهن ائين توائي ۾ ڪنبندي ڏٺو ڄڻ ويساهه ئي نه پئي آيس ۽ وڄڻي ۽ عينڪ کي هڪ ئي هٿ ۾ پڪوڙي ڇڏيائين، جنهن مان ڄڻو اندازو پئي ٿيو ته پاڻ کي سنڀالڻ جي ڪوشش پئي ڪري ته جيئن بيهوش نه ٿي وڃي. ٻئي چپ هئا. هوءَ ويٺي هئي، گوروف سندس پر ۾ بيٺو هو. سندس اهڙي ريت توائي ٿيڻ ڪري پريشان ٿيل گوروف ويهڻ جي ست ئي ساري نه رهيو هو. وائلينن ۽ بانسرين جا آواز سر نيڪ تي وڃڻ ڪانپوءِ جا آلاپ پکيڙي رهيا هئا ۽ فضا ۾ ڪجهه اهڙي قسم جي اڻ تڻ واري ڪيفيت جو احساس ٿي رهيو هو ڄڻ سمورن تماشائين جون نظرون منجهن ڪتل هجن. نيٺ هوءَ اٿي ٻاهر نڪرڻ واري هڪ در ڏانهن تيزي سان وڌڻ لڳي ۽ گوروف سندس پٺ وٺي هلڻ لڳو. ٻئي وڃئين لنگهن تان بنا مقصد جي هلڻ لڳا. ڪڏهن ڇاڙهين تي مٿي تي چڙهيا، ڪڏهن هيٺ ٿي لٿا، يونيفارمن وارا ٻلا لڳايل عدالتي آفيسر هاءِ اسڪولن جا ماستر ۽ غيرسرڪاري ملازم تيزيءَ سان سندن نظرن آڏو گذرڻ لڳا. عورتون لنگهي رهيون هيون، ڪلين ۾ لٽڪيل اوورڪوٽ نظرن آڏو گذري رهيا هئا ۽ هوا جي تيز جهولن ۾ سگريٽ جي رک دانين جي بو واسو ڪيل هئي ۽ گوروف جنهن جي دل زور زور سان ڌڙڪي رهي هئي، سوچيو :

"اوهه خدا! ڀلا هي هيترا سارا ماڻهو، ۽ هي آرڪيسرا ڇا جي لاءِ؟."

ٻئي پل ئي کيس خيال آيو ته آنناسرگيئونا سان ريلوي اسٽيشن تي موڪلائڻ ڪانپوءِ هن سوچيو هو ته اها ناتن جي آخري منزل آهي، هو ٻئي هاڻ ڪڏهن به نه ملندا پر اها آخري منزل اڃا به ڪيڏي ڏور آهي، ڪيڏي ڏور !

هوءَ هڪ اونداهي ڏاڪڻ وٽ ترسي پئي، جتي لڳل تختي تي لکيل هو ! "مٿئين سيشن ڏانهن وڃڻ لاءِ رستو."

”اوهان ڪيڏو نہ ڏيڄاري ڇڏيو مونکي!“ ان ڪنبندي چيو. سندس چهرو اجا تائين بي رونق ۽ توائي هو. ”اوهہ ! اوهان ڪيترو ڏيڄاري ڇڏيو هئم. منهنجو تہ ڄڻ ساهہ ڇڏائجي ويو هو! اوهين هتي ڇو آيا آهيو؟ آخر ڇو؟“

”پر آننا ! ٿورڙو سمجهڻ جي ڪوشش ڪر نہ....“ هن جلدي جلدي سرباٽن ۾ چيو. ”سمجهڻ جي ڪوشش ڪر آءٌ منٿ ٿو ڪريان.“

هن گوروف تي هڪ نظر وڌي جيڪا ڊپ ۾ پريل هئي. منٿ هئي ۽ پريت بہ. پوءِ هوءَ ٽڪ ٻڌي ڪيس ڏسڻ لڳي ڄڻ تہ سندس چهري کي پنهنجي دل تي چٽڻ ٿي چاهيائين.

”منهنجي جيون ۾ پيڙائون ئي پيڙائون آهن!“ هن گوروف جي لفظن تي ڌيان نہ ڏيندي پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيو.“ هر وقت بس اوهين ئي اوهين منهنجي خيالن ۾ وسندا هئا، رڳو اوهانجي سارون جي سهاري تي ئي جيئري هيس. مون پنهنجو پاڻ کي وسارڻ تي چاهيو، وسارڻ.. پر اوهين هتي ڇو آيا آهيو، ڇو؟“

ڪجهہ مٿيرو ڏاڪڻ جي وچئين چبوتري تي بينل اسڪولي ڇوڪرا هٿن ۾ سگريٽ جهلي هيٺ نهاري رهيا هئا، پر گوروف سندن پرواهہ نہ ڪئي ۽ آننا سرگيئونا کي ياڪرن ۾ ڀري سندس ڳلن ۽ هٿن کي چمڻ لڳو.

”هي اوهين ڇا پيا ڪريو، اڙي ! هيءُ ڇا پيا ڪريو!“ هن ڇرڪي پوئتي هٽندي چيو. اسين ٻئي پاڳل ٿيل پيا آهيون. اڄ رات ئي هتان هليا وڃون. هن پل ئي ... خدا جي واسطي! آءٌ توهانکي منٿ تي ڪريان... ڪو اچي پيو!“

ڪو ماٿهو ڏاڪڻ چڙهندو پئي آيو.

”اوهانکي هتان هليو وڃڻ گهرجي.“ آننا سرگيئونا سرباٽ ۾ چيو ”ٻڌو پيا نہ! دميتري دميترچ ؟ آءٌ اوهان سان ملڻ ماسڪو ايندس. منهنجا ياڳ ڀلا ڪڏهن بہ ناهن رهيا، هن مهل بہ خوش ناهيان ۽ ايندڙ وقت ۾ بہ اياڳ ئي منهنجو ساٿي هوندو! منهنجون پيڙائون وڌايو نہ! اوهان سان ملڻ ماسڪو ضرور ايندس، قسم تي کاوان! ۽ هاڻ اسين موڪلايون ٿا! منهنجا پيارا، منهنجا پرين، موڪلاڻي...!“

هن گوروف جو هٿ دٻايو ۽ تڪڙي تڪڙي ڏاڪڻ تان لهڻ لڳي. هوءَ ڪنڌ ورائي ڪيس ڏسندي تي وئي ۽ سندس اکيون ٻڌائي رهيون هيون تہ هوءَ سچ پچ ڏکويل آهي. گوروف ٿورڙي دير تائين آوازن تي ڪن لڳائي پنهنجي جاءِ تي بيٺو رهيو ۽ جڏهن سانت ڇانئجي وئي تہ لهي پنهنجو اوورڪوٽ کنيائين ۽ ٿيٽر کان هليو ويو.

۽ آننا سرگيئونا ساڻس ملڻ لاءِ ماسڪو اچڻ لڳي. هر ٻئي ٽئين مهيني هوءَ پنهنجي شهر کان مڙس سان اهو بهانو گهڙي رواني ٿيندي هئي تہ پنهنجي ڪنهن زناني شڪايت جي ڏس ۾ ڪنهن پروفيسر سان مشورو ڪرڻ لاءِ وڃي پئي ۽ سندس مڙس ويساهہ ڪندو بہ هو ۽ نہ بہ ڪندو هو. ماسڪو ۾ هوءَ سدائين ”سلاويا نستڪي بازار“ ۾ ترسندي هئي ۽ اتي پهچندي ئي هڪ شخص وسيلي جيڪو ڳاڙهي ٽوپي پاتل هوندو هو.

گوروف کي ڄاڻ ڪرائيندي هئي. گوروف ساڻس ملڻ ويندو هو ۽ ماسڪو ۾ ڪنهن کي به ان معاملي جو پتو نه هو.

هڪ ڀيرو سياري ۾ هو آناسرگيئونا سان پنهنجن انهن ملاقاتن مان هڪ لاءِ صبح سوير روانو ٿيو (پرين جو خاطو گذريل سانجهي جو وٽس آيو هو پر هو گهر نه هو). سندس ڌيءَ ساڻس گڏ هئي، ڇاڪاڻ جو سندس اسڪول واٽ تي هو ۽ گوروف سوچيو هو ته ڪيس اسڪول ڇڏيندو پرين ڏانهن ويندو.

"گرمي درجو، ڇمڻ واري نقطي کان ٽي ڊگريون هيٺ آهي." گوروف ڌيءَ کي چيو. "وري برف باري به ٿئي پئي. خبر اٿئي، ان جو ڪارڻ اهو آهي ته گرمي جو درجو زمين جي ويجهو ڇم نقطي کان مٿي آهي، پر مٿاهين خلا ۾ ان کان تمام گهڻو مختلف."

"بابا! پلا سياري ۾ ڪنوڻ ڇو نٿي ڪڙي؟"

هن ڌيءَ کي انجو سبب ٻڌايو. پر جڏهن هو ساڻس ڳالهيون ڪري رهيو هو ته هر هر پنهنجو پاڻ کي احساس ڏياري رهيو هو ته هو پنهنجي پريتما سان مڪاميل لاءِ پيو وڃي، جنهن جي ڄاڻ نه هيل تائين ڪنهن کي آهي ۽ نه ئي شايد ڪنهن کي ٿيندي به. هو ٻه حياتيون گهاري رهيو هو، هڪ ته سيني آڏو هئي. رسمي سچائين ۽ رسمي مڪر ۽ ڪوڙ سان ڀريل هئي. بلڪل اهڙي ئي جيئن سندس مٿن مائٽن ۽ دوستن جون حياتيون هيون ۽ ٻي سمورين نگاهن کان لڪيل ۽ ڳجهي هئي ۽ ڪجهه عجيب وغريب ۽ شايد بلڪل اتفاقي واقعن جي سلسلي سبب، جيڪو ڪجهه اهم دلچسپ ۽ اٿتر هو. جنهن متعلق هو مخلص هو ۽ ڪڏهن به پنهنجو پاڻ کي فريب نه ڏيندو هو. جيڪو سندس حياتي جي بنياد جهڙي حيثيت رکندڙ هو. اهو سموري جو سمورو پڙدي پويان هو. جڏهن ته سندس اندر ۾ جيڪو ڪوڙ هو. جيڪو ان ڪل واري حيثيت رکندو هو جنهن ۾ هن پنهنجو پاڻکي ۽ پنهنجي اندر جي سچائي کي لڪائي رکيو هو مثال طور بئنڪ ۾ سندس نوڪري، ڪلب ۾ سندس بحث مباحثو. سندس معمولي قسم جي سرڪاري ويهڪن ۾ زال سان گڏ شريڪ ٿين. اهو سيڪجهه پڙدي کان ٻاهر هو. سيني جي آڏو. هن پنهنجو مثال آڏو رکي ٻين کي پرکڻ شروع ڪيو. جيڪي ڪجهه ڏنائين ٿي ان تي ويساهه نه ٿي ڪيائين ۽ سدائين اهو سمجهندو هو ته هر شخص جي سچي ۽ سڀ کان وڌيڪ دلچسپ حياتي پڙدي پويان گذرندي ٿي رهي. هر انساني وجود اسرار جي چادر ۾ ويڙهيل سيڙهيل ٿو رهي ۽ سمورا سلجهيا ماڻهو ذاتي رازن جي احترام لاءِ ايڏو زور جو پرين ٿا ان جو خاص سبب به شايد اهو ئي آهي.

ڌيءَ کي اسڪول جي در تي ڇڏي گوروف "سلاويانسڪي بازار" روانو ٿيو. اتي پنهنجو اوورڪوٽ هيٺ لاهي مٿئين منزل تي پهتو ۽ در تي هلڪي ٺڪ ٺڪ ڪيائين. آنا سرگيئونا سندس وڻندڙ پوري رنگ وارو لباس پهريل هئي، سفر ۽ اوسيئڙي جي ٿڪ ڪيس ٻجي ڇڏيو هو ۽ پوئين سانجهي کان سندس اچڻ جي منتظر هئي. سندس چهرو لٿل ۽ هيڊو هو. گوروف ڏانهن نهاري مرڪي به نه پر سندس ڪمري ۾ داخل ٿيندي ئي پڙڪو ڪائي

سندس ٻکن ۾ پرجي وئي. ڇمي گھڙي ڏگھي ٿي وئي ڇڻ ٻنهي جي ملاقات ورهن کانپوءِ ٿي هئي.

”ڏي خبر. ڪيئن آهين؟“ گوروف پڇيو ”ڪا نئين خبر؟“

”تورو ترس! ٻڌايان ٿي..... ڳالهائي ئي نہ پئي سگھان.“

هوءَ ڳالهائي ان ڪري نہ پئي سگھي جو زارو قطار رني پئي. هن مک ڦيرائي رومال اکين تي رکي ڇڏيو.

”ڇگو روئڻ ڏينس. تيستائين آءٌ ويٺو آهيان.“ هن سوچيو ۽ آرام ڪرسيءَ تي ويھي رهيو.

هن گھنٽي وڄائي چانھ گھرائي ۽ ڪجھ دير کانپوءِ جڏهن چانھ پيئي رهيو هو تہ ان مهل بہ آنناسرگيئونا دريءَ ڏانهن منهن ڪيو بيٺي هئي. هوءَ جذبن جي آنڌ مانڌ ڪري، انهيءَ احساس هيٺ ڳوڙها وهائي رهي هئي تہ سندن زندگين ۾ ڏک ئي ڏک آهن، ڳجهي طور تي ئي ملي ٿا سگھن، ماڻهن جي نگاهن کان ائين لڪي لڪي ڄڻ ڪي چور هجن. ڇا سندن حياتيون تباھ ۽ برباد نہ ٿي چڪيون هيون.

”گھڻو روئي ورتئي !؟ هاڻ بس بہ ڪر.“ هن چيو.

هن پلي ريت ڄاتو ٿي تہ سندن اها پريت جلدي ختم نہ ٿيندي ۽ ڇئي نٿو سگھجي تہ ڪيستائين هلي. آننا سرگيئونا جي پريت ۾ تمام گھڻي شدت پيدا ٿي چڪي هئي هوءَ ڪيس پوڄڻ لڳي هئي ۽ هاڻ ڪيس اهو چوڻ ڪائي معنيٰ رکندڙ نہ هو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن اها پريت ختم ٿي ويندي. ڪو چويس بہ ها تہ هوءَ ويساھ ئي نہ ڪري ها.

هو اٿي ويجھو ويس ۽ پيار پرين لفظن سان آٿت ڏيڻ جي ارادي سان سندس ڪلهن تي هٿ رکيائين، پر ايتري ۾ ڪيس آئيني ۾ پنهنجو عڪس نظر آيس.

هن جي وارن ۾ اڇاڻ ڇٽيءَ طرح ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪيس حيرت ٿي تہ گذريل ڪجھ سالن ۾ مٿس ايڏو ٻڍاپو وري آيو هو. جو ڇهري جو رنگ بہ ڦڪو پئجي ويو هئس. ڪلها، جن تي سندس هٿ رکيل هئا، ڪوسا ۽ ڪنبندڙ هئا. ڪيس ان جيون تي قياس آيو. جيڪو اجا تائين ايترو نرم ۽ گرم، ايترو سونهن ڀريل هو. پر شايد جلدئي سندس زندگيءَ وانگر ڪومائجي ۽ بي ڪشش ٿيجي ويندو. آخر هوءَ ساڻس ايڏو پيار ڇوڪري رهي هئي؟ عورتون تہ ڪيس سدائين، جهڙو هو حقيقت ۾ هو ان کان مختلف سمجھنديون رهنديون هيون، اهي ساڻس پريت ڪرڻ مهل اصل ۾ خود ساڻس نہ پر ان ٻئي مرد سان عشق ڪنديون هيون. جنهن جي جهلڪ سندن تصور کي سندس شخصيت ۾ نظر ايندي هئي. هو ان ٻئي مرد سان نينهن لڳائينديون هيون. جنهن جون سڄي حياتي اڻ تڻ سان ڳولائو رهيون هيون ۽ اڳتي انهن عورتن کي جڏهن پنهنجيءَ چڪ جو احساس ٿيندو هو تڏهن بہ ساڳيءَ ئي ريت پريت نڀائينديون رهنديون هيون ۽ انهن مان ڪنهن بہ عورت کي ساڻس پريت جا پيچ اڙائي خوشي نصيب نہ ٿي هئي. وقت گذرندو رهيو هو. عورتون هڪ ٻئي پويان سندس زندگيءَ ۾ اينديون رهيون. هن هر هڪ سان گھراناتا جوڙيا هئا. هر ڪنهن کان ڌار ٿي ويو

هو، پر ڪڏهن بہ ڪنهن سان پريت نہ ڪئي هئائين. سڀ ڪجهہ هوندو هو، پر عشق نہ هوندو هو.

پيار تہ هو هاڻ ڪري رهيو هو، جڏهن وارن ۾ چانديءَ جون تارون وري آيون هئس. جيئن ٿيڻ بہ ڪپندي هئي، اهڙي، سچي پريت، جيون جو پهريون پيار!

هو ۽ آننا سرگيئونا هڪ ٻئي جي تمام ويجهن تمام گهڻا گهرا ناتا رکندڙ فردن جيان، مڙس ۽ زال جيان، پنهنجائپ ڀريل دوستن جيان پيار ونڊي رهيا هئا. کين لڳو ٿي تہ جڻ هو هڪ ٻئي لاءِ ٺاهيا ويا هئا ۽ سندن سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هو ڪنهن ٻئي جي زال ۽ ڪنهن ٻئي جو مڙس ڇو آهن.سندن مثال لڏپلاڻ ڪندڙ ٻن مادي ۽ نر پنڇين وانگر هو، جن کي جهلي ڌار ڌار پڃرن ۾ پوريو ويو هجي. هنن ان سڀ ڪجهہ لاءِ جنهن تي کين ماضيءَ ۽ حال ۾ شرمندگي محسوس ٿيندي هئي، هڪٻئي کي معاف ڪري ڇڏيو هو ۽ کين پاسندو هو تہ انهيءَ پريت کين ڇا مان ڇا بڻائي ڇڏيو هو.

پهرين تہ اداسيءَ جي پلن ۾ هو پنهنجو پاڻ کي ذهن ۾ ايندڙ پهرئين دليل سان مطمئن ڪري وٺندو هو، پر هاڻ دليل سندس نينهن جي دونهين سان ميل ڪائيندڙ نہ هئا. هاڻ کيس آنناسرگيئونا تي تمام گهڻو قياس ايندو هو. هو مخلصاڻو ۽ پيار ڀريو رويو اختيار ڪرڻ چاهيندو هو.

"هاڻ بس بہ ڪر، منهنجي پياري!" هن چيو "گهڻو روئي ورتئي، هاڻ بس ڪر... اچ تہ بہ چار ڳالهيون ڪريون، ڪا تدبير سوچيون."

پوءِ هو دير تائين صلاح مشورو ڪندار هيا. سوچيندا رهيا تہ لڪي لڪي ملڻ، ڌوڪو ڏيڻ، ڌار ڌار شهرن ۾ رهڻ ۽ گهڻن ڏينهن تائين گڏجي نہ سگهڻ وارين انهن پابندين مان ڇوٽڪارو ڪيئن حاصل ڪن؟ آخر جيون لاءِ ڳورين انهن وزني زنجيرن کي هو ڪيئن ڇنن؟ "ڪيئن ؟ ڪيئن؟" هو پنهنجو متو هٿن ۾ قاسائي ابهرائيءَ ۾ پڇي رهيو هو. "نيٺ بہ ڪئين؟"

کين لڳو ٿي تہ بس هڪ قدم بيو وڌائڻ جي دير آهي ۽ اها منزل اچي ويندي جتي نئون ۽ من موهيندڙ جيون سندن لاءِ آتو آهي، پر هنن پليءَ ريت ڄاتو ٿي تہ اها منزل اجا پيي ڏور آهي، تمام گهڻو ڏور- ۽ اهو، تہ سڀ کان ڏکيءَ ۽ خطرناڪ راهہ تي سفر تہ اجا شروع ئي مس ڪيو اٿن.

# چمي

ويهين مئي تي شام جو ائين بجي ڌاري "يو" توبخاني جا ڇهه دستا، ڪئمپ ڏانهن ويندي، رات ڪاٽڻ لاءِ ميستيچڪو ڳوٺ ۾ ترسي پيا. هو اجا پوريءَ طرح ٿانئيڪا ئي ڪين ٿيا هئا، جو شهري پوشاڪ ۾ هڪ سوار گرجا جي پويان نروار ٿيو. هو هڪ عجب جهڙي ڪميت گهوڙي تي سوار هو، جنهن جي ڪنڌ جون بشڪون ائين لڙي ۽ ڏڪي رهيون هيون، ڄڻ ته مٿس چمين جو لاڳيتو وسڪارو پئي ٿيو. هو سڌو هلڻ جي بدران پاسيرو پئي هليو. سوار وڏي آفيسرن جي هڪ ٽولي وٽ آيو ۽ ٽوپلو لاهي چوڻ لڳو : "هز ايڪسيلنسي جنرل وان رئبڪ توهان کي چانهه تي مدعو ڪيو آهي. جي توهين وٽس ڪهي ايندا ته هو ڏاڍو خوش ٿيندو."

گهوڙو تيز ڪائي پاسيرو ٿي ويو. سوار ٽوپلو هڪ دفعو وري هوا ۾ لوڏيو ۽ گهوڙي کي پٺتي موڙيندي، گرجا جي پويان پنهنجي عجيب جانور سميت نظرن کان غائب ٿي ويو.

"ڪڏ ۾ پوي!" ڪن آفيسرن پنهنجي ڪوارٽرن ڏانهن ويندي چيو. اسان کي ننڊ ڪنيو بيٺي آهي، ۽ هن رئبڪ جي ٻچي کي وري چانهه جي ڳڻتيءَ اچي ورايو آهي! اسان کي خبر آهي ته ڇو ٿو دعوتون ڏيندو وتي !

ڇهن ئي دستن جي مڙني آفيسرن کي اهو واقعو اکين آڏو ڦري آيو. جو هنن سان گذريل سال پيش آيو هو. ساڳئي نموني ڪنهن نواب يا رٽائرڊ جنرل ڪين چانهه تي سڏيو هو. تن ڏينهن ۾ هنن سان ڪوسڪ فوج جا ڪي آفيسر به هئا. ان نواب سندن آڌر ڀاءُ ۽ خدمت چاڪريءَ ۾ ڪا به ڪثر ڪانه ڇڏي هئي ۽ هنن کي رات جو ڪوارٽرن جي بدران پاڻ وٽ ٽڪايو هو. ان کان وڌيڪ خدمت جو هو سوچي به نه پئي سگهيا. اهو نواب نوجوانن جي صحبت ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪري رهيو هو ۽ سڄي رات هنن کي پنهنجي ماضيءَ جا پراڻا داستان ٻڌائيندو رهيو هو، ايستائين جو باک به اچي ڦٽي هئي. هن هنن کي

پنهنجي گهر جو چپو چپو ڏيکاريو هو. ڪنيون ڪيل تصويرون ۽ اٿلپ هٿيار ڏيکاريا هئا ۽ پڇاڙيءَ ونس آيل ڪن مشهور شخصيتن جا خط بہ پڙهي ٻڌايا هئا. ٽڪل ٽنل آفيسر دل تي پٿر رکي هن جون اهي سڀ ناشائستہ حرڪتون برداشت ڪندا رهيا هئا ۽ جڏهن هو ڪانئس موڪلائي سمهڻ لاءِ ڪمرن ۾ داخل ٿيا هئا تہ ان وقت سمهڻ جي ويل ٽري چڪي هئي.

وان رئبڪ وٽ تہ اهڙي جٺ ڪانہ ٿيڻي هئي؟ پر هنن کي بيو ڪم بہ تہ ڪونہ هو! آفيسرن هٿ منهن ڌوئي ڪپڙا بدلايا ۽ گڏجي ان نواب جي جاءِ جي ڳولا ۾ نڪتا. گرجا واري چؤسول تي هنن کي ٻڌايو ويو تہ گرجا وٽان هيٺ لهي، نديءَ جي ڪپ وٽ پهچي ڪناري ڪناري هليو وڃڻ سان هو رئبڪ جي گهر واري باغ وٽ وڃي پهچندا. باغ طرف بہ رستا پئي ويا. هڪ وچ مان، جو وڏو رستو هو، ۽ بيو رئبڪ جي ان جي پاندن جي پويان، جو ننڍو رستو هو. آفيسرن پوئين ڏگ سان وڃڻ پسند ڪيو.

"اهو وان رئبڪ وري ڪير آهي؟" هنن ڏگ ۾ هڪبئي کان پڇيو. " اهو تہ نہ آهي جنهن "يو" فوج جي سپهہ سالاري ڪئي هئي؟"

"نہ. اهو وان رئبڪ نہ هو. اهو رڳو رئبڪ هو. "وان کان سواءِ."

"موسم تہ کهڙي نہ مزيدار آهي!" هڪ چيو.

پاندن وٽان رستو ٻن حصن ۾ پئي ورهائجي ويو. هڪ سڌو ئي سڌو اڳتي وڃي اونده ۾ گم پئي ٿيو، ۽ بيو سڄي هٿ وارو، امير جي گهر وٽ پئي ختم ٿيو. آفيسر سڄي هٿ تي مڙيا ۽ آواز جهڪو ڪري ڇڏيائون. رستي جي ٻنهي پاسن ديون جهڙا پٿرن جا نهيل وڏا وڏا گدام هئا، جن جون ڇتيون ڳاڙهين سرن جون هيون. اهي ايترو تہ وڏا ۽ پيڪيدار هئا، جيترو وڏن شهرن ۾ فوجي بئرڪون هونديون آهن.

"يارو، سوڻ بہ ڏاڍو سٺو آهي!" هڪ آفيسر ڳالهايو :."اسان جي مهنداري بہ چاتو ڪري رهيو آهي. هن کي ضرور سڌ پئجي ويئي هوندي، سنگهي ورتو هونداڻين!"

سيني جي اڳيان ليفٽيننٽ لوبتڪوف هلي رهيو هو. قد جو ڊگهو، ڪلها موڪرا ۽ مڇون ڇٽ. هو ڏسڻ ۾ ڪراڙو پئي آيو، پر هيو پنجويهن ورهين جي لڳ ڀڳ. هو فوج ۾ ان ڪري گهڻو مشهور هو، جو سواءِ ڏسڻ جي پري کان ئي هن کي عورت جي موجودگيءَ جي خبر پئجي ويندي هئي. مٿيون جملو ٻڌي، هن ڪنڌ ورائي ساٿين ڏانهن نهاريو ۽ چيو: "هائو، پڪ ئي پڪ گهر ۾ عورتون بہ آهن. منهنجي جبلت تہ اهو ئي ٻڌائي."

گهر جي دروازي تي وان رئبڪ پاڻ آفيسرن جو آڌرڀاءُ ڪيو. هن کي خانگي ڪپڙا پهريل هئا ۽ سٺ ورهين جي لڳ ڀڳ پئي لڳو.

هن خوشيءَ جو اظهار ڪندي هنن سان هٿ ملايو، ۽ ان ڳالهہ جي معافي ورتي ۽ افسوس ڪيو تہ هو کين رات نہ پئي رهائي سگهيو، چو تہ وٽس اڳ ئي گهڻا مهمان آيل هئا- بہ ڀينر ۽ انهن جا ٻار، ڀائر ۽ ڪي پاڙيسري پڻ، ان ڪري وٽس کين رهائڻ لاءِ جاءِ ڪانہ هئي.

جنرل ڏاڍو ڪلمڪ پئي نظر آيو. سندس منهن مان ظاهر پئي ٿيو تہ هو مهمانن جي آمد تي ايترو خوش نہ هو. ائين پئي لڳو, ڄڻ تہ هن آفيسرن کي رڳو پنهنجي خانداني رسمن جي پوئواري ۽ پنهنجي اخلاقي برتري ڏيکارڻ لاءِ ئي مدعو ڪيو هو. هنن تي اهو سڀ ڪجهہ تڏهن واضح ٿيو, جڏهن هو غاليچن مٿان وڇايل ڏاڪڻ تي چڙهي رهيا هئا ۽ سندن ميزبان ساڻن بي دليو ڳالهيون ڪري رهيو هو. هوڏانهن نوڪر چاڪر ڪين ڏسي, سست ٿي, ڪنڌ ڦيري پنهنجيءَ ڪرت ۾ لڳي پئي ويا. هنن کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ هو گهر وارن جي دلين تي اجايو بار هئا. جنهن گهر ۾ ڪا خانداني رسم ادا پئي ٿيندي هجي, ۽ جنهن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پينرون, پائر ۽ پاڙيسري بہ آيا هجن, ان گهر جي ڀاتين ڪان اوپريهن ڌارين جي موجودگي ڪيئن ٿي برداشت ٿي سگهي؟

ڊرائنگ روم جي دروازي وٽ هنن جي آجيان هڪ قداور, سڀاجهيءَ ۽ ڪرڙوڊ عورت ڪئي. هن جو منهن بيضوي ۽ پرون ڪارا هئا ۽ راتي يوجين جهڙا مهاندا هئس. منهن تي فراخدليءَ جي مرڪ آئي, هوءَ هنن سان ملي ۽ ڪائنن رات نہ رهائي سگهڻ جي معافي ورتائين. ٿوري وقت ڪانپوءِ ئي هن جي منهن تان اها مرڪ غائب ٿي ويئي ۽ هن پنهنجو ڪنڌ ڦيرائي ٻئي طرف ڪري ڇڏيو. هن جي ان ورتاءَ مان صاف ظاهر هو تہ هن پنهنجي وهيءَ ۾ ڪيترائي آفيسر ڏسي ڇڏيا هئا ۽ انهن لاءِ ونس ڪابہ اهميت ڪانہ هئي, ۽ جي هن ڪين پنهنجي گهر سڏيو هو ۽ افسوس جو اظهار ڪيو هو. تہ انجو سبب بہ رڳو هن جو اوچو پد ۽ سماجي برتري هئي.

جڏهن آفيسر ڪاڏي واري ڪمري ۾ داخل ٿيا. تہ ان وقت اٽڪل هڪ درجن عورتون ۽ مرد, ٻڍا ۽ جوان, ميز جي آخري ڇيڙي تي ويهي چانهہ پي رهيا هئا. انهن جي پٺيان سگارن جي دونهي ۾ وڪوڙيل ماڻهن جو هڪ ٽولو بيٺو هو. انهن مان هڪ سنهڙو جوان, ڳاڙهين مڇن سان, وڏي واڪي انگريزي ڳالهائي رهيو هو. ان ٽولي پويان هڪ دروازو هو, جو کليو پيو هو. اهو دروازو هڪ پيڪيدار ۽ ڀهڪندڙ ڪمري جو هو, جو بسنتي رنگ جي پردن ۽ فرنيچر سان سينگاريل هو.

”معزز حاضرين ! اوهان جو تعداد ايترو نہ گهڻو آهي, جو هڪ - هڪ جو تعارف ڪرائڻ ڏکيو پيو لڳي!“ جنرل خوشمزاجيءَ مان چيو. ”مهرباني ڪري پنهنجو تعارف پاڻ ڪرايو.“

آفيسر - ڪي سنجيده ٿي ۽ زبردستيءَ مرڪي, سڀ بيچين ٿي, ٿورو هيٺ نوڙيا ۽ خالي ڪرسين تي ويهي رهيا. انهن آفيسرن ۾ هڪ اهڙو بہ آفيسر هو, جو سڀ ڪان وڌيڪ ڏکيائي محسوس ڪري رهيو هو- اهو هو اسٽاف آفيسر ريابو وچ. هن جا ڪلها گول هئا ۽ اکين تي عينڪ چڙهيل هيس.

جنهن وقت سندس ساٿين مان ڪي سنجيدہ ٿي رهيا هئا, ڪي منهن تي مرڪ آڻي رهيا هئا, تنهن وقت هو بلڪل ويچارگيءَ جو پتلو ٿيو وينو هو. سندس سادو چهرو, جهنگ - ٻلي جهڙيون مڇون, ۽ عينڪ,سڀ يڪ آواز ٿي چئي رهيا هئا, ” آءٌ سڀ ڪان وڌيڪ شرميلو آهيان, آءٌ سادو آهيان ۽ منهنجي زندگي بسي آهي!“ جڏهن هو پهريون دفعو

ڪمري ۾ آيو ۽ ڪرسيءَ تي ويٺو. تہ پنھنجو ڌيان ڪنھن ھڪ شيءِ تي لڳائي نہ سگھيو ھو. چھرا، ڪپڙا، شراب جا شيشا ۽ ميز تي رکيل ٻيو سامان، سڀ ھن جي اڳيان ملي جلي، عجيب نظارو ٿي پيو ھو. ھن جو دماغ منجھي پيو ھو. ان وقت ھن جي دل ۾ پئي آيو تہ منھن ڪٿي ھٽئن ۾ لڪائي. ھن جي حالت ان ليڪچرار وانگر ھئي، جو پھريون دفعو ڪلاس ۾ ويو ھجي ۽ پنھنجن شاگردن کي ڏسڻ جي باوجود بہ ڏسي نہ سگھندو ھجي. (اھڙيءَ حالت کي، جڏھن ڪو ڏسندي بہ ڏسي نہ سگھي، ان کي نفسيات جا ماھر "نفسياتي نابينائي" چوندا آھن). ساھي پٽڻ بعد، جھٽ ترسي، ريابووچ پنھنجي چوگرد ڏسڻ وائسڻ شروع ڪيو. سڀ کان اول ھن جو ڌيان پنھنجي ميزبانن طرف ويو. وان رئبڪ، سندس زال، بہ عمر چڙھيل عورتون، ھڪ جوان ڇوڪري سوسني رنگ جي پوشاڪ سان، ۽ رئبڪ جو پٽ ڳاڙھين مڇن وارو جوان - ھي سڀ مھمانن ۾ اھڙيءَ طرح ملي جلي ويا ھئا، ڄڻ تہ گھڻن ڏينھن کان ان جي ريھرسل ڪئي ھئائون. ھو مھمانن کي بحث ۾ گھلي آيا ھئا. سوسني رنگ جا ڪپڙا پھريل ڇوڪري ان ڳالھہ تي زور ڏيئي رھي ھئي تہ توپخاني وارن فوجين جي زندگي، سوار فوجين کان وڌيڪ آسان ۽ آرام واري آھي، ۽ وان رئبڪ ۽ ھڪ ڪراڙي عورت ھن جي ان ڳالھہ جي زوردار مخالفت ڪري رھيا ھئا. موضوع مان موضوع نڪرندا ويا. ريابووچ ڏٺو تہ ڇوڪري ھڪ اھڙي موضوع تي بحث ڪري رھي ھئي، جنھن جي ڪيس ڪابہ پرواھ ڪانہ ھئي. ھن اھو اندازو ھن جي ھٽراڏو مسڪراھٽ مان لڳايو.

وان رئبڪ ۽ سندس زال نہ رڳو آفيسرن کي بحث ۾ رڌل پئي رکيو، پر گڏوگڏ گلاسن ۽ پليٽن تي بہ نظر رکيو پئي آيا، اھو ڏسڻ لاءِ تہ مھمانن چڱيءَ ريت کاڌو آھي يا نہ. ريابووچ جيترو وڌيڪ مشاھدو ڪري رھيو ھو، اوترو سندس دل ۾ ان خاندان لاءِ وڌيڪ عزت پيدا ٿيندي پئي ويئي.

چانھہ بعد آفيسر ڊرائينگ روم ڏانھن ويا. ليفٽيننٽ لوبتڪوف جي جبلت ھن کي ڌوڪو نہ ڏنو ھو. اتي واقعي ڪيتريون ئي نوجوان ڇوڪريون ويٺيون ھيون. لوبتڪوف ھڪ ڇوڪريءَ جي اڳيان نوڙيو، جنھن کي ڪاري پوشاڪ پھريل ھئي. ھو شايد ڇوڪريءَ سان ڇسائپ ۽ بيوقوفيءَ جون ڳالھيون ڪري رھيو ھو، ڇو جو ڇوڪري ھن ڏانھن حيرت سان نھاري رھي ھئي ۽ اچاتري نموني ۾ چئي رھي ھئي "نہ نہ، سچي؟" ان لفظ "نہ نہ، سچي؟" مان لوبتڪوف کي، جو واقعي ذھين ھو، سمجھي وڃڻ گھربو ھو تہ ڇوڪري سندس ڳالھين مان خوش ڪانہ ھئي.

ڪنھن مھمان پياني تي ھڪ غمگين ڌن ڇيڙي. کليل درين مان اينڌڙ ھوا ھر ڪنھن کي ياد ڏياريو تہ اھو مئي جو مھينو ھو. موسم خوشگوار ھئي ۽ فضا ۾ سوسن، رابيل ۽ گلاب جي سڳنڌ ھئي.

ريابووچ، جنھن تي موسيقيءَ ڪانسواءِ شراب جا خمار ھئا، دريءَ کان ھيٺ نوڙي مرڪڻ لڳو. ھو عورتن جي چرپر تي نظر رکي رھيو ھو. ھن کي ائين لڳو تہ سوسن، رابيل

۽ گلاب جي اها سرهاڻ ٻاهران باغ مان نہ پر اندران، عورتن جي جسمن ۽ ڪپڙن مان ئي اچي رهي هئي.

وان رئبڪ جي پٽ هڪ سنهي ڏڳهي ڇوڪريءَ کي ناچ جي دعوت ڏني ۽ ڪيس چيلهہ ۾ هٿ وجهي وچ ڪمري ۾ ڇڪي آيو. لوبنڪوف سوسني ڇوڪريءَ کي هيٺ لاٿو ۽ ناچ شروع ٿي ويو.... پر ريابووچ رڳو بت بڻيو انهن کي ڏسندو رهيو. هن حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ رقص ۾ حصو نہ ورتو هو ۽ نہ وري ڪيس ڪنهن ڇوڪريءَ جي چيلهہ ۾ ياڪر وجهڻ جو اتفاق ٿيو هو. ڪنهن غير واقف حسينا جي چيلهہ ۾ هٿ وجهڻ ۽ ان جو هٿ پنهنجي ڪلهي تي رکڻ، ريابووچ لاءِ هڪ سندر سپني جي مثال هو. جيڪو ڪڏهن بہ حقيقت نہ ٿي سگهيو هو. ڪو وقت هو جو هو پنهنجن ساٿين جي اهڙيءَ جرئت ۽ سائث تي ساڙ ڪندو هو، ۽ هو اهو سوچي بي همت ۽ دلگير ٿي پوندو هو تہ هن جا ڪلها گول ۽ مچون جهنگ ٻلي وانگر هيون. ۽ هو دنيا جي رنگينين کان بي بهري هيو. پر وقت سان گڏوگڏ هو ان ڳالهہ سان مانوس ٿي ويو هو ۽ هاڻي هن جي دل ۾ اهڙن موقعن تي ڪڏهن بہ حسد جي باهہ نہ ڀڙڪندي هئي، البت هو ڪجهہ اداس ۽ پريشان ضرور ٿيندو هو.

جڏهن رقص جو ٻيو ڦيرو شروع ٿيو، تہ ڳاڙهين مڇن وارو رئبڪ جو پٽ انهن مهمانن ڏي وڌي آيو، جي ناچ ۾ حصو نہ وٺي رهيا هئا. هن ڪين بليئرڊ کيڏڻ لاءِ دعوت ڏني ۽ آفيسر هن جي پٺيان اٿي هليا. ريابووچ پڻ دل جو بار جهڪو ڪرڻ لاءِ هنن جي پويان لڳي پيو. ڊرائينگ روم مان لنگهي، هڪ سوڙهي ورانڊي مان ٿيندي، هو هڪ اهڙي ڪمري ۾ پهتا، جتي ٽي دربان جهوٽا کائي رهيا هئا ۽ هنن کي ايندو ڏسي ڇرڪي اٿي بيٺا. ان ڪمري مان ٿي هو هڪ ٻئي ڪمري ۾ آيا، جتان بليئرڊ روم ۾ پهتا ۽ راند شروع ڪري ڏنائون.

ريابووچ، جنهن کي تاس ڪانسواءِ ٻي ڪابہ راند ڪانہ ايندي هئي، ماٺ ڪري هنن کي کيڏندو ڏسي رهيو هو. ڪنهن بہ رانديگر هن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو. البت جي ڪنهن جي نونٽ يا ڇڙيءَ جو ڇيڙو هن کي لڳي پئي ويو، تہ ان شخص ڪيس ڏسي "معاف ڪجو!" ٿي چيو. اجا هڪ راند بہ پوري ڪانہ ٿي هئي، جو هو پاڻ کي بيچين ۽ ڪوفت وارو محسوس ڪرڻ لڳو. هن کي احساس ٿيو تہ اتي وڌيڪ وقت ويهڻ حماقت هئي. هن کي هڪ دفعو وري بال روم جي ڪشش ٿي ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو.

واپسيءَ ۾ هن سان عجيب واقعو ٿيو. اڌ پنڌ ڪرڻ بعد هن محسوس ڪيو تہ رستو ڀلجي ويو هو. هن کي ياد هو تہ ڪيس ان ڪمري مان لنگهڻو هو جتي ٽي دربان آ هليا پيا هئا. پر ڇهن ڪمرن ۾ چڪر ڪاٽڻ بعد بہ هو ان ڪمري ۾ نہ پهتو هو. اهو ويچاري، هو وري پوئتي موٽيو ۽ سڄي طرف مڙندي، هڪ هلڪي روشنيءَ واري ڪمري ۾ آيو. اچڻ وقت تہ هو ان ڪمري مان ڪونہ لنگهيو هو. ٿورو ترسي، هن سامهون وارو دروازو کوليو ۽ اندر گهڙڻ سان هن پاڻ کي بلڪل اونداهي ڪمري ۾ آيل محسوس ڪيو. ان ڪمري جي پوئين دروازي جي وٿيءَ مان تيز روشنيءَ جي هڪ ليڪ نظر اچي رهي هئي.

ڪمري جي فضا اداس هئي، شايد اتي بال روم وانگر دريون ڪشاديون ۽ ڪليل هيون ۽ رابيل، سوسن ۽ گلاب جي سرهاڻ....

ريابووچ منجهي بيهي رهيو. اوچتو هن ڪن هلڪن قدمن جو آواز ٻڌو ۽ ان سان گڏ ڪلف لڳل ڪپڙن جي سرسراهٽ ۽ جذبات سان ڀرپور ڪنهن عورت جي پڻ پڻ جو آواز

" آخر هيءَ گهڙي به اچي وئي! ڪهڙا نه خوشنصيب آهيون. پيارا !" پوءِ يڪدم ٺي به نرم ۽ گداز ٻانهون، جي يقيناً ڪنهن عورت جون ٺي هيون، هن جي ڪنڌ کي وڪوڙي ويون. هن جي ڳل سان ڪو گرم ۽ نرم ڳل لڳو ۽ پوءِ هڪ چميءَ جو آواز... پر اوچتو ئي عورت ڇرڪ ڀري رڙ ڪري پوئتي ٿيڳي ۽ هو پڻ عجب مان رڙ ڪري دروازي جي روشنيءَ واري ليڪ طرف ڊوڙيو...

جڏهن هو بال روم ۾ موٽي آيو، ته سندس دل جي دڪ دڪ تيز ٿي چڪي هئي ۽ هٿ زور سان ڪنبي رهيا هئس، جي هن پٺيءَ پويان ڪري ڇڏيا. ڪافي وقت هو خوف ۽ شرم ۾ بي سڌ ٻٽيو بيٺو رهيو. هن کي ائين پئي لڳو ته بيٺلن مان هر هڪ کي سندس ويڌن جي خبر پئجي ويئي هئي. هن ڳولائو اکين سان چوطرف نهاريو ۽ هر فرد کي پنهنجيءَ ۾ پورو ڏسي، هن ان اتفاقي واقعي مان لطف وٺڻ شروع ڪيو. جو سندس حياتيءَ ۾ پهريون اتفاق هو... هن جي ڳچي ڪنهن نرم ۽ گداز ٻانهن ۾ آئي هئي، ۽ ڪيس ائين لڳي رهي هئي، ڄڻ ڪنهن تيل سان نرم ڪري ڇڏي هجي. سندس ڳل تي ڪبي ڪن جي هيٺان واري اها جاءِ، جتي اڻڏنل حسينا ڪيس چمي ڏني هئي، ايتري ته ٿڏي پئي لڳي، ڄڻ ته اتي برف رکي هئي. هو جيئن ان جاءِ کي وڌيڪ مهٽي رهيو هو، تيئن وڌيڪ ٿڏي پئي ٿيندي وئي. ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين هن جي سرير ۾ عجيب ۽ انوکيون امنگون جنم وٺي رهيون هيون، جي آهستي آهستي وڌنديون پئي ويون. هن چاهيو پئي ته اٿي نچي، ڳائي، ڊڪي، باغ ۾ وجي زور سان کلي..... هن ڪان اهو بلڪل وسري چڪو هو ته هو ڪو بيڊولو ۽ بدزيبو هو (چو جو سندس هڪ واقفڪار عورت هڪ ڀيري هڪ ٻيءَ عورت سان ڳالهيون ڪندي هن متعلق اهو رايو ڏنو هو ۽ اتفاق سان هن اهي سڀ ڳالهيون ٻڌيون هيون). جڏهن وان رئبڪ جي زال هن جي ڀر ۾ اچي بيٺي ته هن ڏانهن ڏسي هو فراخدليءَ سان اهڙي نموني مرڪيو جو هوءَ هن ڏانهن عجب سان نهارڻ لڳي.

"مون کي توهان جو گهر ڏاڍو وڻيو آهي!" هن عينڪ ناهيندي چيو.

جنرل جي زال مرڪي ورندي ڏني هئي ته گهر سندس پيءُ جو هو. پوءِ هن ڪانئس پڇيو هو ته هن جا مائٽ حيات هئا يا نه ؟ هن کي فوج ۾ داخل ٿئي ڪيترو وقت ٿيو هو؟ هو ايترو سنهو ڇو هو؟ وغيره وغيره اهڙي ريت هن سان ڪجهه وقت ڳالهائي، هوءَ هلي وئي ۽ ريابووچ جي دل خوشيءَ ۾ ٽپا ڏيڻ لڳي هئي. هن کي ان ڳالهه جو احساس ٿيو ته سندس چوگرد سچي دنيا هن سان مهربان هئي.

رات جي مانيءَ تي ريابووچ مشين وانگر کائيندو رهيو. هن کي ڪابه سڌ ڪانه پئي. هو رڳو پاڻ سان ٿيل اتفاق کي سلجهائڻ ۾ مگن هو. اتفاق، جيڪو پراسرار به هو ته

رومانوي بہ. اهو ايترو مشڪل بہ نہ هو، جو سلجهائي نہ سگهي. شايد ڪنهن ڇوڪريءَ، پرڻيل يا ڪنواريءَ، ڪنهن شخص سان ان اونداهي ڪمري ۾ ملڻ جو پروگرام ناهيو هو. شوق ۽ انتظار جي انڌ ۾ هن ريابووچ کي پنهنجو يار سمجهيو هو... هن ان نموني ۾ پنهنجي ڇميءَ جو حل ڳولي لڌو.

”پر اها ڪير آهي؟“ هن چوگرد ويٺل عورتن جي چهرن ڏانهن نهاريندي سوچيو. ”ضرور ڪا جوانڙي هوندي، ڇو جو ڪراڙيون عورتون ائين ملاقات نہ ڪنديون آهن. هوءَ هوندي بہ يقيناً ذهين، ڇو جو سندس پوشاڪ، خوشبوءِ ۽ آواز ائين پئي لڳا...!“

هن خوش ٿي سوسني رنگ جو وڳو پهريل ڇوڪريءَ ڏانهن نهاريو. هوءَ ڪافي سندر پئي لڳي. سندس ڪلها ۽ بانهون سڊول ۽ آواز دلڪش هو. ان کي غور سان ڏسندي، ريابووچ کي يقين اچي ويو تہ سندس اڻ سڃاتل محبوبہ اهائي هئي، نہ ڪا بي..... پر هن جي مرڪ بلڪل ڏيکاءَ جي مرڪ هئي. مرڪڻ سان سندس نڪ ڦونڊجي پئي ويو ۽ بدصورت ٿي پئي وئي. پوءِ هن پنهنجون نظرون ان حسينا طرف ڪيون، جنهن کي ڪاري پوشاڪ پهريل هئي. هوءَ سوسني پوشاڪ پهريل ڇوڪريءَ کان وڌيڪ جوان ۽ سادي هئي. سندس پيشاني ويڪري هئي ۽ شراب پيئڻ جي طرز بہ پياري ۽ وڻندڙ هيس. ريابووچ هن کي پنهنجي اڻڏٺل محبوبہ سمجهڻ چاهيو پئي، پر سنئت ئي ڪيس احساس ٿيو تہ ان جا مهاندا سنا نہ هئا. پوءِ هن جو ڌيان پاڻ سان لڳ ويٺل عورت ڏانهن ڪڇي ويو.

”ڪيئن چئجي تہ ڪير هئي!“ ريابووچ دل ۾ سوچيو : جي ڪلها ۽ بانهون سوسني پوشاڪ پهريل ڇوڪريءَ جون، پيشاني ڪارن ڪپڙن واريءَ جي ۽ اکيون لوبتڪوف جي پر واريءَ جون ملائجن تہ پوءِ البت....“

هن تصور ۾ ئي ان ڇوڪريءَ جي شڪل شبيهہ ناهي ڇڏي، جنهن اونده ۾ کيس چمي ڏني هئي. هڪ اهڙو جسم، جو سندس خواهش موجب هو ۽ جنهن جو ڪوبہ وجود ڪونہ هو.

ڪافي رڄ ٿي، مهمان ميزبانن کان موڪلائڻ لڳا. رئبڪ ۽ سندس زال هڪ دفعو وري مهمانن کان رات نہ رهائي سگهڻ لاءِ معافي ورتي.

”توهان سان ڏاڍو سنو وقت ڪاٽيوسين!“ جنرل هن دفعي بلڪل خلوص دليءَ سان چيو. (موڪلائيندڙ مهمانن سان ايندڙ مهمانن جي ڀيٽ ۾ بلڪل فراخدلي ڏيکاربي آهي)- ”اميد اٿم تہ موٽندي بہ پيرو پري ويندا. رستو تہ توهان ڏسي ڇڏيو آهي!“

آفيسر ٻاهر نڪري، باغ ۾ آيا. گوڙ گهمسان ۽ روشنيءَ مان نڪري هو پاڻ کي اونداهيءَ ۽ سانت ۾ محسوس ڪرڻ لڳا. ان خاموشيءَ هنن کي جهٽ لاءِ اداس ڪري ڇڏيو. سڀ ڪنڌ هيٺ ڪريو چپ چاپ وڏي دروازي مان ٻاهر نڪتا. هنن جي دلين ۾ شايد ريابووچ جهڙا ويچار جاءِ وٺي چڪا هئا. ڪڏهن تہ هو بہ ايتريءَ وڏي جاءِ جا مالڪ ٿيندا! اهڙو ئي باغ وٽن بہ هوندو! هو بہ ائين ئي مهمان نوازيءَ جو ثبوت ڏيندا!

باغ کان ٻاهر نڪري ئي هنن زور سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ بي معنيٰ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳا. هو هاڻي نديءَ جي ڪناري واري پيچري تان هلي رهيا هئا. نديءَ جي ٻيءَ پر بلڪل اونده هئي. نديءَ ۾ پوندڙ ستارن جي پاڇن ۽ ٻڏڪن جي ترڻ مان سمجهيو پئي

ويو ته وهڪرو تيز نه هو. پرينءَ پر جهنگ ۾ ڪانڪنا بولي رهيا هئا ۽ اورينءَ پر هڪ جهڳٽي مان بلبل جي مڌر نغمي جو آلاپ اچي رهيو هو. هڪ آفيسر ترسي ان جهڳٽي کي ڌونڌاڙيو، پر بلبل پنهنجي موج ۾ مگن هئي.

"ڪيترو نه بيدپيو جيئو آهي!" قدردان آواز ڪان متعجب ٿيا. "اسان کي پر ۾ ڏسي به ڪو خيال نه ٿي ڪري، واهيات ڪنهن جاءِ جي!" هو نشي ۾ تيز ڪائڻ لڳا.

ٽڪريءَ ڪان هيٺ ويندي رستو گرجا واري چوسول ۾ وجي ٿي مليو. اتي پهچي هو ٿوريءَ دير لاءِ ويا ۽ سگريٽ دکايائون. نديءَ جي ٻئي ڪپر تي هڪ هلڪي ڳاڙهي روشنيءَ ڏسڻ ۾ پئي آئي. "گهر ڪان واندا، ٽڪاڻي داخل" جي مصداق، هو اچي ان بحث ۾ چڙيا ته اها روشني ڇا جي هئي؟ ڪئمپ فاير جي، يا ڪنهن دريءَ جي، يا ڪي بيو ڪجهه؟... ريابووچ به ان روشنيءَ ڏانهن نهاريو. هن کي ائين لڳو، ڄڻ اها ڪيس اک پچي رهي هئي ۽ ان کي به هن جي چميءَ جي خبر پئجي چڪي هئي.

پنهنجن ڪوائرن ۾ پهچي، ڪپڙا مٽائي، ريابووچ وڃي هنڌ ۾ پيو. ساڻس گڏ لوبتڪوف ۽ ليفٽيننٽ مرسلياڪوو به رهيا پيا هئا. مرسلياڪوو ٿور - ڳالهائو ۽ مهذب ليکيو ويندو هو. هو سدائين "يورپ جو پيغمبر" نالي ڪتاب پڙهندو هو، ان ۾ ڇاٽايل نظرين جو قائل هو. لوبتڪوف ڪپڙڻ مٽائڻ بعد ڪمري ۾ بي مقصد اچ وڃ ڪري رهيو هو. هن اردليءَ کي بيئر آڻڻ لاءِ چيو ۽ وري بي اطمينانيءَ سان پسار ڪرڻ لڳو. مرسلياڪوو بستري تي ليٽيل هو. سندس سيراندي ڪان موم بتي ٻري رهي هئي ۽ ڪنهن رسالي جي صفحن ۾ غرق هو.

"تعجب آهي! آخر هوءَ هئي ڪير؟" ريابووچ ڇت ڏانهن نهاريندي دل ۾ چيو.

هن کي پنهنجي ڳچي اجا به سٽيي پئي لڳي، ڳل تي ٿڏاڻ پڻ. هن جي تصور ۾ وري سوسني پوشاڪ واريءَ جا ڪلها ۽ ٻانهون ۽ ڪاري پوشاڪ واريءَ جي پيشاني ياد اچي وئي. هن انهن خيالي تصويرن جو عڪس پنهنجي دماغ ۾ چٽي چڏڻ پئي چاهيو، پر اهي نچنديون ٽپنديون هن ڪان اوجهل ٿي ٿي ويون. هن اکيون بند ڪيون ۽ سندس اکين اڳيان اونداهي ڪمري وارو منظر ڊوڙي ويو، ۽ سندس دل ۽ دماغ ڪنهن نامعلوم ۽ بي پناهه مسرت جي احساس سان پرجي ويا. هو اجا انهن ويچارن ۾ ئي هو ته لوبتڪوف جو موڪليل اردلي موٽي آيو ۽ ٻڌايائين ته بيئر موجود ڪونه آهي. لوبتڪوف کي ڏاڍي منيان لڳي ۽ سندس اچ وڃ تيز ٿي وئي.

"اجا بيوقوفن کي ڪي سڱ ٿيندا آهن!" هن ڪڏهن مرسلياڪوو ۽ ڪڏهن ريابو وچ وٽ بيهندي چيو. "گڏهه ڪنهن جاءِ جو! بيئر به نه ٿو هٿ ڪري سگهي."

"ويچاري کي هن وقت ڪٿان ملندو؟" مرسلياڪوو ڪتاب مان منهن ٻاهر ڪڍڻ ڪانسواءِ ئي چيو: "چئين ڇا پيو، يار!" لوبتڪوف چيو. "شرط رک. هن مهل بيئر ۽ چوڪري هٿ ڪري ڏيانءِ ته پوءِ؟ اصل هڪ گهڙيءَ م .... نه ته منهنجو نالو مٽائي بيو رکج."

هن کي ڪپڙن مٽائڻ ۽ ڍڳهن جوتن پائڻ ۾ ڪافي وقت لڳو. پوءِ سگريٽ دکائي، بنان ڪجھ ڪڇڻ جي ٻاھر نڪرڻ لڳو.

"رئبڪ، گرئبڪ، لئبڪ." هن جهونگاريو ۽ در وٽ پهچي بيهي رهيو. "اڪيلو ڪير ٿو وڃي، لعنت پئين - ريابووچ! اٿ تہ چڪر هڻي اچون."

ڪو جواب نہ ٻڌي هو موٽي اندر آيو ۽ ڪپڙا مٽائي هنڌ ۾ وڃي ڪريو. مرسلياڪوو ٿڌو ساهہ پري ڪتاب بند ڪري پاسي ۾ رکيو ۽ موم بتي وسائي ڇڏي.

"هون!" لوبتڪوف سگريٽ دکائيندي اونده ۾ ٻڙڪيو.

ريابووچ چادر تاڻي مٿان وڌي ، ڪروندڙو ٿي پنهنجي منجهيل دماغ ۾ پريشان ۽ ٽڪنڌڙ تصويرون ۽ خاڪا يڪجاءِ ڪرڻ لڳو. پر ڪو ڪڙتيل نہ نڪرندو ڏسي، اهو سوچي سمهي پيو تہ ڪنهن حسين ڪيس چمي ڏني هئي. سندس زندگيءَ جو اهو انوکو اتفاق سڄي رات ڪيس خيالن ۽ خوابن ۾ ستائيندو رهيو.

جڏهن هو جاڳيو تہ سندس ڳچي اٿيڻ هئي ۽ ڳل واري ٿڌاڻ ختم ٿي چڪي هئي، پر هڪ محسوس نہ ٿيندڙ خوشي اجا بہ سندس اندر ۾ اڌما ڏيئي رهي هئي. هن درين جي چوڪن ڏانهن نهاريو، جي ايرندڙ سج جي ڪرڻن سبب سونهري ٿي ڏسڻ ۾ آيا. پوءِ هو هيٺ گهٽيءَ مان آواز ٻڌڻ لڳو. هينان وڏا وڏا آواز اچي رهيا هئا. سندن فوج جو ڪمانڊر، ليبيستڪي، ان وقت برگيڊ وٽ پهتو هو ۽ هڪ سارجنٽ سان چوٽ آواز سان ڳالهائي رهيو هو. زور سان ڳالهائڻ سندس عادت هئي. "پوءِ ڇا ٿيو؟" ڪماندر رڙ ڪئي.

"سائين ! نعلن لڳندي گولوبشڪا زخمي ٿي پيئي ۽ ڊاڪٽر سرڪو ۽ مٽي هڻي هن جو رت بند ڪيو. ۽ سائينءَ کي چوان، گذريل رات مستري آرتينيف ايترو تہ پيتو جو ٽيڙ کائڻ لڳو ۽ ليفٽننٽ هنن کي توب گاڏيءَ ۾ اڇلائي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو."

سارجنٽ هن کي هر هڪ آفيسر جي ڪار گذاريءَ جو تفصيل ڏنو ۽ اهو پڻ ٻڌايو تہ رات سيئي جنرل رئبڪ وٽ ويا هئا. گفتگوءَ دوران ليبيستڪيءَ جي ڳاڙهي ڏاڙهي دريءَ مان ظاهر ٿي. پنهنجين تيز نظرن سان، ستل آفيسرن جي چهرن ڏانهن گهوريندي هن چيو :

"سڀڪجھ ٺيڪ آهي نہ ؟"

"گهوڙا پنهنجون بشڪون نين پاجارين سان پيا گهن !" لوبتڪوف اوٻاسي ڏيندي هنڌ مان اٿندي چيو. "آءٌ اليگزينڊر ايوگرافونا ڏانهن ٿو وڃان - ڪو ضروري ڪم اٿم. چڱو، خدا حافظ. شام جو توهان سان اچي ملندس."

پندرهن منٽن ۾ فوج تيار ٿي، ڪئمپ ڏانهن رواني ٿي. رئبڪ جي پاندن وٽان لنگهڻ ويل ريابووچ گهر ڏانهن نهاريو. درن درين جا پردا اجا هيٺ هئا. شايد گهر وارا اجا ستا پيا هئا. هوءَ پڻ ستي پيئي هئي - ڇوڪري، جنهن ڪالهہ ريابووچ جي ڳل تي چمي ڏني هئي. هن جي نظرن اڳيان وري ڪمري جي خيالي تصوير ڦري آئي. دريون اجا کليون پيون هيون ۽ انهن مان باغ جي وڻن جون ٽاريون جهاتيون پائي رهيون هيون. صبح جي هير،

سوسن، رابيل، گلاب، هنڌ، ڪرسي، جنهن تي راتوڪو لاٿل وڳو بہ رکيو هو، سليپر ۽ ٽيبل تي هڪ گهڙي -اهي سڀ شيون هن جي اکين اڳيان نچڻ لڳيون. پر ڇوڪريءَ جي شڪل ۽ سندس منڙي مرڪ ، جنهن جي هن کي ڳولا هئي، سندس ذهن ۾ اچي ترڪي پئي ويون، ائين، جيئن آگرين مان ڪا سٽيي شيءِ ترڪي نڪري وڃي. اڌ فرلانگ اڳتي وڃڻ ڪانپوءِ، هن هڪ دفعو وري پنتي نهاريو. ميٽائين رنگ واري گرجا، رئبڪ جو گهر، ندي ۽ باغ، سڀ سج جي روشنيءَ ۾ چمڪي رهيا هئا. هن جي من تي اداسي ڇانئجي وئي. هن کي ائين لڳو، ڄڻ تہ ڪا پياري ۽ ساهہ ۾ ساندڻ جهڙي شيءِ پوئتي وساري آيو هو.

دڳ ۾ ڦڪا ۽ رواجي نظارا پئي آيا. رستي جي ٻنهي پاسن کان ڪٽڪ جا فصل بينا هئا. اڳيان ماڻهن جا پنا ۽ ڪنڌ ۽ ڌوڙ هئي تہ پويان بہ ڌوڙ ۽ ماڻهن جا چهرا هئا. سڀ کان اول چار سپاهي بندوقن سان هلي رهيا هئا- اهو اڳواڻ دستو هو. ان جي پويان بئنڊ وارا هئا. ريابووچ پنجين دستي ۾ هو. ان ڪري اڳين چئن دستن کي چڱيءَ طرح ڏسي پئي سگهيو.

شهري ماڻهن ۽ غير فوجين لاءِ مارچ ڪندڙ فوج ۽ بئنڊ جو نظارو ڏاڍو وڻندڙ آهي. هو عجب کائيندا آهن تہ هڪ توب لاءِ ايترا ماڻهو ڇو ٿا سيڙجن ! پر ريابووچ لاءِ ان ۾ ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي. ڪي سال اڳ هن کي انهن فوجي قانونن ۽ دستورن جي ڄاڻ پئجي چڪي هئي. سپاهين جي پنئي گپ سان ڇو ثقيل هوندي آهي، ايترا گهوڙا توب کي ڇو ڌڪيندا آهن، اهي ۽ بيون اهڙي قسم جون ڳالهيون ريابووچ لاءِ هاڻي ڪابہ اهميت ڪين رکنديون هيون.

هو نهايت بيپرواهيءَ سان اڳين دستن جي ڪنڌن ۽ پنن ۽ پوين جي چهرن ڏانهن نهاري رهيو هو. ڪالهہ هن ڪن حسرتن ۽ خواهشن کي پنهنجو ڪرڻ پئي چاهيو، پر اڄ هو پاڻ کي ڪن بين خيالن ۾ گم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. صبح جو رواني تيڻ وقت هن ڪوشش ڪئي هئي تہ ڪالهوڪيءَ چميءَ کي فقط هڪ اتفاق سمجهي، ۽ ان تي وڌيڪ سنجيده تيڻ نہ گهرجي. پر پوءِ ستت ئي هن منطق کي پري ڦٽو ڪيو ۽ پاڻ کي خوابن ۽ خيالن جي ياڪر ۾ اچلائي ڇڏيو.... هن خيالن ئي خيالن ۾ رئبڪ جي ڊرائينگ روم ۾ سوسني وڳو پهريل ڇوڪريءَ سان ملندڙ جلندڙ مهاندن واري هڪ ڇوڪريءَ جي ياڪر ۾ پاڻ کي محسوس ڪيو، ۽ هن سان ڳالهائيندو ڏٺو. پوءِ هن ڏٺو تہ هو جنگ تي وڃي رهيو هو ۽ ان ڇوڪريءَ کان موڪلائي رهيو هو. آخر هو جنگ تان بہ موٽيو هو ۽ ان ڇوڪريءَ سان، جا ان وقت ڪيس سندس زال جهڙي لڳي رهي هئي، هن ۽ پنهنجن ٻارن سان ماني کائي رهيو هو.

هو هڪ وڏي ڳوناٺي گهر جي پرسان لنگهيا. ريابو وچ لوڙهي وٺان اندر باغ ۾ نظر وڌي. سامهون هڪ سندر رستو هو، جنهن جي ٻنهي طرفن کان ننڍڙا سهڻا گلن جا ٻوٽا هئا ۽ وچ ۾ سائي ڇٻر... خيالن ئي خيالن ۾ هن هڪ نازڪ اندام حسينا جي قدمن کي ان رستي تي رقص ڪندي ڏٺو ۽ هن جي ذهن ۾ وري هڪ دفعو ان حسينا جي خيالي

تصوير اڀري آئي، جنهن ڪالهه ڪيس ڇمي ڏني هئي. اها عورت، جنهن جو رڱو عڪس هن جي ذهن جي پردن تي ڇنيل هو ۽ جنهن کي هو ڪڏهن به نه ڏسي سگهيو هو.

منجهند ڌاري پويان هن هڪ وڏو آواز ٻڌو :

"آفيسرو ! چپ ڪري بيهي رهو. ساڄي طرف نهاريو."

ٻن گهوڙن واريءَ هڪ گاڏيءَ ۾ برگيڊ جو جنرل وينو هو. هن ٻئي دستي وٽ پهچي گاڏي بيهارائي ۽ اهڙو حڪم ڏنو جنهن کي ڪوبه سمجهي نه سگهيو. هن پوءِ ڪيترن ئي آفيسرن کي سوار ٿيڻ جو حڪم ڏنو، جن ۾ ريابو وچ به هو.

"وقت ڪيئن پيو گذري؟" جنرل پنهنجون ڳاڙهيون اکيون ڦوٽاريندي چيو. "ڪير بيمار ته نه ٿيو آهي؟"

ٿوريءَ دير ڪانپوءِ، هن هڪ آفيسر ڏانهن منهن ڪندي چيو :

"ٽيون نمبر توب واري گاڏيءَ جي ڊرائيور پنهنجي ڇنگهه جو حفاظتي ڍڪ لاهي گاڏيءَ ۾ ٽنگي ڇڏيو آهي. توهان هن کي سزا ڏيو." هن پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪري ريابووچ ڏانهن نهاريو ۽ چوڻ لڳو: "تنهنجي گهوڙي جا ٽنگ گهٽا ڊگها آهن، چو؟"

ٿورڙن اهڙن بين ٽڪائيندڙ ۽ نٺهن راين کان پوءِ هن لوبتڪوف ڏانهن نهاريو ۽ مرڪي ڏنو.

"اڄ اداس ڇو آهين، لوبتڪوف؟" هن پڇيو.

"بيگم لوبوخوفا جي فراق ۾ تڏا ساهه پيو پرين ڇا؟"

هون! ڏسو يارو لوبتڪوف ڪيئن نه لوبوخوفا جو ماتم پيو ڪري!"

بيگم لوبوخوفا هڪ قداور ۽ سبر عورت هئي، جيڪا چاليهن ورهين جي ڄمار هوندي به پرڪشش پئي لڳندي هئي. جنرل جي ڪمزوري قداور عورتون هيون، تنهنڪري هن کي شڪ هوندو هو ته ننڍن آفيسرن ۾ به اها ڪمزوري موجود هوندي. آفيسر هن جي ڳالهه رکڻ لاءِ رڳو مرڪيا. جنرل پنهنجي ان خوش فهميءَ تي هڪ ٺهڪ ڏنو ۽ ڪوچوان جي پٺي ٺپري، کيس اڳتي وڌڻ لاءِ چيو.

"حالانڪ مون کي اها هڪ خواب مثل پئي لڳي، جنهن ۾ ممڪنات جو ڪوبه دخل ڪونه هوندو آهي، پر حقيقت ۾ اهو هڪ عام ۽ رواجي واقعو آهي." ريابووچ گاڏيءَ جي پويان اٿليل دز ۾ گهوريندي چيو، "بلڪل عام ۽ رواجي، جيڪو هر ڪنهن کي پيش اچي ٿو سگهي....! جنرل جو مثال ڪٽي وٺو، هو به ضرور عشق ۾ ڦاٿو هوندو ۽ شادي شده آهي ۽ ٻارن جو پيءُ پڻ. ڪئپٽن بيچر به عشق ۾ شادي ڪئي آهي، حالانڪ هو مون کان به وڌيڪ بيڊ وڙلو ۽ بدصورت آهي. سلمانوف ته بلڪل احمق آهي، اصلي جهڙو تاتاري، پر تڏهن به عشق پيو ڪمائي. آءٌ به انهن جهڙو ئي آهيان ۽ مون سان به ائين ٿي ٿو سگهي....!"

انهيءَ خيال هن کي وڌيڪ خوشي ڏني ۽ همت ڏياري. هن پنهنجي خيالي گهوڙي جون واڳون ڍريون ڪري ڇڏيون ۽ پنهنجي ذهن جي پردن تي پنهنجي ”هن“ آئيندي جون خوشگوار تصويرون ڇٽڻ لڳو.

ڪئمپ تي پهچي، آفيسر وڃي پنهنجن تنبن ۾ ويٺا. ريابووچ ، لوبتڪوف ۽ مرسلياڪوو هڪ پيتيءَ تي ويهي رات جي ماني کائڻ لڳا. مرسلياڪوو هوريان هوريان کائي به رهيو هو ۽ گڏوگڏ ”يورپ جو پيغمبر“ ڪتاب پڙهي رهيو. لوبتڪوف گهڻو پئي ڳالهايو ۽ هڪ بئي مٿان بيئر جا گلاس به پيئندو پئي ويو. ريابووچ، جيڪو اڃا تائين ڏينهن وارن سپنن ۾ گم هو، سانت ۾ وينو آهستي آهستي پئي رهيو هو. ٽن گلاسن ئي هن کي بي سرت ڪري ڇڏيو ۽ هن جي دل ۾ اها خواهش پڙڪو ڏئي اٿي ته پنهنجن رفيقن کي انهيءَ انوکي اتفاق ۽ جذبات کان آگاهه ڪريان.

”رئبڪ جي گهر ۾ مون سان هڪ مزيدار واقعو ٿيو.“ هن بيپرواهيءَ سان ڳالهه جي شروعات ڪئي. ”توهان کي خبر آهي ته آءٌ بال روم مان نڪري بلئرڊ روم ڏانهن ويو هوس...؟“ ۽ پوءِ هن سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي. ڳالهه پوري ڪرڻ بعد هو اچرج ۾ پئجي ويو ته ان ڳالهه ڪرڻ ۾ ايترو ٿورو وقت ڇو لڳو- منٽ کان به گهٽ !؟ هن ته سوچيو هو ته اهو داستان دهرائيندي صبح ڪري ڇڏيندس! لوبتڪوف، جيڪو مجيل ڊاڙي هو ۽ بئي ڪنهن جي ڳالهه کي ويساهه ۾ ئي نه آڻيندو هو، تنهن ريابووچ ڏانهن اڻ وسهندڙ مرڪ سان نهاريو. مرسلياڪوو، پرون تاڻي، ڪتاب تان نظر هٽائڻ کانسواءِ ئي چيو : ”واقعي، اهو عجب اتفاق آهي، پاڻ کي ائين بئي جي ياڪر ۾ اڇلائڻ! منهنجي خيال ۾ ڇوڪري پڪ اڌ چري هوندي.“

”درست !“ ريابووچ هن جي راءِ سان متفق ٿيندي چيو.

”مون کي به هڪ دفعي اهڙو واقعو پيش آيو هو.“ لوبتڪوف شروع ٿيو : ”آءٌ گذريل سال ڪوونا وڃي رهيو هوس، سيڪنڊ ڪلاس جو گاڏو ماڻهن سان ستيو پيو هو ۽ جنگهون ڍگهيري ويهڻ به مشڪل پئي لڳو. ڪنڊيڪٽر کي اڌ روبل خرچي ڏيئي، مون هڪ بئي گاڏي ۾ سمهڻ جي جاءِ هٿ ڪئي. اتي سمهي، مٿان ڪمبل تاڻي ڇڏيم.... گاڏي ۾ بلڪل اوندهه هئي. اوچتو مون پنهنجي پرسان ڪنهن کي وڏا وڏا ساهه کڻندو محسوس ڪيو ۽ پوءِ ڪو هٿ اچي منهنجي ڪلهي کي لڳو. مون پنهنجو هٿ ڪمبل مان ڪڍي ڍگهيريو جيڪو ڪنهن ٺونٺ کي وڃي لڳو.... مون ڇرڪي پنهنجيون اکيون کوليون. توهين پت ڪريو يا نه ، ته منهنجي اڳيان هڪ عورت بيٺي هئي! ڪاريون اکيون، چپ ڳاڙها جهڙا لعل، نڪ مان تڪڙا تڪڙا ساهه کڻي رهي هئي ۽ سندس ڇاتيءَ جو ايار ته اصلي چئي کڻي بس ڪجي...!“

”ڇاتيءَ جو ايار ته اسين به مڃينداسون،“ مرسلياڪوو وچ ۾ ڳالهائيندي چيو، ”پر اونده ۾ تو چپ ڪيئن ڏٺا؟“

لوبتڪوف اول ته آڏا ابتا دليل ڏئي پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪو چاڙهو نه ڏسي مرسلياڪوو جي ذهني پستيءَ تي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. ريابووچ پاڻ بچائي وڃي سمهي پيو ۽ وري ڪنهن سان دل جي حال نه اورڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيائين.

ڪئمپ جي زندگي دستور مطابق شروع ٿي چڪي هئي، ڦڪي ۽ هڪجهڙي. ريابووچ هاڻي پاڻ کي بلڪل هڪ عاشق سمجهڻ لڳو هو. هن کي هر وقت اهو خيال ٿيندو هو ته زندگيءَ جون پر بهار گهڙيون، جن جو نمونو اونداهي ڪمري ۾ ڏسي چڪو هو، چاڻ ته آيون.

هاڻ هو ڪئمپ ۾ ٿيندڙ عشق محبت جي ڳالهين ۾ گهري دلچسپي وٺڻ لڳو. اهڙن موقعن تي هو سمجهندو هو ته اهي سڀ هن جون پيچارون ٿي رهيون هيون. هو سيني تفريحي پروگرامن ۾ به شرڪت ڪندو هو، پر تڏهن به هن جي دل ۽ دماغ ڪنهن ٻئي هنڌ هوندا هئا. واندڪائيءَ جي وقت ۾ جڏهن هن کي عزيزن ۽ مائٽن جا خيال ايندا هئا، ته ان وقت به ميسٽيچڪو ڳوٺ، عجيب گهوڙو، رئبڪ، ان جي زال، اونداهو ڪمرو ۽ در واري روشنيءَ جي ليڪ، سندس ذهن ۾ هوندا هئا.

31 آگسٽ تي هڪ ڪئمپ کان واپس وريو، سڀ برگيڊ سان نه، پر ٻن دستن سان. هو ائين خوش ۽ پرشوق پئي لڳو، ڄڻ پنهنجي اباڻي ڏيهه ڏانهن وڃي رهيو هو. هن هڪ دفعو وري عجيب گهوڙو، گرجا ۽ اونداهو ڪمرو ڏسڻ جي سڌ پئي ڪئي. اندر جو آواز جو اڪثر عاشقن کي نڳيندو آهي، هن کي چئي رهيو هو ته پنهنجي "هن" کي ضرور ڏسندين! هو ساري واٽ سوچيندو رهيو، "هن جو آڌرڀاءُ ڪيئن ڪندس؟ هن کي ڇا چوندس؟ هوءَ ڇميءَ وارو واقعو وساري ته ڪانه ويٺي هوندي؟ فرض ڪٿي ڪجي ته آءٌ "هن" سان ڪمري ۾ ته ضرور ويندس ۽ پنهنجي ياد....."

شام ٽاڻي هن کي رئبڪ جا ياندا ۽ گرجا جا صليب نظر آيا. ريابو وچ جي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي. هو پنهنجي ماحول کان بي نياز ٿي چڪو هو ۽ گهڻن ارمانن سان سامهون چمڪندڙ نديءَ، گهر جي ڇت ۽ لهندڙ سج جي شفق ۾ ڳاڙهسرا ڏيکارجندڙ ڳيرا ڏسي رهيا هو.

هو گرجا وٽ پهتو ته ڪوارٽر - ماسٽر رپورٽ پڙهڻ شروع ڪئي. پر هو رڳو گهوڙيسوار جي آمد ۽ رئبڪ جو انتظار ڪري رهيو هو. ڪوارٽر - ماسٽر جي رپورٽ پوري ٿي وئي، پر گهوڙيسوار اڃا ڪونه وريو...

"سنت ئي ڳوناٺا وڃي رئبڪ کي اسان جي آمد جي خبر پهچائيندا." ريابووچ پنهنجي تنبوءَ ۾ گهڙندي سوچيو.

هن کي آرام ڪونه پئي آيو. هو اٿيو ۽ دريءَ وٽ بيهي ٻاهر نهارڻ لڳو، پر ڪٿي به گهوڙيسوار جو نشان ڪونه پئي ڏٺو. هو دريءَ وٽان هٽي هيٺ ٿي وينو. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ هن کان سٺو نه ٿيو ۽ هو اٿي ٻاهر نڪري آيو ۽ گرجا طرف وڌيو. چوسول ۾ اونده هئي ۽ ٽي سولجر ٽڪريءَ جي لاهه وٽ وينا هئا. هن کي ڏسي سپاهين کيس سلام ڪيو ۽ هو ٽڪريءَ تان هيٺ لهڻ لڳو.

سامهون واري ٽڪريءَ وٽان چند نڪري رهيو هو ۽ اتان آسمان جو رنگ حمڪندڙ واڱڻائي پئي نظر آيو. ٻه عورتون ڳالهائي به رهيون هيون ۽ باغ مان گوبي به

پٽي رهيون هيون. سڀ ڪجهہ ساڳيو هو. جهڙو مئي مهيني ۾ - اهو ئي پيچرو، اهي ئي وڻ ۽ اهي ئي باغ - رڳو سوسن ۽ رابيل جي خوشبوءِ ۽ بهادر بلبل جو راڳ ڪونہ هو.

ريابووچ باغ وٽ پهچي دروازي مان اندر نهاريو. اندر رڳو اونده ۽ سانت جو راڄ هو. ريابووچ اڪيون ڦاڙي ۽ ڪن سرلا ڪري، ڪا مهل بيٺو رهيو. جڏهن ڪلاڪ ڪن اٿين بيهڻ ڪانپوءِ بہ هن ڪجهہ نہ ڏٺو ۽ ڪجهہ نہ ٻڌو تہ پوئتي موٽيو.

درياءَ وٽ پهچي هو بيهي رهيو. سامهون وهنجڻ جو گهاٽ هو، ۽ هڪ پل. هو پل ڏانهن وڌيو ۽ بنا ڪنهن سبب ۽ مقصد جي پل جي ڪنهڙي، ڪي هٿ ڏيئي بيهي رهيو. هن هيٺ نهاريو.. درياءَ جو وهڪرو تکو هو ۽ گهاٽ جي پٿين سان لهرن جي ٽڪرجڻ ڪري آواز پئي آيا. ڪابي ڪپ تي چوڏهينءَ جي چنڊ جو پاڇو پئجي رهيو هو ۽ ننڍيون ننڍيون ڇوليون ان ڪي پٽيري ۽ ڇني رهيون هيون، ڄڻ تہ ان کي کٽي وڃڻ جون آرزومند هيون.

”ڪيترو نہ بي معنيٰ آهي!“ ريابووچ تيز وهڪري ڏانهن گهوريندي چيو، ”سڀ ڪجهہ بي معنيٰ آهي!“

هاڻي هن جون سيئي خواهشون مري چڪيون هيون. ڇميءَ وارو واقعو، سندس بي صبري، اجائي آس ۽ خيالي دنيا، سڀ سندس اڳو حقيقت جي روشنيءَ ۾ ڇٽيون تي بيٺيون. هاڻي هن کي ان ڳالهہ تي ڪوبہ عجب يا افسوس نہ هو تہ رئبڪ جو ماڻهو دعوت ڏيڻ چو نہ آيو! هاڻي هن کي ان جو بہ خيال ڪونہ هو تہ پنهنجي ”هن“ سان ملي سگهندو يا نہ. پر جي ملي ها تہ ڪيس وڏيڪ عجب لڳي ها. پاڻي هن جي هينان تکو تکو وهي رهيو هو، پر اهو ڪيڏانهن پئي ويو، سو ڪنهن بہ نہ پئي ڄاتو. مئي مهيني ۾ بہ اهو پاڻي اتان ئي پئي وهيو. اهو ڪنهن ننڍي جهرڻي مان وهي اچي هن وڏي نديءَ ۾ پيو هو. جتان وري وڃي سمنڊ ۾ ڪريو هوندو. سمنڊ مان اهو وري ٻاڦ ٿي مٿي چڙهي ويو هوندو. ۽ پوءِ وري مينهن ٿي وٺو هوندو. شايد اهو ئي پاڻي جيڪو سندس هينان وهي رهيو هو، سو ساڳيو ئي هوندو، جيڪو هن مئي مهيني ۾ ڏٺو هو. اهو سيڪجهہ چو ٿو ٿئي، چا لاءِ؟

ريابووچ کي سڄي دنيا ۽ زندگي، هڪ وڏو، سمجهہ کان ٻاهر ۽ بي معنيٰ چرچو ٿي نظر آئي. هن نگاهون پاڻيءَ تان هٽائي مٿي آسمان طرف کيون. هن محسوس ڪيو تہ ڪيئن نہ قسمت هڪ عورت جي روپ ۾ ساڻس مذاق ڪئي هئي! پنهنجا سپنا ۽ سير آخري ڀيرو هن جي ذهن تي تري آيا ۽ ڪيس پنهنجي زندگي بي رنگ، ڏتڙيل، بي معنيٰ ۽ نلهي نظر آئي. گهڻي گهڻي دير ڪانپوءِ هو جڏهن ڪوارٽرن ڏانهن موٽيو تہ اتي سندس ساٿين مان ڪوبہ موجود ڪونہ هو. اردليءَ ڪيس ٻڌايو تہ سڀ آفيسر جنرل فنٽرايڪن جي گهر ويا آهن، جنهن هنن ڏانهن سوار هٿ دعوت موڪلي هئي. جهٽ لاءِ ريابووچ جي دل خوشيءَ ۾ ٻرجي وئي، پر سِتت ئي هن انهن جذبن تي قابو پائي ورتو ۽ جنرل جي گهر ڏانهن وڃڻ بدران هنڌ تي وڃي سمهي پيو.

اهڙيءَ طرح هن قسمت کان پلئہ تي ورتو، جنهن ساڻس ڪڏهن بہ پال نہ پلا يا هئا!

*انگريزيءَ مان ترجمو: رشيد ڀٽي*

# دل جو سور

سانجهہ سمي جو ويلو ۽ آلي برف جا وڏا وڏا ڳڙا بازار ۾ ڪجهہ دير اڳ باريل ليمپن جي چوڌاري آهستي آهستي ڦيرا وجهي رهيا هئا. ڇتين تي، گهوڙن جي پٺين تي، ٻانهن تي، ٽوپين تي برف جو سنهو ۽ نرم تهہ جميل آهي.تانگي وارو ايونا پوٽ جيان اچي گهوڙي واري ڪوچ تي ٻي حس ڪنهن ٻُڪنڙيءَ جيان وينو آهي. سندس جهڪاءَ ڪان وڌيڪ جهڪڻ انساني وس کان ٻاهرآهي. ايئن ٿو لڳي تہ جي برف جون ڇپون بہ مٿس اچي ڪريون تہ بہ انهن کي ڇنڊو ڪرڻ ضروري نہ سمجهندو. سندس ڪمزور ۽ هراسيل گهوڙي بہ اچي رنگ واري ۽ سانت سٿيل آهي. انجي خاموشي، جسمَ جي لاهين چاڙهين ۽ بانس جهڙين ٽنگن کي ڏسي منائي جي گهوڙي تي لڳي. شايد ڪنهن سوچ ۾ گم ڪو اهڙو جانور آهي جنهن مسڪين کي ڪنهن اکين ۾ جاڳندڙ ميرانجهڙن منظرن کان زوريءَ پري ڪري ان جنجال ۾ ڦاسائي ڇڏيو هجي. پوءِ جت پوائيٽيون روشنيون، هل هنگامو انسانن جي اٽڪٽ پيچ ڊڪ هجي، هوءَ پريشانيءَ وچان سوچن ۾ نہ ٻڏي تہ ڇا ڪري؟

ايونا ۽ سندس گهوڙي گهڻي دير کان هڪ ئي هنڌ بيٺا هئا. ڪين منجهند کان ڪا سواري نہ ملي هئي. شهر تي سانجهيءَ جا پاڇولا مڙي رهيا هئا. بازار جي بتين جي ميرانجهڙي روشني جيئن پوءِ تيئن وڌي رهي هئي، رستي تي گوڙ وڌڻ لڳو هو.

”وائي برگ اسڪايا ڏانهن ڪا گاڏي هلندي!“ الونا جي ڪن تي پڙلاءُ پيو ”تانگو!“

ايونا ڇرڪندي نظر ڪئي تہ ڪيس فوجي ڪوٽ پاتل فوجي آفيسر نظر آيو.

”وائي برگ اسڪايا هلندين؟“ آفيسر ٻيهر دانهن ڪئي ”ننڊ آهين ڇا؟ هلندين؟“

آفيسر جي ڳالهہ ٻڌندي ايونا لغام کي جهٽڪو ڏنو تہ برف جو چورو گهوڙيءَ جي چيلهہ ۽ پٺن تان اڏامڻ لڳو. آفيسر جي گاڏيءَ تي سوار ٿيندي ئي هو پنهنجي جانور کي ٻچڪارڻ لڳو. هو بدڪ وانگر ڳچي اڳتي ڪو لاڙي. پنهنجي جاءِ تان اٿندي، ضرورت نہ هوندي بہ، عادت جيان ڇهبڪ تو ڦڙڪائي. گهوڙي بہ ڳچي اڳتي لاڙيندي پنهنجي بانس جهڙين ٽنگن کي ڇڪيندي جڻ نہ چاهيندي هلڻ تي لڳي.

پنهنجي اڳيان ڇانيل اونداهيءَ مان ايرندڙ دانهن ايونا جي ڪنن تي ٿي پوي ”شيطان ڪيڏانهن ٿو گهڙين؟ هوش ڪٿي ٿئي؟ ساڄي کان هل ساڄي کان! “

”توکي تہ ٽانگو هڪلڻ ئي نہ ٿو اچي، ساڄي پاسي کان هل!“ آفيسر بگڙجندي چوي ٿو.

هڪ ڪوجوان جيڪو ڪنهن جي ذاتي گاڏي هلائي رهيو هو، ڪيس دڙڪا ٿو ڏئي. رستو پارڪنڌڙ هڪ واٽهڙوءَ جو ڪلهو گهوڙيءَ جي ناسن سان رڳڙجي ٿو، هو ڪاوڙ وچان ڏسندي پنهنجو ڪن چندي ٿو. ايونا پنهنجي سيٽ تي ويني ايئن ٿو پاسا بدلائي ڄڻ ڪنڊن تي ويٺل هجي. نوننيون ٿو هلائي ۽ چئني پاسي واٽرين نظرن سان ٿو ڏسي ته ڪٿي آهي ۽ جتي آهي اتي ڇو آهي؟

”هي سمورا ماڻهو بدمعاش آهن. “ آفيسر چٿر اڏائيندي چوي ٿو.“ سندن ڪوشش آهي ته تنهنجي راهه ڪوٺي ڪن يا گهوڙيءَ جي سنبن ۾ چيپاٽجن. پڪ سان ڄاڻي ٻوجهي شرارت ٿا ڪن.“

ايونا پنهنجي مسافر ڏانهن ڏسندي چپ ٿو چوري. ظاهري طور تي ڪجهه چوڻ ٿو چاهي پر پڻ پڻ ڪانسواءِ سندس وات مان ڪجهه نه ٿو نڪري.

”ڇا چيئي؟“ آفيسر پڇي ٿو. ايونا بي جان مرڪ چپن تي آڻيندي نڙيءَ تي زور وجهندي مٿل آواز ۾ ڏڪيائيءَ سان چوي ٿو:

”منهنجو پٽ .... منهنجو پٽ گذاري ويو سائين!“

”هون ! ڇا ٿيو هئس؟“

”خدا ڄاڻي !“ تپ هوندو..... ٽي ڏينهن اسپتال ۾ داخل رهيو، پوءِ گذاري ويو. جيڪا خدا جي مرضي.“

”شيطان ! ڌيان ته ڪر“ اونداهيءَ مان آواز ٿو اچي، ”ڪتي جا پٽ ! چريو ٿيو آهين ڇا؟ اکيون کولي ته ڏس کهڙي پاسي پيو وڃين؟“

”هل هل وک وڌاءِ !“ آفيسر ڏاڙهيس ٿو. ”هن رفتار سان ته سڀاڻي به نه پهچندين، تيز هل.“

گاڏيءَ وارو ٻيهر ڳچي اڳتي لاڙي پنهنجي جاءِ تان اٿي ٿو ويهي، ڇهبڪ ڦيرائيندي ڪيترائي ڀيرا آفيسر ڏانهن لوٽا ٿو هڻي. پر هن اکيون پوري ڇڏيون، ڄڻ ڳالهائڻ نه چاهيندو هجي.

وائي برگ اسڪايا تي سواري لاهي ايونا ڇانهن جي هوٽل پرسان ٽانگو بيهاري وٽجي سنجي باڪس تي ويهي ٿو رهي هڪ ڪلاڪ لنگهي ٿو، پوءِ بيو....

سنهڙي ۽ ڊگهي بت وارا به ننڍي قد ۽ پٽ هڪ ڪب سان، ٽي نوجوان هن ڏانهن اچن ٿا.

”ٽانگي وارا! لولس پل هلندين؟“ ڪب وارو جهيٽي آواز ۾ چوي ٿو.

” ٽنهي جا ويهه ڪو پڪ!“

ايونا لغام ڇڪي گهوڙيءَ کي ٻچڪاري ٿو. اصل ڀاڙو ويهن ڪوپڪن کان وڌيڪ ٿو ٿئي پر کيس انجي پرواهه ناهي. هڪ روبل ملي يا پنج ڪوپڪ، کيس ته بس رڳو سواري کپي. ٽئي ڄڻا هڪٻئي کي ڌڪا ڏيندا ٻجڙو ڳالهائيندي ٽانگي ڏانهن ٿا اچن، ٽنهي جي ڪوشش آهي ته هڪ ئي وقت ويهي رهن. منجهن مونجهارو اهو آهي ته کهڙا به

ڇڏيا ويهن ۽ ڪير بيهي سفر ڪري. ڊگهي بحث ڏند ڇڪ ۽ گارگند کان پوءِ فيصلو ٿيو تہ ڪب وارو بيهي سفر ڪري ڇاڪاڻ جو هو ٿي سڀ کان ننڍي قد وارو آهي.

"هل." ڪبڙو بيهندي چوي ٿو. ايونا پنهنجي پٺن تي سندس ساهہ جي تپش ٿو محسوس ڪري." لانون تي ڏيکار سهڻا! تنهجي ٽوپي تہ انتهائي عجيب و غريب آهي، انکان وڌيڪ واهيات ٽوپي تہ سڄي پيٽرس برگ ۾ ڳولهي نہ لهندي.

"هي هي ! هي هي! ايونا ٽهڪ ٿو ڏي "بس گذاري لائق آهي." "خير رڳو گذاري جي لائق صاحب! ٽورڙي ڦڙتي ڏيکار! سڄي وات ائين هلندين ڇا ؟ يا هٿانءِ ڇڪي ڇهبڪ؟

"منهنجو تہ مٿو ٿو ڦاٽي."

ڊگهي قد وارن مان هڪ چوي ٿو: "دڪماسوف وٽ ڪالهہ واسڪا ۽ مون براندي جون چار بوتلون صاف ڪري ڇڏيون."

"سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تون ايتري بڪواس ڇو ڪندو آهين." ڊگهي قد وارو ٻيو نوجوان وات پٽيندي. چوي ٿو "ڳنوارن جيان ڪوڙ ٿو ٺوڪين."

"پنهنجي سر جو قسم، سچ ٿو ڳالهايان."

"اهو تہ ائين آهي جو ڇڻجي تہ جوءَ ڪي ڪنگهہ تي پئي."

"هي هي!" ايونا ٻيهر ٽهڪ ٿو ڏي "صاحب پوڳائي آهن."

"مردار" ڪبڙو ڪاوڙ ۾ ڦونڊجندي رڙ ٿو ڪري "ملعون، ٻڍڻ ۾ نٿو اچئي ؟ هٽينس ڇهبڪ بدبخت ڪي ڇهبڪ جو مزو چکائس."

ايونا ڪي پنهنجي پوپان ڪبڙي جي هلڻ جلڻ ۽ بي ترتيب آواز جو احساس ٿئي ٿو: سندس ڪنن تي ڪيس هلندڙ گاريون پون ٿيون. ماڻهن ڪي ڏسندي اڪيلائپ جو بار سندس من تان ڪجهہ گهٽجي ٿو. ڪبڙو ڪيس گهٽ وڌ ٿو ڳالهائي تان جو سندس بد فضيلتو ڳالهائڻ نڙيءَ ۾ اٽڪي ٿو ۽ ڪنگهہ سندس زبان ڪي تالو تي هٽي. سندس ڊگهي قد وارا ساٿي ڪنهن ماڻهوءَ جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪن. ايونا ڪين تڪي ٿو. ٿوري دير جي انتظار ڪانپوءِ جڏهن هو ڳالهائي بس ٿا ڪن تہ ٻيهر هنن ڏانهن نهاريندي چوي ٿو: "هن هفتي منهنجو پٽ گذاري ويو."

"سڀني ڪي هڪ نہ هڪ ڏينهن مرڻو آهي" ڪبڙو ٿڌو ساهہ ڀريندي، ڪنگهي چپ اگهي ٿو. "خير، گهوڙي ڪي تہ هلاءِ! مونکان هيءَ ماڪوڙي جي چال ڏٺي نٿي ٿئي، نہ ڄاڻ ڪڏهن پهچائيندين؟"

"ٿوري هن جي همت وڌاءِ .... هٽينس ڳچيءَ تي ٿڦڙ!"

"مردار ٻڌين ٿو؟ سيکت ڏيندوسانءِ. تو پارن تي کهل ڪرڻ کان تہ پنڌ هلڻ بهتر آهي. ٻڌين ٿو يا ڪن تي جوءَ ئي نہ ٿي سريئي؟"

ايونا جي پٺن تي ٿڦڙ ٿي لڳي، جنهن جو ٺڙاڏو ڪيس ڌڪ کان وڌيڪ ٿو ٻڌڻ ۾ اچي.

"هي هي!" هو ٺهڪ ٿو ڏئي :"صاحبو، مذاق تا ڪريو، خدا اوهان صاحبن کي سلامت رکي!"

"تانگي وارا، تنهنجي شادي ٿيل آهي؟" ڏگهي قد وارو هڪ ڄڻو پڇي ٿو.

"منهنجي! "هي هي! صاحبو ڇتر تا اڏايو. هاڻ آلي مٽي ئي منهنجي ڪنوار بڻبي... هو هو هوا يعني قبر. "ٺورو سوچيو تہ منهنجو پٽ گذاري ويو ۽ آءٌ هتي ڪٿي موجود آهيان، عجيب معاملو آهي! موت اٽڪيٺي جو بيو نالو آهي، مون ڏانهن اچڻ بدران منهنجي پٽ ڪي ڳهي ويو.."

ايونا ڪنڌ ورائي پنهنجي پٽ جي موت جي وارتا ٿو ٻڌائي پر ان مهل ئي ڪٻڙو هلڪڙي دانهن ٿو ڪري. "شڪر آهي، نيٺ اچي پهتاسين." ويهہ ڪو پڪ هٽ ۾ جهلينندي ايونا دير تائين انهن لفنگن ڏانهن ڏسندو ٿو رهي. هو هڪ اونداهو دروازو اڪري نيڻ نهار ڪان اوجهل ٿي وجن تا. ايونا لاءِ بيهر ساڳي اڪيلائپ، ساڳيو من ۾ گهاءُ هٽندڙ ماحول، ڪن پل لاءِ جهڪو ٿيل صدمو بيهر اٿلي سندس دل تي انهائي شدت سان وار ٿو ڪري. هو بيچين نگاهن سان رستي جي ٻنهي پاسي ماڻهن جي اچ وچ تي نظر ٿو وجهي. "ڇا هزارن جي هجوم ۾ ڪو هڪ بہ اهڙو ناهي جيڪو سندس پيڙا ٻڌي!" ماڻهو ڪائنس ۽ سندس غم ڪان غافل، لنگهندا تا وجن. سندس پيڙا بي حساب ۽ برداشت ڪان ٻاهر آهي. جيڪڏهن سندس دل سور ڪري ڦاٽي پوي ۽ سندس پيڙا ان مان لارون ڪري نڪريءَ سڄي دنيا ۾ ٻوڏ وانگر ڇانئجي وڃي تہ بہ ڪنهن کي نظر نہ ايندي. ان هڪ اهڙي واهيات خول ۾لڪڻ جي جاءِ ڳولهي ڪدي آهي جو ڏينهن ڏني جو ديپ ڪٽي ڳولهيو تہ بہ نظر نہ اچي ...

ايونا جي نظر هٽ ۾ ڪا هڙ ڪنيل هڪ دربان تي پوي ٿي. هو ساڻس ڪچهري ڪرڻ جو سوچي ٿو، "يار! وقت گهڻو ٿيو آ؟"

"ڏهہ ٿيڻ وارا آهن.... هتي ڇو بيٺو آهين؟ اڳتي هل!" ايونا ڪجهہ وکون اڳتي ٿو وڌي، وٽجي سٽجي جهڪي پنهنجي پيڙا ۾غرق ٿيو وڃي. کيس احساس ٿو ٿئي تہ ماڻهن مان ڪنهن قسم جي اميد رکڻ فضول آهي. پنجن منٽن جي اندر ڇيلهہ سڌي ڪري ويهي ٿو رهي. مٿو ائين ٿو لوڏي ڄڻ سخت پيڙا ۾ هجي. لغام ڇڪي ٿو. هاڻ پيڙا سندس برداشت ڪان ٻاهر آهي.

"واپس طنبيلي ڏانهن!" هو پنهنجو پاڻ کي چوي ٿو "طنبيلي." گهوڙي ڄڻ سندس خيالن کي پڙهندي مست چال ۾ هلڻ ٿي لڳي. ڏيڍ ڪلاڪ ڪانپوءِ ايونا هڪ وڏي شاهي غليظ آتش دان وٽ ويٺل آهي. آتش دان تي، فرش تي، بينچن تي ماڻهو بي ڍنگي انداز ۾ سمهيا کونگهرا هڻي رهيا آهن. هوا بدبو دار ۽ ڳوري آهي. ايونا سٽلن ڏانهن ٿو لڙي پنهنجي سيٺيل بت کي کنهندي افسوس ٿو ڪري ايترو جلد گهر موٽي آيو.

"مزدوريءَ مان تہ گهوڙيءَ جو داڻو بہ نہ ٿيندو." هو سوچي ٿو. "ڏکويل هئڻ ڪري پنهنجو ڪم ڏيان سان نہ ٿو ڪريان انڪري ئي مزوري گهٽ ٿي مليم. جنهن کي

مناسب ان ڪٺا ملن، جنهن جو جانور پيٽ پريل هجي اهوئي سدائين سڪون سان ٿو رهي.“
هڪ ڪنڊ مان هڪ نوجوان ڪوچوان اٿي ٿو، ننڍاڪڙين اکين سان مٿ ڏانهن ٿو وڏي.
”ڪجهه پيئندين؟“ ايونا پڇي ٿو.
”ارادو ته اهوئي اٿم.“
”ڏٺي پلو ڪريئي...... يار! ڏس نه، منهنجو پٽ گذاري ويو........ ٻڌين ٿو ؟
هن ئي هفتي، اسپتال ۾ - عجيب معاملو آهي.“ ايونا پنهنجي ڳالهه جو اثر جاچڻ لاءِ
نهاري ٿو پر ڪيس ڪجهه به نظر نٿو اچي. نوجوان پنهنجو چهرو ڍڪي سمهي ٿو پوي.
پوڙهو ٿڌو ساهه ڀري پنهنجي بت تي رانبوٽا ٿو هڻي. جيئن نوجوان کي پاڻي جي اڃ هئي
تيئن هو ڪچهريءَ جو اڃايل آهي. سندس پٽ کي مئي هفتو ٿيڻ وارو هو ۽ ڪيس اڃان
تائين ڪنهن سان دل کولي ڳالهائڻ جو موقعو به نه مليو هو. ان بابت تمام گهڻو ڳالهائڻ
لاءِ واجهائي رهيو هو. هن ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته سندس پٽ ڪيئن مئو، هن ڪهڙا ڪهڙا سور
سٺا، مرڻ ويل ڇا چيائين ڇو پساهه ڏنائين... هو چاهي ٿو ته جنازي جو حال ٻڌائي ۽
ٻڌائي ته ڪهڙي ريت هو پنهنجي پٽ جا ڪپڙا لٽا اسپتال مان ڪڻڻ ويو.سندس ڌيءَ ايسيا
ڳوٺ ۾ ٿي رهي.. هو ان جو ذڪر به ڪرڻ ٿو چاهي. ها! ڪيس تمام گهڻو ڳالهائڻو آهي
۽ جنهن سان ڳالهائي اهو ٿڌا ساهه ڀري عجب جو اظهار ڪري ۽ ساڻس گڏ جي ماتامي
ٿئي. جيڪڏهن ڪا مائي ڳالهائڻ لاءِ ملي وڃي ته اڃا به چڱو ٿيندو، جيتوڻيڪ مايون
هونديون بيوقوف آهن ۽ ڳالهه شروع ٿي نه ڪبي جو روڄ پٽڪو شروع ڪري ڏينديون.
”اٿي، گهوڙيءَ تي هڪ نظر وجهي اچجي.“ ايونا سوچي ٿو، ”سمهڻ لاءِ گهڻو
وقت پيو آهي. ننڊ ڪيڏانهن پڇي ته نه ويندي“ ڪوٽ پائي گهوڙي جي طنبيلي ۾ ٿو
گهڙي، ڪيس داڻي پاڻيءَ ۽ موسم جو خيال ٿو اچي. اڪيلائپ ۾ هو پنهنجي پٽ متعلق
سوچي نه ٿو سگهي... ڪنهن ٻيءُ سان سندس ذڪر ڪرڻ ٿو چاهي پر اڪيلي سر هن بابت
سوچڻ ۽ تصور ڪرڻ واري پيڙا سندس برداشت ڪان ٻاهر آهن.
”داڻو ٿي چرين؟“ پنهنجي گهوڙيءَ جون روشن اکيون ڏسي پڇي ٿو، ”چڱو چابو
ڪندي رهه..... داڻي لاءِ چڱي موچاري مزوري نه ملي ته ڇا ٿيو، گاهه کائي گذارو
ڪنداسين. هونئن به عمر هاڻ ٽانگو هلائڻ جهڙي نه رهي آهي. هاڻ منهنجو نه پر منهنجي
پٽ جي ڪم سنڀالڻ جو وقت هو. هو مڪمل ڪوچوان هو ڪيس اڃان گهڻو جيئڻو هو.“
ايونا ڪن پل لاءِ خاموش ٿي بيهر ڳالهائي ٿو.
”ڌيءَ! ڳالهه هيءَ آهي، ڪوزما ايونچ گذاري ويو.. مونکان موڪلائي ويو. بس
اوچتو پرڻ ڏيئي وينو. چڱو ايئن سمجهه ته تنهنجو هڪ وڇڙو آهي ۽ تون انهيءَ ننڍڙي
وڇڙي جي ماءُ آهين ۽ اوچتو هو مري پوي ته توکي انجو ڏک ٿيندو نه؟“
گهوڙي ٻڌجي لوڏڻ لڳي، ٻڌڻ لڳي ۽ پنهنجي مالڪ جي هٿن تي ساهه اوڳاڇيندي رهي
ايونا جو من پرچي آيو ۽ هو پنهنجو من گهوڙيءَ سامهون ڇيري ٿو رکي.

# وانڪا جو خط

نون سالن جو وانڪا زوڪوف، جنهن کي موچي آلياخين وٽ ڪم سکندي ٽي مهينا ٿي چڪا هئا، ڪرسمس جي رات سمهڻ لاءِ نہ ليٽيو. هو انتظار ڪندو رهيو ۽ جڏهن سندس مالڪ، مالڪياڻي ۽ وڏي ڄمار وارا شاگرد چرچ هليا ويا تہ هن الماريءَ مان مس ۾ زنگ لڳل نب وارو قلم ڪڍيو. وٽيل سٽيل ڪاغذ پکيڙيو ۽ لکڻ لاءِ تياري ڪيائين. قلم چورڻ کان اڳ ڪيترائي ڀيرا دروازي ۽ دريءَ تي فڪر ڀري نظر وڌائين. پٽ کي لڳل هڪ مقدس تصوير کي، جنهن جي ٻنهي ڪنارن تي ڪتل المارين ۾ جوتا رکڻ لاءِ چمڙي وارا قالب رکيل هئا. اونداهيءَ ۾ اکين کي زور ڏئي ڏئي ڏنائين ۽ ٿڌو ساهہ ڀريائين، ڪاغذ بينچ تي پکڙيل هو ۽ وانڪا بينچ جي ڀرسان ئي زمين تي گوڏن ڀر ويهي رهيو.

”ٻنهہ پيارا ڏاڏا ڪونستائين مڪارچ !“ هن لکيو. ” هيءُ اوهان ڏي خط پيو لکان. ڪرسمس جون وڌايون اماڻيندي دعا ٿو گهران تہ خدا اوهانکي سيڪجهہ ڏئي. منهنجو نہ ڀيءُ رهيو آهي نہ ماءُ ۽ هاڻ تہ اوهين ئي منهنجي لاءِ سيڪجهہ آهيو.“

وانڪا ڪنڌ کڻي دريءَ جي اونداهي شيشي تي نظر وڌي. جتي ميڻ بتيءَ جو اولڙو پئجي رهيو هو ۽ سندس ذهن ۾ پنهنجي ڏاڏي ڪونستا جي زيواريف نالي ڪنهن رئيس جي حويليءَ تي رات جي پهريدار طور تصوير واضح ٿيڻ لڳي. ٻندرو قد، سنهڙو سڪل بت، پنجهٺ کن سالن جي ڄمار ۾ بہ انتهائي خوش طبع ۽ ڦڙتيلو، مرڪندڙ چهرو ۽ خماريل نيڻ - ڏينهن جو ڏاڏو پوئين رنڌڻي ۾ يا تہ ننڊ پيو آهي يا وري باورچي ۽ سندس هتونداٽيندڙ مائين سان کل ڀوڳ ڪري رهيو آهي. هو رات جو رڍ جي کل جو ڊگهو ڪوٽ پائي پنهنجا جوتا ٺڙڪائيندو حويليءَ جي چوڌاري چڪر لڳائيندو رهندو آهي. سندس پويان پويان پوڙهي ڪتي ڪاشتانڪا ۽ هڪ ڪتو جيڪو پنهنجي ڪاري رنگ ۽ ڊگهي، نور جهڙي جسم ڪري بام مڇي سڏبو آهي، پنهنجيون ڳچيون لاڙي هلندا رهندا آهن. ڪتو سڀني جو ادب ڪندو آهي، سڀني جي دل ۾ جاءِ ٺاهيندو آهي، دوست هجي يا اوپرو سڀني کي هڪ جهڙي من موهڻيءَ نظر سان ڏسندو آهي، پر مٿس ڪوبہ ڀروسو نہ ڪندو آهي. سچ اهو آهي تہ سندس اهو ادب، لحاظ، سندس اها فرمانبرداري هڪ قسم جو پردو آهي. جنهن ۾ هو پنهنجي رياڪاري ڀري خباثت لڪائي هلندو آهي. هو چوري ڪرڻ،

اوچتو ڪنهن جي پير ۾ چڪ پائڻ لڳ جيئن ۾ برف جاني ۾ ڪپڙن يا ڪنهن ٻئي شيءِ جو ڪٽر هڻي ڪرڻ جو ماهر آهي. سندس پوين ٽنگن کي انيڪ پيرا زخمي ڪيو ويو آهي ۽ پيرا ڦاهو ڏنو ويو آهي. هر هفتي ايتري مار پوندي اٿس جو موت جي ڇا ٿنڌ تائين پهچي ويندو آهي. پر انهن سمورن جوکمن کان سدائين بچندو پئي آيو آهي. سو نئٽ ڏاڏو هن مهل شايد دروازي پرسان بيهي چرچ جي دريءَ مان نڪرندڙ تيز ڳاڙهي روشنيءَ کي اکيون ٻوٽي ڏسي رهيو آهي يا شايد پنهنجي لانگ مارچ سان ٽپ ٽپ ڪندو جيلهه تي هٿ رکي نوڪراڻين سان کل ڀوڳ ڪري رهيو هوندو. هو پنهنجون ٻانهون پکيڙي عادت موجب ٽڏ کان بچڻ لاءِ پنهنجي ڇاتي تي ويڙهي ڇڏيندو آهي يا پوءِ پوڙهن دبيل ٽهڪن سان ڪنهن نوڪرياڻيءَ يا باورچياڻي کي چهنڊڙي هڻي رهيو هوندو. "اچي سونگهه نه!" هو مائين ڏانهن ناس جي دٻي وڌائيندي چوي ٿو. مائيون ناس نڪ ۾ وجهندي ڇڪون ڏيون ڏين. ڏاڏو خوشيءَ مان کيڙن ۾ نٿو ماپي. زوردار ٽهڪ ڏيندي چوي ٿو: "جميل نڪن لاءِ اڪسير!"

ناس ورهائڻ وارو اهو سلسلو ڪتن تائين به پهچي ٿو ڪاشتانڪا ڇڪون ٿي ڏئي. متو ڏونڊاڙي تي ۽ ڪاوڙ جي پري ٿي ٿئي. پر هو انتهائي مهذب آهي. هو پلا ڪيئن ٿو ڇڪون ڏئي سگهي. هو ته رڳو پڇ ئي ٿو لوڏائي. موسم تمام شاندار آهي. هوا سانت صاف شفاف ۽ تازي آهي. رات اونداهي آهي، پر سڄو ڳوٺ، گهرن جون اڇيون ڇتيون، چمنين مان نڪرندڙ دونهون، چاندي وانگر چمڪندڙ برف ڍڪيل وڻ. برف جون ڇپون سپ چٽيءَ طرح نظر پيا اچن. آڪاس تي تارا ئي تارا پکڙيل آهن ۽ کير ڌارا ايتري صفائيءَ سان واضح آهي جو لڳي ٿو ته انکي ڪنهن ڏڻ لاءِ رڳڙي رڳڙي ڌوتو ويو آهي ۽ مٿان وري برف جي پالش ڪئي وئي آهي.

وانڪا ٿڌو ساهه پريو. پنهنجو قلم مس ۾ ٻوڙيو ۽ ٻيهر لکڻ شروع ڪيو.

"۽ ڪالهه مونکي ڏاڍي مار ڪئي وئي. مالڪ مونکي وارن کان جهلي ٻاهر اڱڻ ۾ گهليندو ويو ۽ زين جي پٽي سان مونکي ماريائين. ڇاڪاڻ جو آءُ سندس ٻار کي پينگهي ۾ جهوليندي غلطيءَ وچان سمهي پيو هئس. گذريل هفتي هڪ ڏينهن مالڪياڻيءَ مونکي هيرنگ مڇي صاف ڪرڻ لاءِ چيو. مون پڇ کان صفائي شروع ڪئي ته هن مڇي کڻي انجو مٿو منهنجي منهن تي رڳڙيو. ٻيا شاگرد منهنجو چٿر اڏائين ٿا. واڊڪا خريد ڪرڻ لاءِ مئي خاني موڪليندا آهن ۽ مالڪ جو ميوو چورائڻ تي مجبور ٿا ڪن ۽ مالڪ جي هٿ ۾ جيڪا به شيءِ ايندي آهي تنهن سان مونکي مارڻ شروع ڪندو آهي. صبح جو ماني ملندي آهي نه ڪرم ڪلي جو سوپ. جيڪو هو پاڻ ئي هضم ڪري ڇڏيندا آهن. هو مونکي ڪمرن جي وچ واري وٿيءَ ۾ سمهاريندا آهن ۽ ٻار روئڻ لڳندو آهي ته آءُ سمهي نه سگهندو آهيان، ڇاڪاڻ جو مونکي ڪيس پينگهي ۾ جهولائڻو پوندو آهي. پيارا ڏاڏا! يسوع مسيح جي واسطي مونکي هتان وٺي وڃ. ڳوٺ واري گهر هلي رهاءِ . هاڻ مونکان اهو سيڪجهه برداشت نٿو ٿئي. آهه!. ڏاڏا آءُ توکي منٿ ٿو ڪريان آءُ سدائين اوهانجو دعاگو رهندس"مونکي هتان ڪيئن به ڪري وٺي وڃ نه ته مري ويندس."

وانڪ جا چپ ڦڙڪيا. هن پنهنجي ڪارنيل هٿ سان ڪوڙها اکيي سڌڪو پريو.

"اوهانجي لاءِ ناس پيهندس" هن ٻيهر لکڻ شروع ڪيو. "اوهانجي لاءِ دعائون گهرندس ۽ ڪڏهن ڪا شرارت ڪريان ته جيترا ونتو جهٻڪ هتجو ۽ جيڪڏهن توهان جي خيال ۾ اوهانجي ڪنهن ڪم جو ناهيان ته حويليءِ جي ڪمدار کي چوندس ته خدا جي واسطي مونتي رحم ڪري ۽ مونکي لانگ بوٽن جي صفائيءَ جو ڪم ڏئي يا وري فيديا بدران آلا مال چارڻ ويندس. پيارا ڏاڏا! مونکان هاڻ هيءَ سيڪجهه برداشت نٿو ٿئي، اهو مونکي ماري وجهندو. مون سوچيو هو ته هتان ڳوٺ ڏانهن پنڌ نڪرندس پر مون وٽ لانگ بوٽ ته آهن ڪونه ۽ مونکي برف کان ڊپ ٿو لڳي ۽ جڏهن جوان ٿيندس ته اوهانجي سارسنڀال ڪندس. ڪنهن جي همت ٿي نه ٿيندي جو اوهان ڏانهن اک به کڻي. ۽ جڏهن پر لوڪ پڌاريندؤ ته اوهانجي روح جي نجات لاءِ اٿين ئي دعائون گهرندس جيئن امان لاءِ گهرندو آهيان.

ماسڪو. نه پڇ ڪيڏو وڏو شهر آهي. هتي وڏن وڏن ماڻهن جا نه ڄاڻ ڪيترا گهر آهن. نه ڄاڻ ڪيتراڻي گهوڙا آهن. پر رڍون ڪٿي به نظر نه ٿيون اچن ۽ ڪتا ڪاوڙجي پونڪن نه ٿا. ڪرسمس جي ڏڻ تي چوڪرا "تارو" کڻي هيڏانهن هو ڏانهن نه ٿا ڦرن ۽ چرچ ۾ ڪنهنکي به ڳائڻ نه ٿو ڏنو وڃي ۽ هڪ ڀيرو مون ڏٺو ته دڪان ۾ مڇي جهلڻ جا ڪانٽا ۽ هڪ ڏور ته اهڙي به هئي جنهن سان ٻانهن جيڏي مڇي به جهلجهي ته به نه ٽٽي ۽ مون اهڙا دڪان به ڏٺا آهن جتي قسمين قسمين بندوقون وڪامبيون آهن. بلڪل مالڪ جي گهر ۾ رکيل بندوقن جهڙيون ۽ انهن مان هر ڪنهن جي قيمت سئو روبل کن ته هوندي ٿي.... ۽ گوشت جي دڪان تي تترن، آڙين ۽ سيهڙن جو گوشت به وڪامبو آهي. پر ڪو به اهو نه ٿو ٻڌائي ته انهن جو شڪار ڪٿي ڪيو ويو آهي.

پيارا ڏاڏا! مالڪ جي حويليءِ ۾ ڪرسمس جو وڻ سينگاريو وڃي ته منهنجي لاءِ سونهري رنگيل هڪ اخروٽ سائي صندوق ۾ رکي ڇڏيان. اهو بارشنيا اولگا اگناتيئونا کان گهرجان. چئجانس ته اهو اخروٽ وانڪا کي کپي ٿو."

وانڪا تيزيءِ سان سڏڪو پريو ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر دريءِ جي شيشي کي جاچڻ لڳو. کيس ياد آيو ته ڏاڏو حويليءِ وارن لاءِ ڪرسمس وارو وڻ آڻڻ ويندو هو ته کيس به گڏ وٺي ويندو هو. اوهه ڪيڏو شاندار زمانو هو اهو به! ڏاڏو ٺهڪ ڏيندو هو ته برف سان ڍڪيل جهنگ به ٺهڪ ڏيندو هو ۽ ان کي ڏسندي وانڪ جا ٺهڪ به گونجڻ لڳندا هئا. ڏاڏو صنوبر جي ڪنهن وڻ کي ڪپڻ کان اڳ پائيپ ڇڪيندو ناس جا گهرا ساهه کڻندو ۽ سيءَ کان ڪنبندو وانڪا تي کلندو هو.... صبوبر جا برف سان ستيل وڻ چرڻ پرڻ کان سواءِ بيٺي اهو ڏسڻ جو اوسيئڙو ڪندا رهندا هئا ته منجهائن ڪنهن کي پنهنجي جان کان محروم نه ٿو ٿيڻو پوي. اوچتو ڪو سهو برف جي ڪنهن ڇپ تان ٽپ ڏئي تير جهڙي رفتار سان ڊوڙندو هو...... ڏاڏو ان وقت رڙ ڪرڻ کانسواءِ رهي نه سگهندو هو.

"جهل، جهلينس وڃڻ نه ڏجانس! رسيءِ جهڙي پڇ وارو بدمعاش!" ڏاڏو وڻ گهليندي حويليءِ تائين اتيندو ۽ پوءِ سڀئي انکي سينگارڻ ۾ جنبي ويندا هئا.... بارشين

اولگا اگناتيئونا جيڪا وانڪا کي سڀ کان وڌيڪ پسند هئي، خاص طور تي تمام گهڻي مصروف ٿي ويندي هئي. وانڪا جي ماءُ پيلا گيا جڏهن جيئري هئي ۽ حويليءَ جي ملازم هئي تہ اولگا ڪيتريون ئي مٺايون وانڪا کي ڏيندي هئي ۽ ڪيس لکڻ پڙهڻ ۽ سو تائين ڳڻپ سيکاري خوش ٿيندي هئي. هوءَ تہ ڪيس ڇئن جوڙن سان گڏ ٿيندڙ ناچ بہ سيکاريندي هئي. ماءُ جي مرتئي ڪانپوءِ وانڪا کي ڏاڏي وٽ نوڪرن واري رنڌڻي ۾ موڪليو ويو ۽ اتان ماسڪو موچي آلياخين وٽ.

"پيارا ڏاڏا! مون ڏانهن هليا اچو" وانڪا هڪ ڀيرو ٻيهر لکڻ شروع ڪيو. "اوهانکي يسوع مسيح جو واسطو ٿو ڏيان مونکي هتان واپس وٺي وڃو. مون اپاڳي يتيم تي ترس کائو. هتي مونکي روز مارڪٽ ڪن ٿا. هر وقت اينترو بکايل ۽ پريشان ٿو رهان جو بيان ئي نہ ٿو ڪري سگهجي. هر پل ڳوڙها ڳاڙيندو رهندو آهيان. هڪ ڏينهن مالڪ جوتن ۾ لڳندڙ چمڙي جو اهڙو زوردار ڌڪ هنيو جو زمين تي ڍير تي پيس ۽ سوچيم تہ هاڻ ڪڏهن بہ اٿي نہ سگهندس. منهنجي زندگي تہ ڪتن کان بہ بد تر آهي ۽ آليونا، ڪاڻي يگور ۽ ڪوچوان کي منهنجو سلام ڇئجانءِ. آءٌ اوهانجو پوٽو ايوان زوڪوف، پيارا ڏاڏا! ضرور اچجانءِ."

وانڪا ڪاغذ کي چئن تهن ۾ موڙي لفافي ۾ وڌو، جيڪو هن گذريل ڏينهن هڪ ڪوپيڪ ۾ ورتو هو. ٿورڙي دير سوچڻ ڪانپوءِ قلم کي مس ڪيڙيءَ ٻوڙي پتو لکيائين.

"منهنجي ڏاڏي" پنهنجو مٿو کنهي هڪ ڀيرو ٻيهر سوچي اضافو ڪيائين.

"ڪونستاتين مڪارچ کي ڳوٺ ۾ ملي."

ان تصور کان خوش ٿي تہ ڪيس خط لکڻ دوران ڪنهن نہ روڪيو، هن ٽوپي پاتي ۽ قميص مٿان ڪوٽ پائڻ بنان ئي ڊوڙندو رستي تي نڪري آيو.

گذريل ڏينهن گوشت جي دڪان تي ماڻهن ڪيس پيڇڻ تي ٻڌايو هو تہ خطن کي ٽپال جي ڊٻي ۾ وڌو ويندو آهي، جتان انهن کي گهنڊڻين سان جهنڪار پيدا ڪندڙ ٽن گهوڙن ۽ شرابي ڪوچوانن وارين ٽپال - بگين وسيلي دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچايو ويندو آهي. وانڪا تيز تيز ڊوڙندو ويجهي ٽپال دٻي تائين ويو ۽ پنهنجو املهہ خط انجي سوراخ اندر وجهي ڇڏيو..... ڪلاڪ کن ڪانپوءِ خوبصورت اميدن ڪيس ٿيڪون ڏئي ڏئي گهري ننڊ سمهاري ڇڏيو. "هن خواب ۾ هڪ آتشدان ڏٺو. آتشدان جي مٿئين چوڪٽ تي سندس ڏاڏو پنهنجا اگهاڙا پير هيٺ لٽڪائي رنڌڻي ۾ ڪم ڪندڙ عورتن کي اهو خط پڙهي ٻڌائي رهيو هو.....

آتشدان جي سامهون بام ميچي سڏجندڙ ڪتو پنهنجو پيچ لوڏي ڦري رهيو هو.

# شرط

پڻ - چڻ جي اداس سانجهه هئي ۽ هو ڪنڌ جهڪائي پنهنجي ڪمري ۾ هڪ ڪنڌ کان ٻي ڪنڌ تائين نہ ڄاڻ ڪيترا چڪر لڳائي چڪو هو. هو پندرهن سال اڳ جي انهيءَ اڻ - وسرندڙ تقريب کي ساري رهيو هو، جنهن ۾ شهر جي سڀ کان مشهور ۽ نوجوان وڪيل سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي هئي. ساڻس رسمي خير عافيت پڇڻ کانپوءِ ڳالهہ ٻولهہ هڪ تمام گهڻي دلچسپ بحث ۾ بدلجي وئي هئي. هو پاڻ تمام گهڻو شاهوڪار يهودي هو ۽ بين واپاري ادارن کي وياج تي ڳوريون رقمون قرض تي ڏيندو هو. اهو نوجوان وڪيل ساڻس واپار ڪندڙ هڪ اداري جو قانوني صلاحڪار هو ۽ بين سميت ڪيس بہ انهيءَ دعوت جي نيندڊ مليل هئي. پيشي ورانا ڏاهپ سان گڏوگڏ اهو نوجوان حد درجي جو سهڻو بہ هو ۽ سندس شخصيت ۾ بي پناهہ ڪشش واري هئي، بحث ان ڳالهہ تي شروع ٿيو هو تہ موت جي سزا تمام گهڻو ظالماڻو ۽ اڳرو فعل آهي. دعوت ۾ پروفيسر، صحافي، ليکڪ ۽ ٻيا دانشور پڻ هئا. اڪثريت جو خيال هو تہ اڳتي دور جي انهيءَ يادگار کي بہ ختم ڪرڻ گهرجي. اسانجو سڌريل معاشرو ايڏي ڀوائتي سزا جي پيڙا نٿو ڀوڳي سگهي. ڪن جو خيال هو تہ موت جي سزا کي جنم ٽيپ ۾ بدلائڻ گهرجي.

"آءٌ توهان سان سهمت نٿو ڪريان." يهودي ميزبان تمام گهڻي پر جوش انداز ۾ بحث ۾ حصو وٺندي چيو، "جيتوڻيڪ منهنجو موت جي سزا يا جنم ٽيپ سان ڪڏهن واسطو نہ پيو آهي پر آءٌ سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن وقت مونکي انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ شئي جي چونڊ ڪرڻي پئي تہ آءٌ پنهنجي راءِ موت جي سزائي چونديندس. اها رڳو هڪ پل جي پوڳنا هوندي جڏهن تہ جنم ٽيپ جي هر ساعت قاسيءَ کان وڌيڪ پيڙائتي هوندي. آءٌ جنم ٽيپ کي موت جي سزا کان وڌيڪ غيرانساني سمجهان ٿو. سائين ! اوهين پاڻ ٻڌايو تہ هڪ ڌڪ سان ماري ڇڏڻ ۽ ايذائي آنڌائي مارڻ ۾ ڪهڙي ڳالهہ وڌيڪ اڳري آهي؟"

"ٻئي غيرانساني آهن." هڪ مهمان پنهنجي نقطہِ نظر جي اپٽار ڪندي چيو. "ڇاڪاڻ جو ٻنهي جو مقصد اصلهہ انساني جانين کي ختم ڪرڻو آهي. رياست يا حڪومت خدا ناهي. اها جيڪڏهن ڪنهن کي زندگي ڏئي نٿي سگهي تہ پوءِ ڪيس زندگي کسڻ جو حق بہ نٿو ڏئي سگهجي."

"اوهين قانون جا ڄاڻو آهيو اوهان جو ڇا خيال آهي؟ "هڪ شخص، نوجوان وڪيل کي مخاطب ٿيندي چيو.

"جنم ٽيپ ۽ موت جي سزا آهن ته ٻئي غيرانساني ۽ پوائيٽيون پر جيڪڏهن مونکي انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ جي چونڊ لاءِ چيو وڃي ته آءٌ اسانجي مانواري ميزبان جي ابتڙ جنم ٽيپ ئي پنهنجي لاءِ چونڊينس. ائين حياتي ته پوري نه ٿيندي. منهنجي خيال ۾ بلڪل نه رهڻ کان ڪنهن نه ڪنهن حال ۾ جيئرو رهڻ بهتر آهي."

"هرگز نه - هرگز نه."

"هيءُ صحيح ٿو چوي. منهنجو به اهوئي موقف آهي."

"بلڪل غلط - سئو سيڪڙو غلط"

"اهڙي حياتي موت کان به بڇڙي آهي."

هڪ وقت ۾ ڪيترن ئي آوازن سان ڪمرو گونجڻ لڳو. بحث ۾ اوچتو تيزي اچي وئي.

نوجوان ميزبان جيڪو هيل تائين تمام گهڻي ٿڌائي سان ڳالهائي رهيو هو اوچتو جوش ۾ اچي ويو ۽ هو ۾ منيون پيڪوڙي چوڻ لڳو.

"اهي سموريون چوڻ جون ڳالهيون آهن. جنم ٽيپ ڪاٽڻ ڪا سولي ڳالهه ناهي. نوجوان وڪيل هڪ مهيني جي ٽيپ ئي نٿو پوڳي سگهي. جنم ٽيپ ڇا پوڳيندو."

"مون چيو آهي ته انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي پئي ته پوءِ جنم ٽيپ جي چونڊ ڪندس." نوجوان وڪيل پنهنجي ڳالهه جي وضاحت ڪندي چيو.

"اهو ڪوڙ آهي. تون قيد جي پهرين سال ئي دانهين اٿندي ته مونکي موت جي سزا ڏيو. جنم ٽيپ نه کپيم."

"ائين ڪڏهن به نه ٿيندو. آءٌ هڪ سال ته ڇا پندرهن سال تائين اها گهر نه ڪندس."

"اها ڳالهه آهي ته شرط ٿو لڳايان. ويهه لک رپين جي."

"ويهه لک رپيا" نوجوان وڪيل هڪ پل لاءِ سوچن ۾ ٻڏي ويو. "نيڪ قبول آهي." پوءِ رڙ ڪندي چيائين. "قبول".

"سمورا ماڻهو شاهد رهن!".

"اسين سڀ شاهد آهيون" سيني هڪ آواز ٿي چيو ۽ يهودي ميزبان ۽ نوجوان وڪيل اڳتي وڌي هٿ هٿ ۾ ڏئي شرط کي پڪو ڪيو.

"آءٌ پنهنجي زندگيءَ لاڳيتو پندرهن سالن جي قيد قبوليان ٿو ۽ "آءٌ انهي لاڳيتي قيد جي سوياري پڄاڻيءَ تي اوهان کي ويهه لک رپين جي انعام ڏيڻ جو واعدو ٿو ڪريان. "۽ ائين ڳالهين ئي ڳالهين ۾ بحث اوچتو سنجيده روپ اختيار ڪيو ۽ اهو عجيب غريب پر وحشياڻو ناهه طئي ٿي ويو. ٿوري دير ڪانپوءِ مانيءَ تي يهودي ميزبان چئلينج قبول ڪندڙ وڪيل کي چيو. "منهنجي دولت جو ته ڪو شمار ئي ناهي. ويهه لک رپيا منهنجي لاءِ ڪا حيثيت ئي نٿا رکن. پر تون چڱي ريت سوچي وٺ سڄي حياتي لاءِ پيڙا خريد ڪري رهيو آهين. توکي هڪ موقعو ٻيو ٿو ڏيان هوش کان ڪم وٺ!

"آءُ پنهنجي ڳالهه تان ڦرڻ وارو ناهيان. اهو گهٽ ۾ گهٽ هڪ انوکو تجربو ٿي سهي."

"ائين ڪڏهن به نه ٿيندو تون رڳو پنهنجي شرط تي قائم رهجان".

"آءُ ته پنهنجي شرط تي قائم آهيان پر تون شايد زندگيءَ کان تنگ اچي چڪو آهين. پنهنجي خوبصورت ۽ ڀرپور جوانيءَ تي رحم ڪاءُ. اهو نه وسار ته پنهنجي مرضيءَ سان قيد ڪاٽڻ زوري ٽيپ کان وڌيڪ ڏکيو آهي. اهو خيال ته جڏهن به تون چاهين شرط هارائي جيل کان ٻاهر اچي سگهين ٿو، توتي زندگيءَ جو هڪ هڪ لمحو عذاب بڻائي ڇڏيندو. نوجوان دوست ! مونکي توتي قياس ٿو اچي."

پوڙهو يهودي ڪمري ۾ چڪر ڪاٽيندي گذري ويل هڪ هڪ پل جون ساروڻيون تازيون ڪري رهيو هو. پورا پندرهن سال. ڪنهن لاڳيتي فلم جيان سندس ذهن جي پردي تي ايندا رهيا. هاڻ هو سوچي رهيو هو. مون اهو بيوقوفاڻو ۽ ظالماڻو شرط رکيو ئي ڇو!؟ ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ايڏو جلدي سنجيده ڇو ٿي ويس. وڪيل پنهنجي زندگيءَ جا پندرهن سال داءَ تي لڳائي ڇڏيا ۽ مون ويهه لک رپيا ڦوڪي ڇڏيا. پر ڇا اسان جي انهيءَ حرڪت سان ان ڳالهه جو سدائين لاءِ فيصلو ٿي سگهي ٿو ته موت جي سزا بهتر آهي يا جنم ٽيپ؟ هرگز نه قطعي نه. اها سموري بڪواس آهي. ڪاش مون ئي عقل کان ڪم ورتو هجي ها. مون ٻاران اڻ ڳڻتي دولت جو نماءُ هو ۽ نوجوان وڪيل وٽ دولت لاءِ هبچ ڪانسواءِ ڪجهه به نه هو.

هاڻ سندس ياداشت ۾ پارٽيءَ ڪانپوءِ ٿيندڙ ڳالهيون اٿلون ڪائڻ لڳيون. ٺاهه اهو ٿيو هو ته وڪيل سندس باغ جي هڪ ڪنڊ ۾ موجود هڪ ڪمري اندر اڪيلائپ واري قيد جا پندرهه سال ڪاٽيندو. مٿس سخت چوڪسي رکي ويندي. اهو به طئي ٿيو هو ته ان عرصي دوران هو پنهنجي ڪمري کان ٻاهر نه نڪري سگهندو. ٻين ماڻهن سان ملڻ ۽ ساڻن ڳالهائڻ يا سندن شڪل ڏسڻ جي به اجازت نه هونديس. بهرحال کيس روزانو اخبار ۽ گهر بل ڪتاب ڏنا ويندا. کيس سنگيت جو هڪ ساز پڻ ڏنو ويندو. کيس خط لکڻ ۽ وصول ڪرڻ جو حق هوندو. شراب ۽ سگريٽ به کيس ملندا رهندا. اهو به طئي ٿيو ته هو ٻاهرين دنيا سان ڪمري ۾ خاص طور تي مٿاهين تي ناهيل جهروڪي ذريعي خاموش رابطو رکي سگهندو. يعني پنهنجي ضرورتن جو اظهار لکت ۾ ڪندو. انهيءَ جهروڪي وسيلي ئي کيس کاڌ خوراڪ ۽ ضرورت جون ٻيون شيون رسايون ونديون. اهو ٺاهه لکت ۾ ۽ قانوني پورائن سان طئي ڪيو ويو ۽ ان ۾ سمورا تفصيل لکيا ويا. اهو به لکيو ويو ته نوجوان وڪيل شرط موجب 14 نومبر 1870ع جي رات ٺيڪ ٻارهين وڳي کان پنهنجي قيد جي شروعات ڪندو ۽ پندرهن سالن جي قيد مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ 14 نومبر 1885ع تي رات ٺيڪ ٻارهن وڳي هڪ منٽ تي سندس ڪوليءَ جو در کولي کيس آزاد ڪيو ويندو ۽ شرط جي ڪامياب پڄاڻي تي کيس ويهه لک رپين جو روڪ انعام ڏنو ويندو پر جيڪڏهن هو طئي ڪيل وقت کان به منٽ به اڳ ٻاهر نڪتو يا ڪنهن ٻي پڄڪڙي تي هو ويهه لک رپين جو حقدار نه رهندو ۽ هو شرط هارايل سمجهيو ويندو."

جهروڪي وسيلي ٻاهر موڪليل ننڍڙين ننڍڙين پرچين مان اهو اندازو ٿيو ته قيد جي پهرين سال دوران وڪيل اڪيلائپ ۽ بوريت وگهي بيحد پريشان رهيو. سندس بند ڪمري مان رات ڏينهن پيانو جي سنگيت گونجندي رهي. هن شراب ۽ تماڪ وغيره قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. شراب بابت هن لکيو ته "اهو خواهشن کي ڀڙڪائي ٿو ۽ خواهشون ڪنهن قيديءَ جون سڀ کان وڏيون ويري آهن." هن اهو به لکيو، اڪيلي ويهي مئي پيئڻ کان وڌيڪ بيزار ڪندڙ ڪم ٿي ئي نٿو سگهي. "تماڪ ڇڪڻ بابت سندس خيال هو ته اهو ڪمري جي بند فقط کي اجائين خراب ٿو ڪري. قيد جي پهرين سال وڪيل کي سندس گهر تي هلڪين ڦلڪين ڪهاڻين جا ڪتاب ۽ ناول مهيا ڪيا ويا. هن پريت ۽ ڏوهن، مزاح ۽ تصوراتي ڪهاڻين ۾ گهري دلچسپي ورتي.

ٻئي سال دوران هن پيانو وڄائڻ بند ڪري ڇڏيو. ڪيس هاڻ انهيءَ ساز کان چڙ وني وئي هئي. هاڻ هن گهڻي ڀاڱي ڪلاسيڪل ڪتابن جي فرمائش ڪئي. پنجين سال دوران هڪ ڀيرو ٻيهر سندس ڪمري مان سنگيت جا آلاپ اچڻ لڳا ۽ قيدي شراب جي فرمائش پڻ شروع ڪئي. لڪي لڪي سندس جهلڪ ڏسندڙن ٻڌايو ته اهو سڄو سال هن کائيندي پيئندي ۽ سمهندي گذرايو. هو اڪثر ڀڻ ڀڻ ڪرڻ لڳندو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي ٻرو ٻلو پيو چوندو هو. انهيءَ سال دوران هن ڪوبه ڪتاب نه پڙهيو. ان کان پهرين جي ڇئن سالن دوران سندس فرمائش تي ڪيس تقريبن ڇهه سئو ڪتاب ڏنا ويا هئا. سندس تمام گهڻي اڀياس جو نتيجو هو جو هڪ ڏينهن يهوديءَ کي هن ٻاران هڪ چٺي ملي جنهن ۾ لکيل هو.

"پيارا ! هيءُ خط توکي ڇهن ٻولين ۾ لکي رهيو آهيان. اهو انهن ٻولين جي ماهرن کي ڏيکارجان ۽ جيڪڏهن ڪين منهنجي انهن جملن ۾ ڪابه غلطي نظر نه اچي ته پوءِ منهنجي توکي وينتي آهي ته منهنجي ڪمري جي ويجهو بندوق جو هڪ فائر ڪجان. انهيءَ آواز سان مونکي اندازو ٿي ويندو ته انهن ٻولين کي سکڻ لاءِ مون جيڪا محنت ڪئي آهي اها ضايع نه وئي آهي. اهي ئي اهي مختلف عالمي ٻوليون آهن جن کي مختلف قومن جا ماڻهو ڳالهائين ٿا ۽ جن ۾ هنن سمورن دورن جي انسانن جي ڏاهپ جا انمول خزانه سهيڙيا آهن. تون منهنجي خوشيءَ جو ڪاٿو نه ٿو لڳائي سگهين جيڪا مون انهن ٻولين تي مهارت حاصل ڪرڻ تي محسوس ڪئي آهي."

ٻوليءَ جي مختلف ماهرن کي سندس خط پڙهائڻ ڪانپوءِ باغ ۾ بندوق ڇوڙي وئي. اڳتي هلي اڪيلائپ واري قيد جي ڏهين سال ۾ وڪيل کي اڪثر پنهنجي مطالعي جي ميز تي هڪ ئي ڪتاب آڏو اڀياس ۾ رڌل ڏٺو ويو. يهودي حيران هو ته اهو شخص جيڪو پهرين ڇئن ورهن ۾ ڇهه سئو ڳولا ۽ مشڪل ترين ڪتاب پڙهي چڪو هجي اهو سڄو سال رڳو هڪ ڪتاب ئي پڙهڻ ۾ رڌل رهيو. سال جي پڇاڙيءَ تي هن انهيءَ ڪتاب جي جاءِ تي عالمي مذهبن ۽ عقيدن بابت هڪ نئين ڪتاب جو اڀياس شروع ڪري ڏنو.

قيد جي آخري ٻن سالن ۾ وڪيل هر قسم جي ڪتابن جو مطالعو ڪيو. هاڻ جيڪو به ڪتاب سندس هٿ تي لڳو ان کي پڙهيائين ٿي. هن پهرين ته فطرت جي مطالعي

متعلق ڪتابن کي اٿلائيو. پوءِ بائرن ۽ شيڪسپيئر کي پڙهيائين. هاڻ هن پاران جيڪي چنيون ٿي مليون انهن ۾ هڪ ٿي وقت ڪيمسٽري، طب، ناولن، فلسفي ۽ مذهب متعلق رسالن، ڪتابن ۽ ڪتابچن جي فرمائش هوندي هئي. ائين ٿي لڳو ته ڄڻ سمونڊ ۾ ڪنهن ٽٽل ٻيڙيءَ جيان هو جنهن ڪڏهن هڪڙي تختي ته ڪڏهن وري ٻئي کي جهلڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ ائين پنهنجو پاڻ کي ٻڏڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هجي.

يهودي ڪنڌ جهڪائي پسار ڪندو پنهنجي ساروڻين جو هڪ هڪ ورق اٿلائي رهيو هو.

سڀاڻي ٺيڪ ٻارهين وڳي سندس قيد جو ڏگهو عرصو ختم ٿي ويندو. پورن پندرهن سالن کانپوءِ هو منهنجي قيد مان آجو ٿي ويندو ۽ لکت ۾ ڪيل ناهه موجب مونکي ڪيس ويهه لک رپيا ڏيڻا پوندا. هاڻ مون وٽ ايڏي رقم ڪٿي؟ ۽ جيڪڏهن آءٌ پنهنجو سڀ ڪجهه وڪڻي ۽ پنهنجا سمورا اثاثا ميڙي سيڙي ڪيئن رقم ادا ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان ته بلڪل تباهه ۽ برباد ٿي ويندس. ڏيوالپڻو. بلڪل ڏيوالپڻو! پندرهن سال پهرين مون وٽ هڪڙا ويهه لک ته ڇا ڪيئي ويهه لک رپيا هئا. ايترا جو انهن جي ڳڻپ ۽ حساب ڪتاب رکڻ به مشڪل هو پر هاڻ ته منهنجي ميڙي سيڙي جي مقابلي ۾ مون تي قرضن جو بار ٿي گهڻو آهي. واپار ۾ سٽي بازيءَ مونکي بلڪل ئي تباهه ڪري ڇڏيو آهي. مونکي ته منهن ڏيکارڻ لائق ئي نه ڇڏيو اٿس. مالي پريشانين مونکي هوندي ئي پوڙهو ڪري ڇڏيو آهي. مارڪيٽ ۾ منهنجي ساک ختم ٿي چڪي آهي. آءٌ پاڻ به اعتماد جي دولت کان محروم آهيان. هاڻ ڪنهن ڪم ۾ هٿ وجهندي ئي ڊپ ٿو لڳي. جن وڏن وڏن ادارن کان رقمون ورتيون هيون انهن مان پڻ ڪيترين ئي ڏيوالپڻي جو شڪار ٿي چڪيون آهن. پاڳن عجيب انداز ۾ بيوفائي ڪئي آهي. قرض اڳارائڻ پنهنجا ڏوڪڙ وصولڻ لاءِ منهنجي خلاف ڪورٽ ۾ دعويٰ ڪرڻ جي سوچين پيا ۽ مٿان وري هيءَ مصيبت! سڀاڻي ان چرئي دانشور وڪيل کي به ويهه لک رپيا ڏيڻا پوندا يا خدا! آءٌ ڇا ڪريان؟ ڇا ڪريان؟ پنهنجي منهن پٽڪندي يهوديءَ ٻنهي هٿن سان وڪريل وارن وارو مٿو جهلي ويهي رهيو. وري سوچڻ لڳو. "هيءُ شخص مري ڇو نٿو وڃي!" پر اجان ته سندس عمر چاليهه سال ٿي آهي. سڀاڻي هو مونکان ويهه لک رپيا اڳاڙيندو. نه ڏيندس ته ڪورٽ وسيلي وٺندو ۽ پوءِ منهنجي پئسن تي عيش ڪندو رهندو ۽ مونکي هڪ هڪ پائي جو محتاج ڪري ڇڏيندو. هو لکپتي بڻجي ويندو ۽ آءٌ فقير پوءِ روز تمام گهٽي طنز سان مونکي ڀيک ڏيندي چوندو : " منهنجي هيءَ عمارت ۽ خوشحالي تنهنجي ڪري ئي آهي، اڄ تنهنجي مدد ڪريان. نه. نه آءٌ اهو سڀڪجهه ٻڌي نٿو سگهان. ائين ڪڏهن به نه ٿيندو. آءٌ اهو ٿيڻ نه ڏيندس. يهوديءَ زور سان دانهن ڪندي چيو. پوءِ ڪيس اوچتو خيال آيو. ڏيوالپڻي. ذلت ۽ رسوائي کان بچڻ جو هڪ ئي طريقو آهي، وڪيل کي ماري ڇڏجي.۽ اهو خيال ايندي ئي يهوديءَ جي بيچين دل کي سڪون ملي ويو. گهڙيال گهنڊ وڄائي رات جي ٽين وڳي جو اعلان ڪيو. يهودي اجا تائين جاڳيو پئي. گهر جا باقي سمورا ڀاتي اگهور ننڊ ستل هئا. ٻاهر مينهن ۾ وڻن جي شائين شائين کانسواءِ مڪمل سانت واري ماحول ۾

هن پنهنجي لوهي تجوريءَ مان قيديءَ جي ڪمري جي چابي ڪڍي. پندرهن سالن ۾ انهيءَ چابيءَ کي هڪ ڀيرو به استعمال نه ڪيو ويو هو. هن پنهنجو اوور ڪوٽ ڪلهي تي وڌو ۽ خاموشي سان ٻاهر نڪتو. باغ ۾ اونداهي ۽ تمام گهڻي ٿڌ هئي. مينهن جا وسڪارا جاري هئا. تڏي هوا جا جهولا وڻن کي ڌونڌاڙي رهيا هئا. يهودي قيديءَ جي ڪمري کان ٻاهر واري ورانڊي ۾ پهچي بيهي رهيو. هن چوڪيدار کي ٻه ڀيرا سڏ ڪيو پر ڪا به ورانٽي نه آئي. ائين ٿي لڳو ته جڻ خراب موسم ڪري چوڪيدار رنڌتي يا ڪنهن ٻئي هنڌ پناهه ورتي سمهي پيو هو. يهوديءَ من ئي من ۾ سوچيو. "مون ۾ همت ته آهي. جيڪي رٿا سٿي اٿم ان تي عمل ڪري ٿو ڏيان." ڪنهن کي شڪ پيو ته چوڪيدار تي ٿيندو. هو اونداهيءَ ۾ هٿوراڙيون هڻندو قيديءَ جي ڪمري تائين پهتو. ماچيس جي تيلي ٻاري ان جي روشني ۾ هيڏي هوڏي نهارڻ لڳو. اگرا ٿانو جتي ڪٿي پکڙيل هئا. هڪ هنڌ اجهاتيل چلهه پئي هئي. چوڪيدار جو هنڌ بسترو خالي پيو هو ۽ ان تي چادر به نه هئي. ڪٿي به ڪنهن ساهواري جي موجودگي جو احساس به نٿي ٿيو. ماچيس جي تيلي اجهامڻ شرط ئي پوڙهو يهودي ڪنبندڙ ٽنگن کي هٿن سان سهارو ڏيندي ميز تي چڙهي ويو ۽ روشن دان وسيلي قيديءَ جي ڪمري ۾ جهاتي پائڻ لڳو. ٻرندڙ ميڻ بتي آخري پساهن ۾ هئي. قيدي ميز تي ڪنڌ جهڪائي وينو هو. پنيان کان رڳو سندس چيلهه. اڇا وڪريل وار ۽ سڪل هٿ نظر پئي آيا. ميز. ان سان گڏ رکيل ٻن ڪرسين ۽ فرش تي وڇايل غاليچي تي هر پاسي ڪتاب پکڙيل هئا. پنج منٽ گذري ويا پر قيدي جي بت ۾ ڪا چرپر نه ٿي. يهودي جهروڪي جي طاقن تي پنهنجي آڱرين سان هلڪي نڪ نڪ ڪئي پر ان جي جواب ۾ به قيديءَ جي ورهن کان چميل بت ۾ ڪا حرڪت نه ٿي. هاڻ يهودي آهستي آهستي سان تالي تي ويڙهيل ڪيڙي واري سيل کي ٽوڙيو. چري سان ڪيڙي کي ڪتري تالي ۾ چابي وڌائين. تالي جا ليور پندرهه سال بند رهڻ ڪري ڄمي ويا هئا. بهرحال ٿورو زور لڳائڻ سان تالو کلي ويو. کيس پورو ويساهه هو ته تالو کلڻ جي آواز سان قيدي خوشي ۾ دانهين اٿندو ۽ دروازي ڏانهن ڊڪندو پر ائين نه ٿيو. ٽي منٽ گذري ويا. سانت کي ڪنهن آواز يا حرڪت نه چيريو. هاڻ هن ڪمري ۾ داخل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. ميز آڏو وينل شخص عام انسانن کان مختلف هو. رڳو انساني ڍانچو ڏيکائي ڏئي رهيو هو. غير صحتمند ايرو ۽ هڏين -مٺ - سندس چمڙي گهنججي وئي هئي ۽ چهري جو رنگ ميرانجهڙو ٿي ويو هئس. ڳل سڪي اندر پئجي ويا هئس. وار چانديءَ جي تارن جيان چمڪي رهيا هئا ۽ ڪوبه ان ڳالهه تي يقين نه پئي ڪري سگهيو ته ڪو سندس عمر فقط چاليهه سال ئي هئي. ميز تي سندس جهڪيل ڪنڌ هينان هڪ ڪاغذ پيو هو. جنهن تي سنهڙن لفظن ۾ ڪجهه لکيل هو.

"چه ! ويچارو وڪيل ! يهوديءَ متس قياس ڪندي دل ئي دل ۾ چيو. " هن کي نڪاٽي لڳائڻ لاءِ ته ڪا گهڻي محنت نه ڪرڻي پوندم. اڌ مئل ڍانچي کي پلنگ تي رکي وهائي سان گهٽو ڏئي ڇڏيندو. مانس سياڻي ڪنهن کي شڪ به نه ٿيندو ته ڪو سندس انت غير طبعي طريقي سان ٿيل آهي. پر ان کان پهرين اهو ته ڏسجي ته هن ڪاغذ تي لکيو ڇا آهي!؟" يهودي سندس اڳيان رکيل ڪاغذ کڻي پڙهڻ شروع ڪيو.

"سياڻي رات جو نيڪ ٻارهين وڳي منهنجي ڏکي قيد جي پڄاڻي ٿي ويندي ۽ منهنجون سموريون آزاديون بحال ٿي وينديون ۽ آءٌ ماڻهن سان ملي سگهندس. ان کان پهرين جو آءٌ هن ڪمري کان ٻاهر نڪران ۽ سج جي روشني ڏسان اهو ضروري ٿو سمجهان ته توسان ڪجهه ڳالهيون اوريان. مونکي پنهنجي پاڪ صاف ۽ بي داغ ضمير ۽ ان خدا جو قسم آهي جيڪو مونکي هر وقت ڏسي رهيو آهي ته آءٌ تنهنجي سامهون اهو اعلان ڪريان ته آزاديءَ زندگي ۽ تندرستي مطلب ته هر هر شئي منهنجي نظرن ۾ بي حيثيت ۽ بي قل آهي جنهن کي تنهنجا ڪتاب دنيا جون نعمتون ڳڻائين ٿا."

"پندرهن سالن تائين مون زميني زندگيءَ جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو آهي. اهو صحيح آهي ته ان عرصي دوران مون نه زمين ڏني آهي ۽ ان جا واسي. پر تنهنجي اماڻيل ڪتابن وسيلي مون ڌرتي ۽ ان جي نعمتن ۽ برڪتن کي چڱي ريت چکيو، پرکيو ۽ محسوس ڪيو آهي. مون من مست ڪندڙ شراب پيتا آهن. پر جوش گيت ڳاتا آهن. جهنگلن، جبلن، ماترين ۽ ٻنين ۾ هرڻين پويان ڊڪيو آهيان. عورتن سان نينهن لڳايو اٿم ۽ من موهيندڙ وينگسن جيڪي ڪڪرن جيان هلڪڙيون، پاڪ شفاف ۽ بي داغ هيون ۽ جن کي تنهنجي شاعرن پنهنجي غير معمولي ڏات سان تخليق ڪيو هو. مون سان چاندوڪين ۾ ڪچهريون ڪيون آهن ۽ مون سان گڏ وهاڻي تي سر رکي سرہاڻن ۾ اڻ ڳڻيا دل لڀائيندڙ داستان ٻڌايا اٿن ۽ سندن جوانيءَ جي نشي ۾ آءٌ پهرن جا بهر الوٽ رهيو آهيان. تنهنجي ڪتابن وسيلي آءٌ البرز جهڙي اوچي ۽ دل ڌهڪائيندڙ جبلن تي چڙهي ويس ۽ چوٽين تان مون باک ڦٽيءَ مهل صبح کي اڀرندي ۽ دور ٻولارن ۾ ٻڏندي ڏٺو آهي. مون دير تائين نيري آڪاش جي ڪنارن تي رنگن جا ڪاڪ محل ڪلڻ جا نظارا ڪيا آهن. سمونڊ جي ڇاتين تي ڪرٽن جا نرت پسيا اٿم. هوائن کي ندين جا چپ چمندي ڏٺو اٿم. جيلن جي نوٽ ڪنارن تي اونداهيءَ ۽ جوت جا گل ٽڙندي ڏٺا اٿم. ڪنوارن ڪرٽن کي اڇن وارن جي اوٽ مان جهاتيون پائيندي ۽ سج جي الوداعي شعلن کي ڪارين گهٽائن جون ڇاتيون چيريندي ڏٺو اٿم. ڪلندڙ ڪڏندڙ شهر ۽ وستيون ڏٺم. رقص گاهن جي ان ڪليل دروازن مان نڪري هوا جي لهرن تي ترندڙ سنگيت جا مڌر پڙلاءِ ٻڌا اٿم. انهن سهڻن ۽ پاڪيز فرشتن جي پرن کي ڇهيو اٿم جيڪي منهنجي سپنن ۾ ايندا رهيا ۽ مون سان خدا جون ڳالهيون ڪندا رهيا. تنهنجي ڪتابن وسيلي آءٌ ڌرتي ۽ سمونڊ جي پاتالن ۾ لٿس. مون هٿان معجزن جنم ورتو. مون شهرن کي ساڙي رک ڪيو. نون نون مذهبن جي تبليغ ڪيم ۽ عالمن کي ڏندين آڱريون ڏنم.

"تنهنجي ڪتابن مونکي عقل ۽ ڏاهپ جي دولت ڏني ۽ بي فڪري وارن ڏينهن کان هيل تائين انساني ذهن جيڪي ڪجهه به سوچيو آهي اهو سمورو منهنجي ننڍڙي دماغ ۾ هميشه لاءِ محفوظ ٿي ويو آهي. مون کي خبر آهي ته آءٌ توکان تمام گهڻو عقلمند آهيان. توکان وڌيڪ چالاڪ آهيان! پر تنهنجن انهن ڪتابن کي ڌڪارجي نظر سان ٿو ڏسان. دنياوي تخليق ۽ ڏاهپ منهنجي آڏو بي قل شيون آهن. هر شئي غير حقيقي آهي. فريب آهي ڌوکو آهي. رج آهي. مجان ٿو ته توکي پنهنجو پاڻ تي گهڻو مان هوندو. سهڻو

بہ هوندين ۽ عقلمند بہ ! پر هڪ طاقت اهڙي بہ آهي جنهن کي توهين موت ٿا سڏيو جيڪا ڌرتي تان تنهنجو وجود ائين ميساري ڇڏيندي جڻ ڪڏهن ڪو تنهنجو وجود ٿي نہ هو ۽ تنهنجي خوشحاليءَ جا اهي سمورا داستان ۽ تنهنجي غيرفاني فلسفين ۽ دانشورن جا لاڦاني نانو ۽ ڪم سيڪجهہ هڪ نہ هڪ ڏينهن هن دنيا مان ميسارجي ويندا."

"تون چريو آهين. غلط رستي تي پيو هلين. تو ڪوڙ کي سچ جي ۽ ڪوجهائپ کي سندرتا جي جاءِ ڏني. جيڪڏهن ڪجهہ حالتن جي نتيجي ۾ وڻن تي گلن ۽ ميون بدران ڏيڏر لڳن تہ توکي حيرت ٿيندي ائين ئي اچ آءٌ توتي حيرت پيو ڪريان. تو جنهن هن ڌرتيءَ کي جنت جي دل سمجهيو آهي. سونهن جو سودو ڪوجهائپ سان ڪيو آهي. توکي سمجهائڻ يا قائل ڪرڻ جي ڪوشش بلڪل نہ ڪندس پر توکي آئينو ڏيکارڻ ضرور ٿو چاهيان ۽ انهن شين لاءِ پنهنجي ڌڪار جو کليو کلايو اظهار ڪرڻ ٿو چاهيان " جن لاءِ ۽ فقط جن لاءِ تون جيئرو پيو رهين! آءٌ ويهہ لک رپين جي رقم تان هٿ ٿو کڻان جنهن کي ڪنهن وقت مون ڌرتي جي نعمت سمجهي پندرهن سالن جي غلامي خوشيءَ سان قبولي هئي. هاڻ اها رقم منهنجي آڏو ڪا حيثيت نٿي رکي. انهيءَ رقم جي وصوليءَ جي حق کان پنهنجو پاڻ کي محروم ڪرڻ لاءِ آءٌ لکت واري ناهہ جي پڄڪڙي ڪندس ۽ مقرر ڪيل وقت کان پنج منٽ پهرين اڪيلائپ واري قيد کان پڇي نڪرندس."

يهوديءَ اها لکٽي پڙهي ڪاغذ ميز تي واپس رکي ڇڏيو. قيديءَ جي نوڙيل متي کي چميائين ۽ پوءِ اوڇتو سندس اکين مان ڳوڙهن جو مينهن شروع ٿي ويو. هو ڪمرو پهرين جيان بند ڪري واپس موٽي آيو. ان کان پهرين هو زندگي ۾ ايترو پيشمان ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو جيترو اڄ هو. جيون جي وڏن وڏن نقصانن تي بہ سندس اهڙي حالت نہ ٿي هئي ۽ اڄ کان پهرين هو ڪڏهن بہ پنهنجي نظرن ۾ ذليل ۽ حقير نہ هو. گهر اچي هو بستري تي ڦان ٿي ڪري پيو. پر ضمير جي ملامت ۽ ڳوڙهن جي تسلسل ننڊ کي هڪ پل لاءِ بہ سندس ويجهو اچڻ نہ ڏنو.

ايندڙ صبح چوڪيدار بدحواسي جي عالم ۾ ڊوڙندو وٽس آيو ۽ انڪشاف ڪيائين تہ قيدي روشن دان رستي پڇي نڪتو آهي ۽ هن پاڻ کيس باغ جي پٽ اڪرندي ڏٺو آهي. هو سندس پويان ڀڳو پر قيدي جلدئي نيڻ - نهارڻ کان ڏور ٿي ويو. اهو ٻڌي يهودي پنهنجي سمورن نوڪرن سميت قيدي جي ڪمري ۾ پهتو. سيني کي قيديءَ جي ڀاڄ جو شاهد بڻايائين ۽ وڌيڪ ڪنهن قانوني مونجهاري کان بچڻ لاءِ ميز تي پيل قيدي جي آخري لکٽي کنيائين ۽ واپس ان کي پنهنجي لوهي تجوڙي ۾ محفوظ ڪري ڇڏيائين.

# جلاوطن

پوڙهو سيمون عرف ٻاڙهو پنّون ۽ هڪ نوجوان تاتاري جنهن جو نالو ڪنهن کي نہ ٿي آيو، درياءَ جي ڪناري مچ آڏو ويٺا هئا. باقي ٽئي مهاڻا جهوپڙيءَ جي اندر هئا. سيمون سٺ کن سالن جو، ڪسرتي بدن وارو، ڏند پڳل شخص هو. سندس ڪلها موڪرا هئا ۽ سندس چهرو اجا تائين صحتمنديءَ جو نمونو هو. هن مهل هو نشي جي ترنگ ۾ هو. سندس کيسي ۾ شراب جي بوتل هئي، پر دل ۾ ڪنڪو هئس تہ ڪٿي سنگتي ساٿي حصو نہ گهرن. اهڙو ڪنڪو نہ هجيس ها تہ هو ڪڏهن جو سمهي پوي ها. تاتاري بيمار ۽ ٿڪل ٿائل چتيون لڳل ڪپڙا اوڍيل سمبرسڪ صوبي جي مزيدار زندگيءَ ۽ پنهنجي زال جي سونهن ۽ خصلتن جو داستان ٻڌائي رهيو هو. سندس ڄمار پنجويهن سالن کان وڌيڪ نہ هئي پر مچ جي روشنيءَ ۾ سندس هيڊي، بيمار ۽ غمگين چهري کي ڏسڻ سان هو ٻار ئي ٿي لڳو.

ٻاڙهو پنّون چوڻ لڳو، "يار! هيءَ جاءِ ڪا جنت تہ آهي ڪونہ. تون پاڻ ڏسين پيو تہ رڳو پاڻي ۽ درياءَ جي سڌن سنون ڪنارن ۽ ليسدار مٽيءَ ڪانسواءِ هتي ڪجهہ بہ ناهي. سيارو اچي پهتو آهي پر پوءِ بہ درياءَ ۾ برف وهندي اچي، اڄ سوير بہ هئي."

تاتاريءَ وراڻيو، "مصيبت آهي، مصيبت !" ۽ گهبرائجي چئني پاسي ڏسڻ لڳو.

ڏهن قدمن جي فاصلي تي ٿڌيءَ برف جو درياءَ وهي رهيو هو. ٻرانگهون پريندو، ڪوڪلن وارياسن ڪنارن سان ٽڪرائيندو، ڏور سمونڊ ڏانهن راهي ٿيو. ڪناري پرسان بيٺل هڪ وڏي ناو جو اونداهو پاڇولو ڇائنجي رهيو هو. درياءَ جي پرئين پار روشنيون ڪيڏيءَ مهل ميرانجهڙيون تہ ڪيڏيءَ مهل جرڪندڙ نانگڻ جيان ٿي لڳيون. اهو پوئين سال جو بچيل پوسو هو جيڪو ساڙيو پئي ويو. انهن جي پويان اونداهي هئي. هوا گهميل ۽ ٿڌي هئي.

تاتاريءَ آسمان ڏانهن نگاهہ کڻي ڏٺو. سندس وطن ۾ تہ ايترا ئي تارا هئا. چئني پاسي اهڙي ئي اونداهي هئي. پر هتي ڪيس ڪنهن ڳالهہ جي کوٽ ٿي لڳي؛ سمبرسڪ صوبي جا تارا هتان کان بلڪل مختلف هئا ۽ آڪاش بہ تہ اهڙو نہ هو.

تاتاريءَ ٻيهر چيو، "مصيبت آهي، مصيبت!"

سيمون کلڻ لڳو، "آهستي آهستي نهي ويندين، اڃان ڪچو آهين... وات مان اڃا کير جي ڌپ ٿي اچئي. پنهنجي ٻاراڻيءَ ۾ سمجهين ٿو تہ ڪوبہ تو کان وڌيڪ مصيبت ۾ ناهي. بس ڪا ڏينهن اڌ جي ڳالهہ آهي، چوندين تہ اهڙي زندگي خدا هر ڪنهن کي

نصيب ڪري. مونکي ٿي ڪٿي ڏس - هفتي کن ۾ پاڻي لهي ويندو. بيڙا هلڻ شروع ٿيندا. توهين سپ سائبيريا جي راهه وٺندؤ. آءٌ هتي ٿي هن ڪناري تي ٿي بيڙي ڪاهيندو رهندس. باويهن سالن کان رات ڏينهن اهو ئي ڪم ڪندو ٿو رهان. پاڻيءَ اندر مڇيون ۽ مٽي آءٌ. پوءِ به شڪر اٿم جو ڪا شڪايت نه اٿم. خدا شل اهڙي زندگي سڀني کي ڏئي."

تاتاريءَ مڇ ۾ ڪجهه سڪل تاريون وڌيون ۽ مڇ جي ويجهو ٿيندي چوڻ لڳو." منهنجو پيءُ سدائين بيمار ٿو رهي. امان ۽ زال واعدو ڪيو آهي ته سندس مرڻ پڄاڻان هو به هيڏانهن هليون اينديون."

ٻڍڙهو پٽون چوڻ لڳو. " ماءُ ۽ زال کي ڇا ڪنديں. اڙي پرمتڙا!؟ انهيءَ بيوقوفيءَ ۾ نه پوءُ. شيطان توکي پڙڪائي پيو. ان مردود تي ڌيان نه ڌرجانءِ. جيڪڏهن هو عورتن جو ذڪر ڪري ته انکي ساڙڻ لاءِ چئو ته توکي انجي ضرورت ناهي. آزاديءَ جي نالي تي هرڪائي ته مردن وانگر انجو مقابلو ڪر. چؤ ته مونکي انجي ضرورت ناهي. مونکي ڪجهه به نه کپي - نه ماءُ. نه پيءُ. نه زال. نه آزادي. نه گهرگهاٽ. نه ٻني ٻارو- خدا انهن جو ستياناس ڪري! مونکي انهن مان ڪجهه به نه کپي."

پنهنجي بوتل مان ڍڪ پريندي هو بيهر ڳالهائڻ لڳو. "آءٌ معمولي هاري يا مزدور پيشي ماڻهن مان ناهيان. هڪ پادريءَ جو پٽ آهيان. جڏهن آزاد هئس ته ڪرسڪ ۾ رهندو هئس. ڪو دور هو جو آءٌ به فراڪ ۽ ڪوٽ پائيندو هئس. پر هاڻ اهڙو حال بڻايو اٿم جو زمين تي اگهاڙو سمهي سگهان ٿو. ضرورت پوڻ تي جڙي بوٽيون کائي بک مٽائي ڇڏيندو آهيان. خدا سڀني کي اهڙي زندگي نصيب ڪري! نه زبان سان ڪجهه گهرندو آهيان ۽ نه دل ۾ ڪنهن جو دپ اٿم. پاڻ کان وڌيڪ ڪنهن کي به شاد ۽ آزاد نه سمجهندو آهيان. جنهن ڏينهن روس کان هيڏانهن اماڻيو ويس. دل ڪڙي ڪري فيصلو ڪيم ته مونکي ڪجهه به نه گهرجي. شيطان مونکي به زال. گهر ۽ آزاديءَ جي راڳ سان هرڪائڻ چاهيو پر مون کيس صاف صاف چئي ڇڏيو ته مونکي ڪجهه به نه گهرجي ۽ پوءِ پنهنجي ڳالهه تي ڳنڍ ٻڌي بيهي رهيس. تون پاڻ ڏس. هاڻ ڪيتري مزي ۾ آهيان! ڪنهن به ڳالهه جي شڪايت نه اٿم. بس ائين سمجهه ته جيڪو ماڻهو ٿورڙو به شيطان جي ڦيري ۾ آيو ۽ سندس ڳالهه مڃيائين ته پوءِ بچڻ جي ڪا صورت ناهي. چوٽيءَ تائين ان دٻڻ ۾ ڦاسي پوندو ۽ نڪتو نه نڪرندو.

رڳو توهين ابوجهه ڳوناٺا ئي شيطان جي چنبي ۾ نه ٿا چو. خانداني پڙهيل لکيل ماڻهو به هن هتان نڳجي ويندا آهن. ڪو ڏهه پندرهن سال اڳ جو ذڪر آهي ته هڪ شخص روس مان جلاوطن ٿي هتي پهتو. پاڻرن ۾ جائيداد جي ورهاست ۽ جعلي وصيت جو ڪو جهيڙو هو. ماڻهن سمجهيو ته هو ضرور ڪونه ڪو شهزادو يا جاگيردار آهي. اهو به ممڪن آهي ته رڳو ڪو معمولي سرڪاري ملازم هجي. ڪنهن کي ڪهڙو پتو؟ خير اهو صاحب هتي پهتو ۽ ايندي ئي هڪ گهر ۽ ڪجهه زمين خريد ڪيائين. چوڻ لڳو. " آءٌ

پنهنجي روزي روٽي پاڻ ڪمائيندس. پنهنجي پگهر جي ڪمائيءَ تي گذارو ڪندس هاڻ ڪو رئيس نہ رهيو آهيان. بس معمولي جلاوطن آهيان." مون بڌي چيو: "يا بسم الله. ارادو تہ نيڪ آهي."

هو ان وقت نوجوان هو. مزاج ۾ هڻ هٿان سان گڏوگڏ احتياط جو مادو بہ هئس. پنهنجي سر گاهہ لڻندو ۽ مڇيون جهليندو هو. گهوڙي تي سٺ ميل سواري هن لاءِ معمولي ڳالهہ هئي. پر اڳتي هلي اهو نقشو بدلجي ويو. پهرئين ئي سال گهوڙي تي چڙهي ٽپال حاصل ڪرڻ لاءِ گاڏي رينو اچڻ وڃڻ لڳو. منهنجي ڀيڙيءَ ۾ ويهي رهندو هو. ٽڏا ساهہ پريندي پيو چوندو هو تہ يار سيمون ! گهر وارن ڪيڏي عرصي کان رقم نہ موڪلي آهي!" آءٌ وراڻيندو هئس. " ويسلائي سرگئي يوچ! ڏوڪڙن جي توکي ضرورت ناهي. پئسن کي ڇا ڪندين؟ گذريل زماني کي وساري ڇڏ. جڻ ڪڏهن هيو ئي نہ. جيڪڏهن هو تہ بہ رڳو سراب هو. نئين سري سان زندگي شروع ڪر. شيطان جي پنجوڙ ۾ ڦاسڻ کان بچ. انجو انجام خراب ٿيندو. سندس چار ۾ ڦاسي پوندين. هينئر تہ رڳو رقم ڪپئي، ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي طلب ڪندين، پوءِ ڪجهہ ٻيو... خوش رهڻ جي ترڪيب اها آهي تہ ڪنهن شئي جي خواهش نہ ڪر. جيڪڏهن تقدير اسان تي ڪا ڏاڍائي ڪئي آهي تہ انجي آڏو هٿ ڦهلائڻ ۽ ڳاٽ جهڪائڻ مان فائدو؟ ٿيڻ تہ اهو گهرجي تہ ان کي ٺڏجي، انجو چٽر اڏائجي. نہ تہ اها تنهنجو مذاق اڏائيندي." آءٌ کيس اهو ئي مشورو ڏيندو رهيس..

"انجي ٻن سالن کانپوءِ کيس درياءَ جي ٻيءَ پر وڃي وڃڻ جو اتفاق ٿيو. خوشيءِ وچان ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپيو. چوڻ لڳو. پنهنجي زال کي آڻڻ لاءِ گاڏي رينو پيو وڃي. آخر ان جي دل راضي ٿي وئي هئي ۽ هوءَ هيڏانهن اچڻ تي راضي ٿي وئي هئي. سندس واڇون ڦاٽل هيون. ٻئي ڏينهن هو زال سميت موٽي آيو. هوءَ مٿي تي ٽوپي پاتل هڪ نوجوان وينگس هئي، هنج ۾ هڪ کير پياڪ ڌيءَ بہ هيس ۽ اوسي پاسي مٽن جي حساب سان سامان سڙو. سرگئي يوچ سندس طواف ڪندو رهيو. ڪن پل لاءِ بہ نظر نہ ٿي هٽيس. سندس واکاڻ ڪندي وات مان گگ ٿي ڳڙيس. مونکي چوڻ لڳو." ها يار سيمون ! ڪيئن، ماٺهو سائبيريا ۾ بہ لطف پري زندگي گهاري سگهي ٿو!" مون دل ۾ چيو، اها چئن ڏينهن جي چانڊني آهي، مند ڦرندي ويرم ئي نہ لڳندي آهي. ان ڏينهن کان، هر هفتي سندس معمول بڻجي ويو تہ ٽپال گهر وڃي پڇي تہ گهران ڏوڪڙ تہ نہ آيا.

هڪ ڏينهن مونکي چوڻ لڳو. "منهنجي خاطر هوءَ پنهنجي سونهن، پنهنجي جواني سائبيريا ۾ وڃائي رهي آهي ۽ مون سان گڏ ڏکيا ڏينهن گهاري رهي آهي. تنهن ڪري منهنجو فرض ٿو بڻجي تہ سندس آرام ۽ آسائش جو پورو پورو خيال رکان. بيگم صاحبہ جي وندر لاءِ هن مقامي آفيسرن ۽ ايرن غيرن سان ناتا جوڙيا. پوءِ واقفن جي انهيءَ لشڪر جي خاطر مدارت لاءِ انتظام ٿيا. ضروري سمجهيو ويو تہ هڪ پيانو بہ هئڻ گهرجي ۽ گهر ۾ گهاٽن وارن وارو هڪ ڪتو بہ پالڻ گهرجي. هر قسم جا ٺٺ بلڪہ عياشي ٿين لڳي. پوءِ بہ اها نڪ چڙهي بيگم صاحبہ وٽس گهڻو عرصو نہ ٽڪي - ۽ ترسي بہ ڇو؟ هتي گپ ۽ پاڻي، هڏيون ڇيريندڙ پارو. نہ گل، نہ ميوو. ماڻهو بہ رڳو جاهل، شرابي، جن

ڪي نـ اٿڻ ويهڻ جو سليقو نـ ڳالهائڻ جي تميز ۽ هوءَ هئي ماسڪو يا پيٽرسبرگ جي مانواري خاتون... هتي وٽس مکيون مارڻ ڪانسواءِ ڪهڙي مصروفيت هئي؟ مٿان وري مڙس جي حيثيت بـ اڳي جي پيٽ ۾ ڪري چڪي هئي. ويچاري "جلاوطن" جي حيثيت آهي ئي ڇا!

انجي ٽن سالن ڪانپوءِ جو ذڪر آهي. مونکي چڱيءَ ريت ياد آهي تـ ليلتہ القدر جي شام ڪناري تان ڪنهن زور سان سڏ ڪيم. بيڙي ڪاهي اوڏانهن پهتس تـ ڏٺم تـ ساڳي بيگم صاحبہ ڪنن تائين پوتي اوڍي بيٺي آهي. ساڻس گڏ هڪ نوجوان آفيسر بيٺل هو. مون کين هن پار لاٿو. هو گاڏيءَ ۾ ويهي زوپاٽ تي ويا. ٻئي ڏينهن صبح ساڻ گهوڙو ڊوڙائي ويسلائي سرگي يوچ گهاٽ تي ظاهر ٿيو. پڇڻ لڳو. "سيمون! منهنجي زال ڪنهن عينڪ واري شخص سان گڏ هن پار تـ نـ وئي آهي؟" جواب ڏنومانس ، "جي ها! هاڻ ميدانن ۾ وڃي ڊوڙ مٽي ۾ وڃهي پار ڪيو." هن سندن پويان پنهنجو گهوڙو لڳايو. پنج ڏينهن ۽ راتيون سندن پيڇو ڪندو رهيو. واپسيءَ تي جڏهن کيس پار پٽي لاٿم تـ بيهوش ٿي منهنجي بيڙيءَ ۾ ڪري پيو ۽ پنهنجو مٿو سڙهہ سان ٽڪرائيندو روئيندو رهيو. مون کيس چيو "تـ اهو معاملو آهي." ٺهڪ ڏيندي کيس ياد ڏياريم تـ "ماٺهو سائبيريا ۾ بـ لطف پري زندگي گذاري سگهن ٿا!" هو پنهنجو مٿو اچا بـ زور سان ڪٽڻ لڳو.

ان ڪانپوءِ آزاديءَ جي هوس سندس من ۾ اٿلون ڪائڻ لڳي. سندس زال ڀڄي وڃي روس نڪتي هئي. سندس من ۾ دانهن اٿي تـ وڃي کيس عاشق کان نجات ڏياري. سو ان ڏينهن کان صبح شام گهوڙو ڊوڙائيندو رهيو. ڪڏهن ٽپال گهر تـ ڪڏهن مئجسٽريٽ جي آفيس. درخواستن جا ڍير لڳائي ڏنائين تـ سندس حال تي رحم ڪيو وڃي ۽ روس موٽڻ جي اجازت ڏني وڃي. زمين بـ وڪڻي ڇڏيائين. گهر بـ يهودين وٽ گروي رکي ڇڏيائين.

وار اچا ٿي ويس ۽ چيلهہ ڇبي. چهرو سلهہ جي مريضن وانگر هيڊو ٿيو ويس. چڱو ڀلو مڙس هاڻ اوچتو ئي اوچتو "نٿون نٿون" ڪرڻ لڳو. ائين انن سالن تائين درخواستن پويان درخواستون ڏيندو رهيو. پر هاڻ ٻيهر سندس جان ۾ جان آئي. ڇو نـ پوي؟ خير سان ذيءَ جي جواڻ ٿيڻ سان هڪ نئين ڪرت سندس هٿ لڳي. پيار ڀريل نظرن سان ڏسندي کيس نيڻن جي تاري جيان رکندو هو. ڇوڪريءَ ۾ بـ ڪنهن قسم جو عيب نـ هو. چڱي موچاري شڪل. ڪارا ڀروڻ. مزاج ۾ شوخي. هر آچر تي کيس گرجا گهر وٺي ويندو هو. ٻئي بيڙيءَ ۾ گڏ گڏ ويهندا هئا. ذيءَ مرڪندي رهندي هئي ۽ پيءُ جي نظر کن پل لاءِ بـ سندس مک تان نـ هٽندي هئي. چوندو هو "ها. سيمون ! ڏس سائبيريا ۾ بـ زندگي مزي سان گهاري سگهجي ٿي. منهنجي ذيءَ کي ڏس. ڪيتري نـ پياري آهي! شرط هٿي سگهان ٿو تـ اهڙي من موهڻي ڳولهي نـ ملندي!" آءُ وراڻيندو هئس. " بيشڪ تنهنجي ذيءَ بي مثال آهي." ۽ من ۾ چوندو هئس. " تورڙو صبر ڪر... هن جي پڙڪو ڪائيندڙ جواني آهي. رت ۾ جوش ۽ من ۾ مرادون اٿس. هتي رنگ ڍنگ ڪيائين!" ۽ صاحب لوڪ. ڇوڪري سچ پچ ڳرڻ سڙڻ لڳي. تان جو ڪڙيون هڻڻ لڳي. سلهہ....

ڏنوَ سائبيريا جي خوشي، لعنت هجيس! هتي زندگي ائين ئي گذرندي آهي...
خير. هاڻ ڊاڪٽرن جي ڳولا شروع ٿي، هڪ کي ڇڏي، ٻئي کي جهليو ويو. اڄ هڪڙي
تپاسيو تہ سڀاڻي ٻئي. جتي ڪنهن ڊاڪٽر يا ٽوٽو ڦيٽو ڪندڙ جو ڏس ٿي مليو تہ هو
ڪيس وٺي اتي ئي پهتو. دوا درمل تي هزارين رپيا برباد ڪري ڇڏيائين. منهنجي خيال ۾
تہ بهتر اهو ٿئي ها جو اها رقم شراب ۾ اڏائي ها، ڇوڪريءَ کي تہ مرڻو ئي هو. هاڻ
ڪنهن جي بچائڻ سان تہ نہ بچي ها. پوءِ سندس ڇيلهہ ڇبي ٿي ويندي ۽ پڪ ڄاڻ هو يا تہ
آپگهات ڪندو يا روس فرار ٿيندو. گرفتار ٿيندو. متس ڪيس هلندو ۽ ٽيپ ڪائيندو.

سيءَ ۾ ٺرندي تاتاري پٽڪندي چوڻ لڳو، ”چڱو آهي، چڱو آهي.“

ڇا چڱو آهي ؟“

”زال، ڌيءَ ... انجي مقابلي ۾ قيد جي، صدمي جي ڪهڙي حيثيت آهي!
پنهنجي ڌيءَ جي شڪل ڏسڻ لاءِ تہ مليس.... تون ٿو چوين تہ ڪجهہ نہ گهر، ڪجهہ بہ
هجي، زال سان ٽي سال تہ گڏ رهيس، اها بہ رب جي ٻاجهہ آهي.“

ساهہ ميڙيندي تاتاريءَ ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيو، ”خدا اهو پل نہ آڻي جو ڪو
اڪيلو ٿئي ۽ پرديس ۾ سندس ڏينهن پورا ٿين ۽ بيجان ٿڌي زمين ۾ ڪيس پوريو وڃي.
منهنجي زال مون وٽ ڪلاڪ تہ ڇا پر ڪنهن ڪن پل لاءِ ئي اچي تہ ان نعمت جي عيوض
دنيا جو هر سور سهي ويندس ۽ ڌڻيءَ جو شڪر ڪندس، جو خوشيءَ جو هڪ ڏينهن بہ اڻ
هوند کان بهتر آهي.“

پوءِ هو پنهنجي سهڻي ۽ ذهين زال جو قصو ڪڍي وينو ۽ مٿي کي هٿ ڏئي،
روئي، سيمون کي يقين ڏيارڻ لڳو تہ هو بيگناهہ آهي ۽ مفت ۾ ڦيڙا ڦيو پوڳي. سندس ٻن
ڀائرن ۽ چاچي گڏجي ان هاريءَ جي گهوڙي تي قبضو ڪيو ۽ هنن ئي گهوڙي وارن کي
ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيو. پنچائت انصاف نہ ڪيو پر اهڙي ڪاريگري ڏيکاري جو
ٽنهي ڀائرن کي تہ ڪاري پاڻيءَ جي سزا لڳي پر پئسي وارو چاچو سزا کان صاف بچي
ويو.

سيمون ٽڪل لهجي ۾ ڪيس آٿت ڏيندي چيو، ”ڪجهہ ڏينهن ۾ پاڻهي جيءُ
لڳي ويندئي.“

تاتاري بي حس وينٺي پنهنجي ڳوڙهن هاڻين اکين سان باهہ ڏانهن نهاريندو
رهيو. ڇهري تي ويراني ۽ بيڪسي ڇلڪي رهي هيس ۽ سمجهہ ۾ نہ پئي آيس تہ هو گهر
کان ايڏو پري هن اونداهيءَ ۽ ويراني ۾ اڻجاتل ماڻهن سان گڏ ڇو آهي؟“

ڳاڙهو ڀئون باهہ جي پرسان ليٽي ليٽي ڪا ڳالهہ سوچي پنهنجي سر مرڪڻ ۽
هلڪن سرن ۾ جهونگارڻ لڳو.

ٿورڙي دير ۾ چوڻ لڳو، ” ڇوڪريءَ لاءِ پيءُ جي محبت مان ڪهڙو لاڀ؟ اهو
درست آهي تہ هو ڪيس دل جي گهرائين سان چاهي ٿو، پر منهنجا ڀاءُ! ان آڏو انسان کي
پنهنجي حيثيت جو تہ احساس ڪرڻو ٿو پوي. پوڙهو مزاج جو سخت ۽ چيڙاڪ آهي. جوان
ڇوڪرين کي سختيءَ سان ڀلا ڪهڙو تعلق؟ ڪين تہ ناز برداريون ئي کپن، عطر کپي، لالي

ڪيي، جي - ها...... آهه زندگي، زندگي! سيمونءَ اٿندي دانهن ڪئي، ”شراب ختم. لڳي ٿو تہ سمهڻ جو وقت اچي ويو آهي، صاحبزادا، اسين تہ هلياسين....“

تاتاري اڪيلو رهجي ويو تہ مچ ۾ ڪجهہ وڌيڪ ٽاريون وڌائين. ليٽي پنهنجي زال جي تصور ۾ ٽڪ ٻڌي سوچن ۾ گم ٿي ويو. ”مهيني ڪن لاءِ تہ ڇا هڪ ڏينهن لاءِ ئي مون ڏانهن هلي اچي، پوءِ پل موٽي وڃي. هڪ مهينو يا هڪ ڏينهن سدائين جي محروميءَ کان بهتر آهي. چڱو، جيڪڏهن هوءَ پنهنجي واعدي پٽاندڙ اچي بہ وئي تہ ڪٿائيندي ڪٿان، رهندي ڪٿي؟“

سوچيندي سوچيندي چيائين، ”ڪاٺ لاءِ ڪجهہ نہ هوندو تہ رهندس ڪيئن؟“

ڏينهن رات ڇپو هلائڻ تي بہ ڪيس رڳو ڏهہ ڪوپڪ ئي پلئہ پون ٿا. اهو سچ آهي تہ سواريون، شراب يا چانهہ لاءِ ڪجهہ بخشش ڏينديون هيون، جيڪا رقم پيا مهاٽا پاڻ ۾ ونڊي ورڇي ڪائيندا آهن ۽ نہ رڳو تاتاريءَ کي خالي هٿين موٽائي ڇڏيندا آهن پر سندس ڇتر اڏائيندا رهندا آهن. خرچ جي تنگيءَ سبب هو بک، سيءَ ۽ دهشت جو شڪار بڻيل هو...

هاڻ تہ هو سرديءَ وگهي ڪنبيو پئي ۽ سندس جوڙ جوڙ ڏکي رهيو هو. ڪيس ڪپندو هو تہ جهڳيءَ ۾ وڃي ليٽي، پر وٽس اوڍڻ لاءِ ئي ڪجهہ نہ هو ۽ ٿڌ ٻاهر جي پيٽ ۾ اندر ڪجهہ سرس هئي. ڪناري تي بہ جيتوٽيڪ اوڍڻ لاءِ ڪجهہ نہ هو پر گهٽ ۾ گهٽ ٻاهہ تہ دکي پئي.

هفتي ڪن ۾ پاڻي لهي ويندو ۽ ننڍڙيون ٻيڙيون هلڻ لڳنديون ۽ سيمون ڪانسواءِ ڪنهن ٻيڙيائتي جي گهرج نہ رهندي تڏهن تاتاري ڳوٺ ڳوٺ روزگار ڳولهيندو ۽ پنندو وتندو. سندس زال اجا سترهن سالن جي مس هئي، سهٽي، نازڪ مزاج، شرميلي! ڇا هوءَ بہ شرم حياءَ ڇڏي در در تان بيک گهرندي؟ نہ ..... اهو سوچيندي ئي سندس لونءَ لونءَ ڪاندارجي ٿي وئي.

باک ڦٽي رهي هئي. ٻيڙي، پاڻي ۾ ڇار، دريا جون لهرون صاف جرڪڻ لڳيون هيون. پوئين پاسي ڏسڻ سان آڏي ڦڏي وارياسي ڊال نظر ٿي آئي. انجي هنج ۾ جهڳي هئي، ٿورڙو پريرو مٿين پاسي ڳوٺ جون جهڳيون لڳو لڳ هيون. ڳوٺ ۾ ڪڪڙ ٻانگون ڏئي رهيا هئا.

تاتاري سوچڻ لڳو تہ هيءَ ڳاڙهسري وارياسي ڊال، ٻيڙي، درياءُ، اجنبي رڳا ماڻهو، بک، اڃ، بيماري، شايد سڀ ڪجهہ نظر جو دوکو هجي. ڪو بعيد ناهي تہ سڀ ڪجهہ سپنو ثابت ٿئي. ڪيس ائين لڳو تہ ڄڻ هو ننڊ پيو هجي ۽ پنهنجي ڪونگهرن جو آواز پنهنجي ڪنن تي پوندي ٻڌي رهيو هجي.. هو پنهنجي وطن سمبرسڪ ۾ آهي، هن پنهنجي زال کي سڏ ڪيو تہ ڇوڙ لڳي، ٻئي ڪمري ۾ سندس ماءُ ستل آهي. ماڻهو ڪهڙا نہ ڏکوئيندڙ خواب ٿا ڏسن. خواب آخر اچن ئي ڇو ٿا؟ تاتاريءَ مرڪندي اکيون کوليون. هيءُ ڪهڙو درياءَ آهي، والگا؟

برف جو وسڪارو جاري هو.

”ٻيڙي!“ درياءَ جي ٻئي ڪناري تان ڪو رڙيون ڪري رهيو هو- ”ٻيڙي!“.

تاتاري ڇرڪي اٿي وينو ۽ ٻيءَ پر وڃڻ لاءِ پنهنجي ساٿين کي اٿارڻ لڳو. تڙ تڪڙ ۾ رڍ جون ڦاٽل کلون اوڍي، پنهنجي ڳوڙي، نند ۾ پريل آواز ۾ گاريون ڏيندي سيءَ ۾ ڪنبندي ٻيڙيائتا گهاٽ ڏانهن روانا ٿيا. درياءَ جي تيز هوا ڪچيءَ ننڊ مان اٿندڙن جي بت کي چيري رهي هئي. آهستي آهستي سيئي ٽپا ڏيئي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيا.... تاتاريءَ ۽ ٽن ٻين ٻيڙيائتن وڏا وڏا ويڪرا چپو سنڀاليا جيڪي اونداهيءَ ۾ ڪيڪڙن جي پنجن جيان ٿي لڳا. سيمون پيٽ پر چپوءَ جي پاڙ جي سهاري ليٽي پيو. پرئين ڪناري ڪان دانهن جو آواز لاڳيتو پئي آيو. ٻه پيرا شايد اهو سوچي بندوق ٻه ڇوڙي وئي تہ متان ٻيڙيائتا ستل هجن يا ڳوٺ جي مئڪدي ڏانهن ويل هجن.

”ٻڌوسين، آخر ايتري گهبراهٽ ڇا جي آهي؟“ ڳاڙهي پڻونءَ جي لهجي مان ائين ٿي لڳو تہ ڄڻ ان لاءِ تڪڙ ڪرڻ فضول آهي، يا گهٽ ۾ گهٽ جلديءَ مان ڪو فائدو ناهي.

وڏي ساري ٻي ڍنگي ٻيڙي ڪناري ڪان رواني ٿي. ٻيڙيءَ جي حرڪت جو بس رڳو اندازو ئي ٿي ٿيو. ٻيڙيائتا توريل تڪيل هٿن سان سڙهہ هلائي رهيا هئا. ڳاڙهو پڻون پيٽ پر ڪمان وانگر ليٽيل هو ۽ ڪڏهن هيڏانهن ٿي ويو تہ ڪڏهن هوڏانهن. اونداهيءَ ۾ ائين ٿي لڳو تہ ٻيڙيائتا ڄڻ ٻاوا آدم جي وقت واري ڪنهن ڊگهن پنجن واري دقيانوسي جانور جي پٺ تي ويٺي ڪنهن برف سان پريل ملڪ مان لنگهي رهيا هجن، هڪ اهڙو ملڪ جيڪو ڪڏهن خوابن ۾ نظر ايندو آهي. ٻيڙي چار مان نڪري درياءَ جي پيٽ تي ترڻ لڳي. ترتيب سان چپو هلڻ جو آواز درياءَ جي ٻيءَ پر تي ٻہ ٻڌڻ ۾ ٿي آيو، ڪو شخص رڙيون ڪري رهيو هو:

”جلدي ڪريو! جلدي ڪريو!“

ڏهن منٽن ڪانپوءِ ٻيڙي زور سان گهاٽ سان وڃي ٽڪرائي.

سيمون پنهنجي ڇهري تان برف صاف ڪندي پٽڪيو:” برف جو وسڪارو آهي جو ختم ئي نہ ٿو ٿئي، خدا ڄاڻي ايتري برف ڪٿان ٿي نازل ٿئي.“

ڪناري تي هڪ وچولي قدبت جو شخص لومڙيءَ جي کل جو ننڍو ڪوٽ ۽ اڇي رڍ جي کل جي ٽوپي پايو ٻي حس ۽ حرڪت پنهنجي گهوڙي ڪان هٽي بيٺل هو. ڏک ۽ پيڙا سندس ڇهري مان بکي پئي. ڄڻ ڪا وسريل ڳالهہ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي پنهنجي ناقص يادگيريءَ تي ڏند ڪرٽي رهيو هجي. سيمون سندس پرسان پهچي مرڪندي پنهنجي ٽوپي لاٿي. همراهہ چيو: ”مونکي انستاسائيفڪا پهچڻ لاءِ تڪڙ آهي. منهنجي ڇوڪريءَ جي حالت وري خراب ٿي پئي آهي. ٻڌو اٿم تہ اتي ڪو نئون ڊاڪٽر آيو آهي.“

گاڏي ٻيڙيءَ ۾ ڏڪي وئي ۽ ٻيڙيائتن انکي اوپاري ڌڪڻ شروع ڪيو. اهو شخص جنهن کي سيمون ڪجهہ دير اڳ ويسلائي سرگي يوچ سڏيو هو، بلڪل سانت بيهي پنهنجا تلها چپ دٻائي نڪ جي سڌائيءَ ۾ ڏسندو رهيو. ڪوچوان ڪانئس سگريٽ ڇڪڻ جي اجازت گهري تہ ڪو جواب ئي نہ ڏنائين، ڄڻ ٻڌو ئي نہ هجيس. سيمون هن ڏانهن طنز پري نظر اڇلائي چيو، ” جي ها! سائبيريا ۾ ٻہ ماڻهو لطف پري زندگي گهاري سگهي ٿو، لطف سان!“ ڳاڙهي پڻونءَ جي ڇهري تي فاتحاڻو رنگ وري آيو، ڄڻ هن ڪا ڳالهہ ثابت

ڪئي هجي ۽ خوشي محسوس ڪري رهيو هجي تہ سندس اڳڪٿي سچ ثابت ٿي. صاف ٿي لڳو تہ هو ويسلائي سرگي يوچ جي پيڙا ۽ بيوسيءَ مان مزو ماڻي رهيو هو.

جڏهن گهوڙا ڪناري تي پهچي جوٽيا پئي ويا تہ چوڻ لڳو: " ويسلائي سرگي يوچ! هن موسم ۾ تمام گهڻي گپ هوندي، اوهانکي ڪپندو هو تہ زمين سڪڻ جو انتظار ڪريو ها، يا مرڳو سفر جو خيال ئي دل تان لاهي ڇڏيو ها . سفر مان ڪجهہ وري سري تہ بہ ڪا ڳالهہ هئي. پر اوهين ڏسو ٿا تہ ماڻهو سالن کان رات ڏينهن هيڏانهن هوڏانهن حيران پريشان پٽڪندا ٿا رهن. ايمان لڳي ڳالهہ تہ اها آهي جو ان پيچ ڊڪ مان هڙ حاصل ڪجهہ نہ ٿو ٿئي."

ويسلائي سرگي يوچ خاموشيءَ سان ڪيس انعام ڏئي گاڏيءَ ۾ ويهي روانو ٿي ويو.

سيمون سيءَ ۾ ڏڪندي چيو: "بيهر ساڳي ڊاڪٽر جي ڳولا! چڻ دنيا جي ڊاڪٽر جو ملڻ ايترو ئي سولو آهي، جيترو ميداني هوا جو. يا شيطان ملعون جي پڇ کي پڪڙڻ! عجيب ماڻهو آهي. خدايا ! مون گناهگار کي معاف ڪجانءِ"

تاتاري ڳاڙهي پٽوڻہ جي ويجهو پهتو ۽ ڪجهہ دير تائين ڪيس ڏڪار ۽ بيزاريءَ مان ڏسندو رهيو. پوءِ سيءَ ۾ ڏڪندي پنهنجي ٽٽل ڦٽل روسيءَ ۾ تاتاري لفظ ملائيندي چوڻ لڳو:"هو نيڪ آهي نيڪ، ۽ تون خراب! سندس روح پاڪ آهي ۽ تون حيوان! اهو جيئرو آهي ۽ تون مردو. خدا انسان کي تخليق ئي ڏکن سورن سهڻ لاءِ ڪيو آهي. تنهنجي دل ۾ تہ ڪا خواهش ئي ناهي، تون بيجان آهين... پٿر آهين، مٽيءَ جو ڍير!"

"خدا تو پارن کي نہ ٿو چاهي، هنکي چاهي ٿو، توکي ڌڪاري ٿو."

بيڙيائتا کلڻ لڳا. تاتاريءَ جي نرڙ تي حقارت جي ڪري گهنج پئجي ويا ۽ هو هٿ جي هڪ جهٽڪي سان پنهنجون ڦاٽل چنل ليڙون بت سان ويڙهي مچ ڏانهن هليو ويو. سيمون ۽ بيا بيڙيائتي هوريان هوريان قدم کڻي جهوپڙيءَ ڏانهن هليا ويا.

هڪ بيڙياتي سڪل گاهہ تي ليٽندي ڀڳڙي آواز ۾ چيو، "ٿڌ آهي!".

ٻئي بہ سهمت ٿيندي چيو: "ها، گرمائش ناهي، زندگي آهي ڪي جنجال!"

سيئي ليٽي پيا. دروازو هوا جي زور سان کلي پيو ۽ برف اڏري اندر اچڻ لڳي. ڪنهن جي بہ سيءَ ۽ سستيءَ ۾ ايتري همت ئي نہ پئي ٿي جو اٿي دروازو بند ڪري.

سيمون ننڊ اکڙي جهوٽي ۾ اچي چوڻ لڳو:"آءٌ تہ مزي ۾ آهيان، خدا سيني کي اهڙي زندگي ڏئي."

"تنهنجي خوش نصيبيءَ کي تہ هر ڪو مڃي ٿو، شيطان بہ توکي نہ ڇهندا."

باهران اهڙا آواز آيا ڄڻ ڪتا يوڪندا هجن.

"ڇا آهي؟ ڪير آهي؟"

"تاتاري باهر ستو پيو آهي."

"عجيب ديوانو آهي."

سيمون چيو: "آهستي آهستي عادي ٿي ويندو." ۽ هڪدم سندس اک لڳي وئي. باقي سمورا بہ سگهو ئي ننڊ پئجي ويا. دروازو کليل ئي رهيو.

"In Exile"

# معمولي ماڻهو

اولگا ايوانوونا جا لڳ ڀڳ سمورا دوست ۽ واقف سندس وهانءَ ۾ شريڪ ٿيا.

"ڏورڙو ڪين ڏسو ته، عجب ڪشش آهي نه؟" هن پنهنجي گهوٽ جي ڳچيءَ ڏانهن اشارو ڪندي پنهنجي دوستن کان پڇيو. صاف پئي لڳو ته ڪيس اهو سمجهائڻ جو وڏو فڪر هو ته هوءَ هڪ اهڙي معمولي ماڻهوءَ سان، جيڪو ڪنهن به لحاظ کان ڪا حيثيت رکندڙ نه هو، شاديءَ تي ڪيئن راضي ٿي.

سندس مڙس اوسيپ استيپانچ ديموف ڊاڪٽر هو ۽ نوڪريءَ ۾ پنهنجي مرتبي جي اعتبار سان صلاحڪار جي برابر هو. هو ٻن اسپتالن ۾ ڪم ڪندو هو، هڪ ۾ غير مقيم ڊاڪٽر طور ۽ ٻئي ۾ شاگردن کي سيکارڻ لاءِ لاشن جي چير ڦاڙ ڪندڙ طور. روز صبح جو نوين وڳي کان منجهند تائين هو ٻاهرين مريضن کي چڪاسيندو ۽ پنهنجي وارڊ جو معائنو ڪندو هو. جڏهن ته ٽيپهريءَ جو گهوڙي واريءَ ٽرام ذريعي ٻيءَ اسپتال وڃي اتي جي مئل مريضن جو پوسٽ مارٽم ڪندو هو. خانگي پريڪٽس مان سندس آمدني نه هئڻ جهڙي، يعني پنج سئو روبل کن سالياني هئي. هن ويچاري بابت ڪجهه ٻڌائڻ لاءِ ان کانسواءِ ڪجهه به نه هو. ٻئي پاسي اولگا ايوانوونا ۽ سندس سنگتي ساٿي ڪنهن به لحاظ کان معمولي ماڻهو نه هئا. منجهائن هر ڪو ڪنهن نه ڪنهن شعبي جو ناميارو فرد هو ۽ جيڪڏهن اجا ان مقام تي نه رسيا هئا ته به سندن انداز مان لڳو ٿي ته ايندڙ ڏينهن ۾ پڪ سان وڏو نالو ڪمائيندا. هڪ اداڪار هو، جنهن جون حقيقي ڊرامائي صلاحيتون پنهنجون پاڻ مڃرائي چڪيون هيون. انتهائي سمارٽ، ذهين، شائستي ۽ سريلي آواز جو ماهر اداڪار اولگا کي لفظن جي ادائگيءَ جو درس ڏيندو هو. هڪ اوپيرا جو ڳائڻو هو، ٿلهي بت ۽ هلڪي ڦلڪي مزاج وارو ڳائڻو، ٿڌا ساهه ڀري اولگا کي يقين ڏياريندو رهندو هو ته هوءَ پنهنجي صلاحيتن کي نهوڙي رهي آهي. جيڪڏهن هوءَ ايتري سستي نه ڏيکاري ۽ پنهنجو پاڻ تي قابو رکي ته شاندار ڳائڻي بڻجي سگهي ٿي. سندس دوستن جي حلقي ۾ ڪيترائي چترڪار به هئا، جن مان ريابوفسڪي خاص طور تي ذڪر جوڳو هو. پنجويهن سالن کن جو اهو شاندار شبيهه وارو چترڪار مختلف سماجي مسئلن، جانورن ۽ فطري ڏيکن جا اهڙا چٽ چٽيندو هو جو ماڻهن ۾ سندس هاڪار هوندي هئي. سندس تازي تخليق پنج سئو روبلن ۾ وڪرو ٿي هئي. هو اولگا جي نامڪمل

چترن کي مڪمل ڪندو هو ۽ اڪثر اهائي وائي هوندي هئس تہ هڪ ڏينهن هوءَ ناميـاري چترڪار بڻجي ويندي. هڪ وائيلن نواز هو جيڪو پنهنجي وائيلن کي رئاري بہ سگهندو هو ۽ سدائين وڏي واڪ پيو چوندو هو تہ سندس واقف عورتن ۾ ساز وڄائڻ جي صلاحيت رڳو اولگا وٽ ئي آهي. هڪ ليکڪ بہ سندس دوست هو جيڪو نوجوان هوندي بہ ڪيترائي مشهور ناولٽ، ناٽڪ ۽ افسانا لکي چڪو هو. اڙي ها، وسيلي وسيليئچ بہ تہ سندس دوستن مان هو. ڪيپٽن لٽن جو شوقين، زميندار" وسيلي" ڪتابن جون شوقيہ طور تي تشريحي تصويرون ناهڻ وارو. گلن بوٽن ۽ خاڪن جو خالق جيڪو پراڻي روسي انداز ۽ ڏند ڪٿائي جنگين جو سچو پچو پرستار هو، هو ڪاغذ ، ٺاميءَ چينيءَ جي ٿانون ۽ مٽيءَ جي پليٽن تي معجزا ڏيکارڻ ۾ پڙ هو. ياڳ پلارن انهن فنڪارن ۽ روشن خيال فردن جي ان حلقي ۾، جيڪي انتهـائي خوش اخلاق ۽ مهذب هوندي بہ ڊاڪٽرن جي وجود کي رڳو پنهنجي ناچاڪيءَ مهل ياد ڪندا هئا ۽ جن جي ڪنن لاءِ ديموف جو نالو سيدروف يا تاراسوف جهڙن عام نالن جهڙو هو. ديموف بلڪل اوپرو، اڻ گهربل ۽ ڇامڙو پئي لڳو. جيتوڻيڪ هو ڇگي خاصي ڊگهي قد ۽ ويڪرن ڪلهن وارو شخص هو. سندس فراڪ ڪوٽ لڳو ٿي تہ ڪنهن ٻئي لاءِ سبرايو ويو هجي ۽ سندس ڏاڙهي ڪنهن دڪاندار جهڙي ٿي لڳي. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ جي هو ڪو اديب يا چترڪار هجي ها تہ هر ڪو اهوئي چوي ها تہ پنهنجي ڏاڙهيءَ جي ڪري هو زولا جهڙو ٿو لڳي .

اداڪار اولگا کي چيو تہ هوءَ پنهنجي پورن وارن ۽ شاديءَ جي وڳي ۾ شفتالوءَ جي ڪنهن وڻ جهڙي ٿي لڳي، جڏهن اهو بسنت ۾ نازڪ ۽ اڇن گلن سان ڍڪيل هوندو آهي.

"نہ، ڪجهہ ٻڌو تہ!." اولگا سند س هٿ جهليندي چيو."آخر اهو سڀ ڪجهہ ٿيو ڪيئن؟ منهنجي ڳالهہ ٻڌ، ٻڌين ٿو... اصل ۾ منهنجو پيءُ ۽ ديموف هڪ ئي اسپتال ۾ ڪم ڪندا هئا. بابا جي بيمار ٿيڻ تي ديموف سندس اهڙي ٽهل ٽڪور ڪئي جو رات ڏينهن سندس کٽ جهليو ويٺو هوندو هو. ڪيڏو زوردار ايثار هو نہ ! ٻڌ. ريابوفسڪي ليکڪ صاحب ! اوهين بہ ٻڌو، اوهان کي بہ اهو واقعو انتهائي دلچسپ لڳندو. ٿورڙو ويجهو اچو نہ. ايڏو زبردست ايثار! اهڙي پرخلوص همدردي! آءٌ بہ رات جو اک ڇنيڻ ڪانسواءِ بابا جي پرسان ويٺي هوندي هيس ۽ پوءِ اوچتو مون هن طاقتور نوجوان جي دل تي جادو ڪري وڌو. ها ائين ئي ٿيو. منهنجو ديموف پريت ۾ هوش حواس وڃائي ويٺو. ڪيڏا عجيب ٿيندا آهن قسمت جا معاملا! خير. بابا جي مرتئي ڪانپوءِ ديموف ڪڏهن ڪڏهن مون سان ملڻ ايندو رهيو ۽ اڪثر اسين گهر کان ٻاهر بہ گڏبا هئاسين. پوءِ هڪ ڏينهن ڪنهن اڻ ٿيڻي واقعي وانگر هن شاديءَ جي رٿ ڏني: اها رات مون روئندي گذاري، جو آءٌ بہ سندس پيار ۾ ويراڳڻ بڻجي چڪي هيس ۽ هاڻي آءٌ پرڻيل عورت آهيان. ديموف ۾ ڪا انتهائي سگهاري ۽ طاقتور شيءِ آهي، اڄ جهڙي ڪا وٽ آهي نہ؟ هينئر تہ سندس ٿي چوٿائي چهرو اسانکي نظر پيو اچي، روشني نيڪ ناهي پر جيڏيءَ مهل هو هيڏانهن رخ ڪري تہ سندس چهرو ڏسجو. سندس پيشانيءَ بابت اوهانجو ڇا خيال آهي،

زيابوفڪسي؟" "اڙي ديموف! اسين تنهنجي متعلق پيا ڳالهايون هن پنهنجي مڙس ڪي سڏ ڪيو. " "هيڏانهن اچ نہ!" ريابوفسڪيءَ ڏانهن پنهنجو پرخلوص هٿ وڌائي، "هي دوست آهي، اوهان ٻنهي ۾ بہ دوستي ٿيڻ گهرجي."

ديموف خوش مزاجيءَ سان ريابوفسڪيءَ ڏانهن هٿ وڌائيندي چيو، "اوهان سان ملي خوشي ٿي. هڪ ريابوفسڪي منهنجو هم ڪلاس هو. ڪٿي هو اوهانجو مٽ مائٽ تہ نہ هو؟"

اولگا ٻاويهن سالن جي هئي ۽ ديموف ايڪٽيهن سالن جو. شاديءَ ڪانپوءِ سندن زندگيءَ ۾ جڻ بهار اچي وئي. اولگا پنهنجي ڊرائنگ روم جون ڀتيون پنهنجي ۽ دوستن جي ناهيل تصويرن ۽ چترن سان سينگاري ڇڏيون. جڏهن تہ پيانو ۽ فرنيچر جي اوسي پاسي چيني ڇٽيون، ايزل، رنگ برنگي پردا، خنجر، ننڍڙيون ننڍڙيون مورتيون ۽ تصويرون فنڪاراڻي بي ترتيبيءَ سان رکيائين. مانيءَ واري ڪمري ۾ هن ڀت تي لوڪ - ڪتائن ۽ گيتن تي ٻڌل تصويرون، وٽن جي جوڙن سان نهيل جوتا ۽ ڏاٽا لٽڪايا. هڪ ڪنبڊ ۾ ڏاٽو ۽ جيلي گڏوگڏ رکي ڪمري کي روسي انداز جو بڻائي ڇڏيائين. سمهڻ واري ڪمري کي ڪنهن غار جو روپ ڏيڻ لاءِ هن ڇت ۽ ڀتيون ڪارين ولين سان ڍڪيون، پلنگ جي مٿان وينسي طرز جو فانوس ۽ دروازي تي هڪ مورتي رکيائين. جنهن جي هٿن ۾ آڳاٽي دور جو هٿيار هو. جنهن جو هڪ سرو پالي وانگر تہ ٻيو تير جهڙو هو. هر ڪنهن جو اهو ئي چوڻ هو تہ نوجوان جوڙي پنهنجي گهر کي انتهائي آرام پريو ۽ شاندار بڻائي ڇڏيو آهي.

اولگا روز يارهين وڳي ڌاري ننڊ مان اٿندي هئي ۽ پوءِ پيانو وڄائيندي هئي يا اس نڪرڻ تي ڪنهن روغني چتر تي ڪم ڪندي هئي. ڪلاڪ سوا ائين گذاري هوءَ پنهنجي درزيءَ ڏانهن رواني ٿيندي هئي. وٽس ۽ ديموف وٽ پئسا روڪڙ تمام گهٽ هوندا هئا، ڇڪي تاڻي عام ضرورتون پوريون ٿينديون هيون. انهن حالتن ۾ سندس روز نوان ويس وڳا ڪرڻ ۾ خود کيس ۽ سندس درزيءَ کي جيڪي جتن ڪرڻا پوندا هئا سي بيان کان ٻاهر آهن. هر هر معجزا ٿيندا رهندا هئا ۽ ڪنهن رنگيل پراڻي فراڪ ۽ سنهڙي ريشمي چاريءَ ۽ ليس جي ڪجھ ليڙن مان انتهائي شاندار ۽ سپنن جهڙو وڳو سبجي تيار ٿي ويندو هو. درزيءَ کان تي اولگا عام طور تي پنهنجي هڪ اداڪاره سهيليءَ ڏانهن ويندي هئي جتي هوءَ پنهنجي سريلين ڳالهين وسيلي ڪنهن نئين پيشڪش جي پهرين رات يا ڪنهن مالي مدد لاءِ ٿيندڙ پروگرام جا ٽڪيٽ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. اداڪاره کان تي کيس ڪنهن چترڪار جي اسٽوڊيو يا ڪنهن نماءَ ۾ وڃڻو پوندو هو ۽ ان ڪانپوءِ ڪنهن مشهور شخصيت ڏانهن، کيس پنهنجي گهر گهرائڻ، سندس پوئين پيري اچڻ جي موٽ ڏيڻ يا بس هيڏانهن هوڏانهن جي ڪچهري ڪرڻ لاءِ. هوءَ جتي بہ ويندي هئي، گرمجوش آڌرڀاءُ ماڻيندي هئي ۽ کيس پڪ ڏياري ويندي هئي تہ هوءَ نيڪ، من- موهڻي ۽ غيرمعمولي آهي. جن کي هوءَ مشهور ۽ وڏا ماڻهو سڏيندي هئي، سي کيس پنهنجن مان هڪ طور سمجهي سندس آجيان ڪندا ۽ يڪرائپ ڏيکاريندا هئا تہ هوءَ پنهنجي صلاحيتن ۽ ذهانت سبب هڪ نہ هڪ ڏينهن انتهائي وڏي حيثيت ماڻيندي، بس

رڳو پنهنجون صلاحيتون ايترين مختلف قسمن جي سرگرمين تي ضايع نہ ڪري. هوءَ ڳائيندي هئي، پيانو وڄائيندي هئي، روغني چٽر ۽ چيڪي مٽيءَ مان مورتيون جوڙيندي هئي، ناٽڪن ۾ شوقيہ اداڪاري ڪندي هئي ۽ اهو سڀ ڪجهہ رڳو ڪم ڪڍڻ لاءِ نہ پر حقيقي صلاحيتن جو ثبوت ڏيندي. هوءَ ڏياريءَ لاءِ فانوس ناهيندي، ڪپڙا پهريندي يا رڳو ڪنهن کي ٿانئي ٻڌندي هئي تہ بہ جيڪي ڪجهہ ڪندي هئي تنهن ۾ هڪ خاص سونهن، سليقو ۽ دلربائي جرڪندي هئي. سندس صلاحيتن جو سڀ کان وڏيڪ مظاهرو ناميارن ۽ مشهور ماڻهن سان جلدي دوستي ڪرڻ ۽ بي تڪلف ٿيڻ ۾ ٿيندو هو. جيئن ئي ڪو ماڻهو ڪوئي ڪارنامو ڪندو هو يا سندس نالو نڪرندو هو تہ هوءَ اهڙي شخص سان هڪدم ڏيٺ ويٺ ڪري دوستي ڳنڍي، کيس پنهنجي گهر دعوت تي گهرائيندي هئي. ان قسم جو هر نئون تعارف سندس جيون ۾ جشن جو ڏينهن هوندو هو. ناميارن جي هوءَ پوڄا ڪندي هئي ۽ متن ناز ڪندي کين اڪثر رات جو سپنن ۾ پئي ڏسندي هئي. مشهور ماڻهن سان ڏيٺ ويٺ جي سندس خواهش اهڙي اڄ هئي جيڪا ڪڏهن بہ نہ اجهامندي هئي. پراڻا واقف غائب ٿي ويندا هئا، وساري ڇڏيا هئا ۽ نوان سندن جاءِ والاريندا هئا. پر جلدئي انهن مان بہ من پرجي ويندو هو ۽ اهي کيس مايوس ڪندا هئا ۽ هوءَ نئين سر انتهائي چاهہ سان نوان واقف، نوان مشهور ماڻهو ڳولهڻ لڳندي هئي ۽ جڏهن اهي ملي ويندا هئس تہ ٻين جي ڳولائو نظر ايندي هئي- آخر ڇو؟

ڇئين ۽ پنجين جي وچ ڌاري هوءَ گهر ۾ مڙس سان ماني کائيندي هئي. ديموف جي سادگي، ڏاهپ ۽ ڇلولي طبيعت کيس مريد بڻائي انتهائي سرهائيءَ جي مستي ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. هوءَ هر هر نينگ ٽپا ڏئي مڙس جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي، متس چمين جو وسڪارو لائي ڏيندي هئي.

"ديموف! تون انتهائي عقلمند ۽ اوچن آدرشن وارو شخص آهين." هوءَ مڙس کي چوندي هئي. " پر معاف ڪجانءِ، تو ۾ هڪ انتهائي پيانڪ عيب آهي. آرٽ سان اوهانکي ڪو لڳاءُ ڪونهي ۽ موسيقيءَ ۽ چترڪاريءَ کي بلڪل ئي نظرانداز ڪريو ڇڏين."

"آءٌ انهن کي سمجهي نہ ٿو سگهان." هو انڪساريءَ مان چوندو هو. "سڄي زندگي فزڪس ۽ ميڊيڪل جي ميدان ۾ ڪم ڪيو اٿم، اصل ۾ آرٽ سان لڳاءُ رکڻ جو مونکي وقت ئي نہ ملي سگهيو."

"پر اها آهي ڏاڍي خراب ڳالهہ، ديموف!"

"ڇو؟ تنهنجا دوست جو فزڪس ۽ طب کان مڪمل اڻڄاڻ آهن ۽ تون ان کي سندن نقص نہ ٿي ليکين؟ هر ڪنهن جو ڌار شعبو هوندو آهي. آءٌ قدرتي نظارن جا چٽر يا اوپيرا سمجهي نہ سگهندو آهيان، پر ان معاملي کي اجهو ائين ڏسندو آهيان تہ جيڪڏهن ڪجهہ ذهين ماڻهو پنهنجي سڄي زندگي ان لاءِ وقف ٿا ڪن ۽ ڪجهہ ٻيا ذهين ماڻهو انهن تي وڏيون رقمون خرچ ٿا ڪن تہ اهي شيون پڪ سان ضروري ئي هونديون. انهن کي سمجهي نہ ٿو سگهان پر ان جو مطلب اهو تہ ناهي تہ انهن کي نظرانداز ٿو ڪريان."

مانيءَ ڪانپوءِ اولگا واقفن سان ملڻ جلڻ لاءِ گهران نڪرندي هئي، جنهن ڪانپوءِ ٿيئٽر يا ڪنهن پروگرام تان موٽي آڌيءَ ڌاري گهر ايندي هئي. اهو سندس روزمره جو معمول هو.

هر اربعا جي شام هوءَ پنهنجي گهر مهمان گهرائيندي هئي.اهڙي شام جو نه تاش کيڏي ويندي هئي، نه ڪو رقص ٿيندو هو. ماڻهو رڳو فن مان لاڀ پرائيندا هئا. اداڪار ڊائيلاگ بازي ڪندو هو، راڳي ڳائيندو هو، چترڪار اولگا وٽ پيل البمن ۾ چتر چٽيندا هئا، وائيلن - نواز ساز ڇيڙيندو هو ۽ خود ميزبان چتر ۽ مورتيون ناهيندي، ڳائيندي ۽ پيانو تي سنگت ڪندي هئي. ڊائيلاگ بازي ۽ ڳائڻ دوران جي وقفي وقفي سان هو ادب، ٿيئٽر ۽ آرٽ بابت ڪچهري ۽ بحث ڪندا هئا. مهمانن ۾ عورتون شامل نه هونديون هيون. ڇاڪاڻ جو اولگا اداڪارائن ۽ پنهنجي درزياڻيءَ ڪانسواءِ سمورين عورتن کي ڪمتر ۽ جان جو عذاب ليکيندي هئي. گهنٽيءَ جي هر آواز تي ڇهري تي فاتحاڻو تاثر آڻيندي اهو چئي پنهنجي جاءِ تان اٿي پوندي هئي ته "اچي ويو هوا!" ان مان سندس اشارو ڦهريون پيرو دعوت تي گهرايل ڪنهن نامياري شخص ڏانهن هوندو هو. ديموف ڪڏهن به ڊرائنگ روم ۾ موجود نه هوندو هو ۽ ڪنهن کي سندس وجود جو احساس به نه ٿيندو هو. پر ٺيڪ ساڍي يارهين وڳي ڪائڻ واري ڪمري جو دروازو کلندو هو ۽ ديموف خوش اخلاقيءَ ۽ نرميءَ سان مرڪندو هٿ جي ترين کي مهٽيندو در جي چوکٽ تي ظاهر ٿي چوندو هو:

"اچو ماني کائون."

سمورا مهمان قطار جي صورت ۾ مانيءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿيندا هئا. سندن نظرن آڏو هر ڀيري ساڳيون شيون، ڪستوري جي هڪ ياچي، ران جي گوشت جو هڪ وڏو شاهي ٽڪر، سارڊين مڇي، پنير، استرجن مڇين جا لوڻ لڳل بيضا، سرڪو لڳل کنڀيون، هلڪي شراب جون صراحيون ۽ واڊڪا.

"منهنجا پيارا !" اولگا انتهائي سرهائيءَ ۽ جوش وچان پنهنجا هٿ مهٽيندي چوندي هئي، "تون واقعي انتهائي دلڪش آهين." "توهين هنجي پيشاني ته ڏسو!" "ديموف، اسان ڏانهن منهن ته ڪرا" "ڏسو، آهي نه بنگال جي چيتي جهڙي ڇهري تي ڪنهن هرڻ جهڙي نرمي ۽ دلڪشي!"

مهمان مانيءَ ڏانهن ڌيان ڏيندي ديموف تي اچاتري نظر وجهي سوچيندا هئا، "واقعي چڱو ماڻهو آهي." پر جلدي ڪيس وساري ويهر ٿيئٽر، موسيقيءَ ۽ آرٽ تي پنهنجي بحث ۾ الجهي ويندا هئا.

نوجوان جوڙو خوش هو، زندگي اطمينان سان گذري رهي هئي. هني مون جو ٽيون هفتو ڪجهه خاص خوش نه گذريو، ڏاڍو پيڙائن پريو هو. ديموف کي اسپتال مان ڪا بيماري لڳي پئي ۽ ڪيس ڇهه ڏينهن بستري تي آرام ڪرڻو پيو. ڪيس پنهنجا ڪارا وار به ٻاڙن تائين ڪتراڻا پيا. اولگا سندس ڪٽ پرسان ويهي ڳوڙها ڳاڙيندي رهي. پر ديموف جي حالت ٿورڙي بهتر ٿي ته هن مڙس جي تقريبن گنجي مٿي تي اڇو رومال ٻڌي ڪنهن عرب بدوءَ جي روپ ۾ سندس تصوير ناهڻ شروع ڪئي. ٻنهي کي اها ڪرت انتهائي

دلچسپ لڳي. مڪمل طور تي صحتياب ٿيڻ ڪانپوءِ هن ٻيهر اسپتال جو رخ ڪيو، پر ٿن ئي ڏينهن ڪانپوءِ هڪ نئين مصيبت منهن ڪڍيو.

"منهنجي قسمت ئي خراب آهي، اولگا!" هڪ ڏينهن ماني ڪائيندي چيائين. "اڄ چار پوسٽ مارٽم ڪيم ۽ پنهنجون ٻه آڱريون ڪپي وڌم. ان جو پتو ئي گهر موٽڻ کان پوءِ لڳم."

اولگا پريشان ٿي وئي ته مرڪي چوڻ لڳو: "اها ته معمولي ڳالهه آهي، پوسٽ مارٽم دوران اڪثر هٿ ڪٽان نه ڪٽان ڪپجندو رهندو آهي."

"آءٌ خيالن ۾ گم ٿي ويندو آهيان، اولگا! ۽ مزاجاً به گم سم رهندو آهيان."

اولگا پريشانيءَ وچان رت ۾ زهر پکيڙجڻ جو انتظار ڪندي رهي. هر رات دعا گهرڻ لڳي ته خدا ڪري اها مصيبت ٽري ۽ ٿيو به ائين. ٻيهر اڳي جهڙي خوشين ڀري، پرسڪون زندگي موٽي آئي. حال شاندار هو ۽ جلد بسنت اچڻ واري هئي. مٿن ڪنهن ڏورانهين ڏيهه تان خوشين ۽ رونقن جي بارش آئيندڙ بسنت. سرهائين جو اهو سلسلو سدائين جاري رهڻ لاءِ هو. اپريل، مئي ۽ جون جا ٽي مهينا ماسڪو کان گهٽو ڏور "راچا" ۾ پسار، چترڪاريءَ، مڇيءَ جي شڪار، بلبلن جي گيتن ۾ گذرڻ وارا هئا ۽ جولاءِ کان پن ڇڻ تائين جو زمانو والگا درياءَ جي ڪناري چترڪارن جي سير تفريح لاءِ وقف هو، جنهن ۾ اولگا کي چترڪارن جي حلقي جي مستقل رڪن واري حيثيت ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. ان سفر لاءِ هن ٿلهي ڪپڙي جا ٻه وڳا به سبرايا هئا ۽ مختلف رنگن، برشن ۽ ڪينواس ڪانسواءِ رنگ ملائڻ لاءِ هڪ تختي به خريد ڪري ورتي هئي. سندس چترڪاريءَ جي رفتار جو جائزو وٺڻ لاءِ ريابوفڪسي تقريبن روز سندن گهر اچڻ لڳو. هوءَ ريابوفسڪيءَ کي پنهنجون تخليقون ڏيکاريندي هئي ته هو ٻئي هٿ کيسن ۾ وجهي چپ پڪوڙي ناسون ڦونڊائي چوندو هو:

"اڙي ! اڙي .. هيءُ ڪڪر ته دانهين پيو. هيءَ سانجهه سمي جي روشني انتهائي جهڪي آهي. پيشمنظر ٿورڙو گڙٻڙ آهي ۽ ڪنهن شيءِ جي... سمجهين ٿي نه منهنجي ڳالهه... ڪنهن شيءِ جي کوٽ پئي محسوس ٿئي. اوهانجي هيءَ جهوپڙي لڳي ٿو ته ڇڻ ٻنهي پاسان پڪوڙي ناهي وئي آهي جو پيڙا وچان اوچنگارون پئي ڏئي ۽ ڪنڊ کي ڪجهه وڌيڪ اونداهو ڪر. پر مجموعي طور تي هيءَ تصوير ڪو ايڏي بي جان ناهي."

"آءٌ مطمئن آهيان" سندس ڳالهائڻ جو انداز جيترو اڻ چٽو هوندو هو اولگا اوتروئي سولائيءَ سان سمجهي ويندي هئي ته هو ڇا ٿو چوڻ چاهي.

ايسٽر ڪانپوءِ واري ستين آچر جي ٻئي ڏينهن ديموف "داچا"، کٽي وڃڻ لاءِ زال کي منائي ۽ کائڻ پيئڻ جون ٻيون شيون آڻي ڏنيون. اولگا کي هن ڪو پندرهن ڏينهن کان نه ڏٺو هو ۽ سندس ياد ۾ تڙڦي رهيو هو. ريل گاڏيءَ جي سفر دوران ۽ ان ڪانپوءِ چار جي جهنگ ۾ پنهنجي "داچي" کي ڳولهيندي بک کان باهه ٿيندي زال سان گڏجي اطمينان سان رات جي ماني کائڻ ۽ پوءِ بستري ۾ ليٽڻ جا سپنا ڏسي رهيو هو. ڪيس اسٽرجن مڇيءَ جي

بيضن، پنير ۽ سيڪيل مڇيءَ تي مشتمل پنهنجي بنڊل کي ڏسي انتهائي خوشي ٿي رهي هيس.

نيٺ پنهنجي داچي ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته سچ لهي چڪو هو. پوڙهي نوڪرياڻيءَ ڪيس ٻڌايو ته مالڪياڻي گهر ۾ ناهي پر شايد جلد موٽي اچي. ننڍڙين ڇتين، ڪاغذن سان ڍڪيل ڀتين ۽ ڪڌن ڪوٻن سان ڀريل ناهموار فرش وارو اهو انتهائي اٽوٽندڙ داچو رڳو ٽن ڪمرن تي مشتمل هو. هڪ ڪمري ۾ پلنگ پيل هو. ٻئي ۾ ڪينوس، چترڪاريءَ جا برش، خراب ڪاغذ جو هڪ ٽڪر ۽ ڪرسين ۽ درين جي چوڪٺ تي مردن جا ڪوٽ ۽ ٽوپيون رکيل هيون ۽ ٽئين ڪمري ۾ ديموف کي ٽي اوپرا ماڻهو نظر آيا. ٻه مرد سانورا ۽ ڏاڙهين وارا ۽ ٽيون ڏاڙهي مڇون صاف - ڪو اداڪار ٿي لڳو. ميز تي رکيل "سماوار" مان ٻاڦ پئي نڪتي.

"جي، اوهانکي ڇا گهرجي؟" اداڪار غيردوستاڻي انداز ۾ ديموف ڏانهن نهاريندي گهري آواز ۾ پڇيو، "اولگا ايوانوونا سان ملڻو اٿوَ؟ ڪجهه انتظار ڪريو، هوءَ ايندي ئي هوندي."

ديموف ويهي انتظار ڪرڻ لڳو. سانورن مان هڪ ننڊ اکڙين اکين سان، چانهه اوتيندي ڪانئس پڇيو :

"چانهه پيئندؤ؟"

ديموف کي بک به لڳي هئي ته اڃ به، پر اهو سوچي ته بک نه مري وڃي، چانهه کان انڪار ڪيائين. ٿورڙي دير ۾ پيرن جو ڪڇڻ ۽ چاتل سڃاتل ٽهڪ گونجيو. ڌڙام سان دروازو کليو ۽ مٿي تي ويڪري ڇڄي وارو ٽوپ پاتل ۽ هٿ ۾ ڊبو کنيل اولگا ڪمري ۾ داخل ٿي. ريابوفسڪي، جنهن جو چهرو جرڪي رهيو هو، انتهائي جوش وخروش سان وڏي ڇٽي ۽ ٽه ٽيندڙ اسٽول کڻي سندس پويان پويان ڪمري ۾ گهڙيو.

"ديموف!" - اولگا، جنهن جو چهرو خوشيءَ وچان ٻهڪي پيو هو، زور سان رڙ ڪئي. "ديموف!" هن مڙس جي ڇاتيءَ تي مٿو ۽ ٻئي هٿ رکي ورجايو. سو توهين اچي ويا. ايڏا ڏينهن ڇو نه آئيو، ڇو؟ آخر ڇو؟"

" مون وٽ وقت ئي ڪٿي هو؟ سدائين ته مصروف رهندو آهيان ۽ ڪڏهن فرصت به مليم ته اهڙو اتفاق ٿيو جو مناسب ريل گاڏي نه مليم."

"اوهه ! ڪيڏي خوشي ٿي اٿم توهانکي ڏسي. سڄي سڄي رات اوهانکي ئي خوابن ۾ ڏسندي رهي آهيان ته ڪٿي بيمار نه ٿي پيا هجو. ڪا اهڙي تهڙي ڳالهه نه ٿي پئي هجي. اوهه ! ڪاش اوهانکي پتو هجي ها ته اوهين مونکي ڪيترا پيارا آهيو. ڪيڏو چڱو ٿيو جو اچي ويا. اوهين مونکي نجات ڏياريندڙ آهيو. رڳو توهين ئي مونکي بچائي سگهو ٿا! سياڻي هتي هڪ انتهائي انوکي شادي پئي ٿئي." هن کلندي کلندي مڙس جي ٽائي ٻيهر ٻڌندي ڳالهه جاري رکي. "اسٽيشن جي ٽيليگراف آپريٽر جي شادي ٿي رهي آهي. سندس نالو چيڪلڊيف آهي. شڪل چڱي اٿس. بيوقوف به ناهي ۽ سندس چهري

۾ ڪا وڏي طاقتور رڇ جهڙي ڪا ڳالهہ آهي. هو تہ ڪنهن وڏي چترڪار لاءِ ماڊل جو بہ ڪم ڪري سگهي ٿو. گرمين ۾ هتي ايندڙ اسين سيئي منجهس دلچسپي رکون ٿا ۽ عزت جو قسم کڻي واعدو ڪيو اٿئون تہ سندس وهانءَ ۾ شريڪ ٿينداسين. ويچارو غربت ۽ اڪيلائپ جو شڪار آهي، لچارو آهي ۽ ساڻس همدرديءَ کان انڪار گناهہ ٿيندو. گناهہ! ٿورو تصور تہ ڪريو. شاديءَ جي رسم پوڄا پاٺ کان هڪدم پوءِ ٿيندي ۽ گرجا مان سمورا ماڻهو سڌو ڪنوار جي گهر ويندا. وڻن جو جهڳٽو. پکين جا گيت. گاهہ تي اس جا چٽ. گل ۽ گهري سائي رنگ جي پسمنظر ۾ اسين رنگين گل. ڪيڏو انوکو منظر هوندو باطني دنيا چٽيندڙ فرانسيسي چترڪارن جي ڪنهن تخليق جهڙو. پر ديموف! سوچ تہ آءٌ گرجا، ڪپڙا ڪهڙا پائي ويندس؟" اولگا چهري تي اداسي طاري ڪندي چيو. "هتي تہ مون وٽ ڪجهہ بہ ناهي، واقعي ڪجهہ بہ نہ. نہ ڪو چڱي پوشاڪ. نہ گل ۽ نہ دستانا. توهين ڪيئن بہ ڪري مونکي ان افسوسناڪ صورتحال مان نجات ڏياريو. هن مهل اوهانجي اچڻ جو مطلب اهوئي آهي ۽ تقدير بہ چاهي ٿي تہ اوهين مونکي نجات ڏياريو. منهنجيون چابيون وٺو ڊارلنگ ! ۽ گهر وڃي ڪپڙن جي الماريءَ مان منهنجو گلابي وڳو آڻيو. توهان تہ ڏٺو ئي آهي، بلڪل سامهون ئي ٽنگيل آهي ۽ صندوقن واري ڪمري ۾ فرش تي دفتي جا بہ صندوق نظر ايندوَ. جڏهن مٿيون صندوق کوليندؤ تہ بس رڳو سنهڙيون ريشمي چاريون ئي چاريون نظر ايندوَ. يا وري قسمين قسمين ڪپڙن جون ليڙون ۽ انهن هيٺان گل. سيني گلن کي احتياط سان کڻجو ۽ ڪوشش ڪجان منهنجا پرين! تہ انهن تي گهنج نہ پون. انهن مان پاڻيهي چونڊ ڪنديس ۽ ها منهنجي لاءِ دستانن جو هڪ جوڙو ضرور خريد ڪجو."

"نيڪ!" ديموف چيو. "آءٌ سياڻي واپس ويندس ۽ اهي شيون موڪلي ڏيندس. "

"سياڻي؟" اولگا هن ڏانهن بيچينيءَ مان نهاريندي ورجايو: "سياڻي تہ اوهانجو وقت سر پهچڻ ناممڪن ٿيندو! سياڻي پهرين ريل نوين وڳي رواني ٿيندي ۽ شادي يارهين وڳي. نہ منهنجي جان! اوهان کي اڄ ئي وڃڻ گهرجي. وڃڻو ئي پوندو! سياڻي توهين پاڻ اچي نہ سگهو تہ سامان ڪنهن جي هٿان ڏياري موڪلجو. چڱو هاڻ وڃو ريل گاڏي پهچڻ واري هوندي، دير نہ ڪريو. جاني!"

"نيڪ آهي."

"چا بڌايان، اوهانجو هن مهل وڃڻ ڪيڏو نہ خراب پيو لڳي." اولگا جي اکين مان اهو چوندي ڳوڙها وهي نڪتا. " آءٌ بہ ڪيڏي نہ چري آهيان. ٽيليگراف آپريٽر سان واعدو ڪري ويٺيس".

ديموف تڙ تڪڙ ۾ چانهہ جو گلاس نڙيءَ ۾ اوتيو. هڪ نرم بسڪٽ کڻي انڪساريءَ مان مرڪيو ۽ اسٽيشن روانو ٿي ويو. اسٽرجن مڇيءَ جا بيضا، پنير ۽ سيڪيل مڇيون بنهي سانورن ۽ ٿلهن متارن اداڪارن جي پيٽ ۾ پهچي ويا.

جولاءِ جي هڪ سانت چانڊوڪيءَ رات ۾ اولگا "والگ انديءَ" تي هڪ اسٽيمر ۾ ويهي پاڻيءَ ۽ درياءَ جي من موهيندڙ ڪناري کي تڪي رهي هئي. سندس پرسان بيٺل

ريابوفسڪي ڪيس ٻڌائي رهيو هو تہ پاڻيءَ جي مٿاڇري تي نظر ايندڙ ڪارا پاڇولا اصل ۾ پاڇولا نہ پر هڪ خواب آهن، سپنو آهن ۽ اهو تہ انهي جادوئي ۽ تابناڪ پاڻيءَ هن اڻڪٽ آڪاش ۽ درياءَ جي هنن غمگين ڪنارن جي وچ ۾، ان ماحول ۾ جتي اهي سموريون شيون اسانجي زندگيءَ جي هيچ هٺڙ ۽ ڪنهن وڏيڪ مانائتي لازوال شئي جي وجود جو اهڃاڻ ڏئي رهيون آهن سڀ ڪجهہ وساري ڇڏڻ مري وڃڻ ۽ ساروڻي بڻجي باقي رهڻ وڏيڪ بهتر ٿيندو. هو چئي رهيو هو تہ ماضي حقير ۽ غيردلچسپ هو، مستقبل ڪورو هوندو ۽ هي بيهر ڪڏهن بہ نہ موٽندڙ مقدس رات بہ جلد ختم ٿي ويندي، لازوال جو جز بڻجي ويندي تہ پوءِ جيئرو آخر ڇو رهجي؟

۽ اولگا واري واري سان ريابوفسڪيءَ جي آواز ۽ رات جي سانت کي ٻڌو ۽ پنهنجو پاڻکي چيو تہ هوءَ لازوال آهي جو ڪڏهن بہ نہ مرندي. قسمين قسمين رنگ بدلائيندڙ پاڻي جيڪو هن زندگي ۾ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو، آڪاش، درياءَ جا ڪنارا، اونداها پاڇولا ۽ سندس روح کي سرهائيءَ سان ٽمٽار ڪندڙ اڻکٽ مسرت، سمورين شين کيس سرباڻن ۾ چيو تہ هڪ ڏينهن هوءَ عظيم چترڪار بڻبي ۽ اهو تہ فاصلن کان پري چاندوڪيءَ رات کان اڳتي ڪٿي لامحدود وسعتن ۾ ڪاميابي، شهرت ۽ ماڻهن جو پيار سندس منتظر آهي. پوءِ جڏهن هو دير تائين اک ڇنڀ ڪانسواءِ ڏور خلا ۾ تڪيندي رهي تہ کيس لڳو تہ جڻ هوءَ هجومن ۽ روشنين کي ڏسي رهي آهي، ڪا من ۾ وڄندڙ سنگيت ۽ پرجوش ماڻهن جو داد ٻڌي رهي آهي، کيس اڇو وڳو پاتل آهي ۽ مٿس چئني پاسن کان گلن جي ورکا ٿي رهي آهي. هن پنهنجو پاڻ کي چيو تہ سندس پاسي ۾ عرشي جي ريلنگ تي جهڪيل هڪ عظيم شخص، هڪ جينئس، خود خدا جي چونڊيل فردن مان هڪ، بيٺو آهي. سندس هيل تائين جون سموريون تخليقون شاندار جديد ۽ غير معمولي آهن ۽ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ جڏهن سندس غيرمعمولي صلاحيتن ۾ پختگي ايندي تڏهن هو جيڪي ڪجهہ تخليق ڪندو اهو اجا بہ وڏيڪ اثرائتو، لامحدود طور تي عظيم هوندو ۽ اهو سڀڪجهہ سندس مک ۾، سندس پنهنجي اظهار جي انداز ۽ فطرت بابت سندس رويي ۾ ڏسي سگهجي ٿو. پاڇولن، سانجهيءَ جي انگن ۽ چانڊوڪيءَ جي سونهن تي بيان ڪرڻ لاءِ وٽس هڪ ڌار انداز آهي ۽ فطرت تي سندس اختيار جي دلڪشي تقريبن ناقابل مزاحمت آهي ۽ هو سهڻو بہ آهي. منجهس نواڻ بہ آهي ۽ سندس آزاد بي فڪر ۽ دنياوي بندڻن کان آجي زندگي ڪنهن پنڇيءَ جي جيون جيان آهي.

”ٿڌ وڌڻ لڳي آهي.“ اولگا ڪنبندي چيو. ريابوفسڪيءَ پنهنجي برساتي کيس اوڍائيندي اداس لهجي ۾ چيو:

”مونکي محسوس پيو ٿئي تہ آءٌ مڪمل طور تي تنهنجي هٿ وس آهيان. غلامن جهڙي حالت پئي ٿئي تنهنجي دلڪشي ۽ دلربائي ۾ اڄ ايڏو اضافو ڪيئن ٿي ويو آهي؟“

هو اولگا کي مسلسل تکي رهيو هو. سندس چهري تان نظر ئي نٿي هٽايائين. سندس اکين مان اهڙي وحشت بکي رهي هئي جو اولگا هن ڏانهن ڏسڻ جي همت ئي نہ پئي ساري سگهي.

"تنهنجي پيار ۾ پاڳل پيو ٿيان." هن سرپاٽ ۾ چيو. سندس ساهه جي تپش اولگا پنهنجي ڳل تي محسوس ڪئي. "رڳو تنهنجي چوڻ جي دير آهي ۽ آءُ پنهنجي جان گهوري ڇڏيندس، چترڪاري ڇڏي ڏيندس." هن جذباتي لهجي ۾ چيو."مون سان پيار ڪر پيار... "

"اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر." اولگا پنهنجيون اکيون بند ڪندي چيو " مونکي ڊپ ٿو لڳي - ۽ ديموف؟"

"ديموف جو ڪهڙو ذڪر، آخر ديموف ڇو؟ ديموف سان منهنجو ڪهڙو واسطو؟ اولگا! ماهتاب، سونهن جي راڻي! منهنجي پريتما، منهنجي جان! مونکي ماضيءَ جي حاجت ناهي، مونکي رڳو هڪ پل ڏي، بس هڪ مختصر پل!" اولگا جي دل جو ڌڙڪو اوچتو تيز ٿي ويو. هن پنهنجي مڙس بابت سوچڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪيس پنهنجو سمورو ماضي پنهنجو وهانءُ، ديموف اربعا جون شامون، سڀ ڪجهہ معمولي، غير اهم، بي مزي ۽ ڏور..... تمام گهڻو ڏور لڳو. هن سوچيو تہ نيڪ ئي تہ آهي، ديموف سان ڇا تعلق؟ آخر ديموف ڇو؟ ديموف سان ڪيس ڪهڙو سروڪار؟ ان قسم جي ماڻهوءَ جو ڇا واقعي ڪٿي وجود بہ آهي؟ ڇا هو رڳو هڪ خواب ئي ناهي؟

"ديموف کي جيڪا سرهائي ملي چڪي آهي سا هن جهڙي ڪنهن معمولي ماڻهو لاءِ تمام گهڻي آهي. " هن هٿ ترين ۾ چهرو جهليندي پنهنجو پاڻ کي چيو:"هتي ماڻهو مونکي بدفضيلتو ڳالهائين تہ پيل ڳالهائين. آءُ پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪري ڇڏيندس، ها رڳو ماڻهن کي نيچو ڏيکارڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪندس. انسان کي هڪ ڀيرو هر شيءِ جو تجربو ڪرڻ گهرجي. او خدا! ڪيڏي عجيب ڳالهہ آهي ۽ ڪيتري خوبصورت!"

"ڇگو پوءِ؟ ڇگو پو. " مصور ڪيس ياڪرن ۾ پريندي ۽ سندس انهن هٿن کي، جن سان هوءَ ڪيس پري ڌڪڻ جي معمولي ڪوشش ڪري رهي هئي، چمندي آهستي چيو. "تون مونسان پيار ڪرين ٿي؟ ڪرين ٿي نہ ؟ اوهہ، ڇا شاندار رات آهي! ڪيڏي نہ وڻندڙ!"

"ها انتهائي شاندار رات آهي." اولگا پنهنجي ڳوڙهن سان پريل اکين سان جهاتي پائيندي سرباٽن ۾ چيو ۽ پوءِ تيزيءَ سان نظرون ڦيرائي ڪيس ياڪر ۾ پريو ۽ سندس چپن تي پنهنجا چپ رکي ڇڏيا.

"ٿورڙيءَ دير ۾ اسين ڪينشما پهچڻ وارا آهيون." عرشي جي ٻئي پاسي کان ڪنهن جو آواز اڀريو ۽ پوءِ ڳورن قدمن جي چاپ. هو ماني رسائيندڙ شخص هو جيڪو اتان لنگهيو پئي.

"ٻڌ تہ! " اولگا جذباتي طور تي کلڻ ۽ روئڻ گاڏڙ لهجي ۾ ڪيس سڏيو. "اسانکي ڪجهہ شراب ڏئي وڃ. "

چترڪار. جنهن جو چهرو جوش سبب هيڊبو ٿي ويو هو، هڪ بئنچ تي ويهي اولگا ڏانهن پيار ڀرين نگاهن سان ڏٺو ۽ اکيون بند ڪري. ڏکويل مرڪ سان چوڻ لڳو:

”آءٌ ٿڪجي پيو آهيان.“ ۽ پوءِ هُن پنهنجو مٿو ريلنگ تي ٽڪائي ڇڏيو.

بين سيپٽمبر تي هوا نہ پئي گهلي، ڏينهن گرم پر ڪوهيڙي سان ڀريل هو. صبح جو والگا درياءَ تي ڏنڊ چانيل هو ۽ نوين وڳي ڪانپوءِ مينهن جي ڦڙ ڦڙ شروع ٿي وئي. آسمان صاف ٿيڻ جو ڪو امڪان نہ ٿي ڏٺو. نيرن تي ريابوفسڪي اولگا کي چيو تہ چترڪاري سڀ کان وڌيڪ صبر ڀريو ۽ ٿڪائيندڙ فن آهي ۽ اهو تہ هو چترڪار ناهي ۽ رڳو عقل جا انڌا ئي سندس صلاحيتن تي يقين ٿا رکن. ڪنهن معمولي اشاري ڏيڻ ڪانسواءِ ئي هن اوچتو چاقو کڻي پنهنجي ناهيل انتهائي سگهاري فن پاري کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. ناشتي ڪانپوءِ هو وڪريل وڪريل دريءَ تي ويهي ٻاهر درياءَ کي ڏسندو رهيو. والگا درياءُ پنهنجي چمڪ دمڪ کان محروميءَ ڪانپوءِ هاڻ ڏنڊلو، بيحس، ٿڌو ۽ بيجان ٿي لڳو. هر شيءِ پڪاري پڪاري چئي رهي هئي تہ اداس ۽ بي رنگ پن - ڇڻ آئي ڪي آئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ بنهي ڪنارن جي ساوڪ جي غاليچن، سج جي ڪرڻن جي موتين جهڙن عڪسن، صاف ۽ شفاف نيرين وسعتن ۽ فطرت جي سمورن شاندار منظرن کي والگا کان ڦري ايندڙ بسنت تائين ڪنهن صندوق ۾ بند ڪيو ويو هو ۽ ان مٿان لامارا ڏيندڙ ڪانوَ ڇبرا ڪيئي رهيا هجن. ”اگهاڙو اگهاڙو!“ ريابوفسڪي سندن ڪائين ڪائين ٻڌي ۽ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو تہ چترڪار جي حيثيت ۾ تہ هو مري چڪو آهي. پنهنجون صلاحيتون وڃائي چڪو آهي ۽ اهو تہ دنيا جي هر ڪا شيءِ رسمي، اضافي ۽ بيوقوفاڻي آهي ۽ اهو تہ ڪيس هن مائيءَ جي چڪر ۾ پوڻ ئي نہ کپندو هو. مختصر اهو تہ هو انتهائي مايوس ۽ بد دل ٿي چڪو هو.

اولگا پڙدي جي پٺي پاسي پلنگ تي ويهي پنهنجي سوسني رنگ جي وارن کي ڦڻي ڏئي رهي هئي. تصور ۾ هوءَ پنهنجو پاڻ کي ڊرائنگ روم، خواب گاهہ ۽ مڙس جي مطالعي واري ڪمري ۾ ڏسي رهي هئي. سندس تصور کيس ٿيٽر پهچائي ڇڏيو، درزيءَ جي دڪان ۽ سندس مشهور ۽ مصروف دوستن ڏانهن وٺي ويو. هن پل هو ڇا ڪري رهيا هوندا؟ ڪڏهن ڪين بہ هن جو خيال ايندو هوندو؟ منڊ شروع ٿي چڪي آهي ۽ هي سندس گهر هر اربعا جي شام ٿيندڙ دعوتن بابت سوچڻ جو وقت هو. ۽ ديموف؟ پيارو ديموف ويچارو ڪيڏي نہ عاجزيءَ ۽ مسڪينيءَ سان گهر موٽڻ لاءِ خطن ۾ کيس منٿون ڪندو رهيو هو. هر مهيني پنجهتر روبل موڪليندو هو ۽ جڏهن کيس لکندي هئي تہ هن چترڪارن کان سئو روبل قرض ورتو آهي تہ وڌيڪ سئو روبل بہ موڪلي ڏيندو هو. ڪيڏو نيڪ ۽ درياءَ دل شخص هو. سفر اولگا کي ڏونڏاڙي ڇڏيو هو. سندس جيءُ پرجي چڪو هو. هوءَ هنن هارين ۽ دريا جي اٿندڙ آلاڻ جي بوءِ کان پري ڀڄي وڃڻ ۽ جسماني گندگيءَ جي انهيءَ احساس کان پلئہ ڇڏائڻ لاءِ تڙڦي رهي هئي، جيڪو اڄ هڪڙي تہ سياڻي ٻئي ڳوٺ ۾ هارين جي ڪچن گهرن ۾ ترسڻ دوران لاڳيتو مٿس مڙهيل ٿي رهيو. ريابوفسڪيءَ چترڪارن سان ويهن سيپٽمبر تائين ترسڻ جو واعدو نہ ڪيو هجي ها تہ هو ٻئي اڄ ئي اتان هليا وڃن ها ۽ اهو ڪيڏو نہ چڱو ٿئي ها!

"او خدا!" ريابوفسڪي ٻاڏائيندي چيو. "آخر سچ ڪڏهن ايرندو؟ اس بلڪل ئي ناهي، ان صورت ۾ سچ جي روشنيءَ وارا چٽ ڪئين ٿو چٽي سگهان."

" هڪ اڏورو چتر ڪڪرن پرئي آسمان جو بہ تہ آهي." اولگا پڙدي جي اوٽ مان نڪرندي چيو. "ياد ناهي ڇا؟ اڙي اها ئي جنهن جي پسمنظر ۾ ساڄي پاسي جهنگ هو ۽ کابي ڊگهيون ۽ هنج پکي. انکي هاڻ مڪمل ڪري سگهين ٿو."

"هونهہ!" چترڪار بوٽ ڦٽائيندي چيو. " مڪمل ڪريان! ڇا تون مونکي واقعي ايڏو گڏهہ ٿي سمجهين، جنهن کي ٻڌايو وڃي تہ ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

"منهنجي لاءِ تنهنجو رويو ڪيڏو بدلجي ويو آهي!" اولگا تڏو ساهہ پريندي چيو. " ۽ نيڪ بہ ٿيو آهي!"

اولگا جي ڇهري جو پنو لهي ويو. هوءَ آتش دان جي سامهون بيهي سڏڪا پرڻ لڳي.

" ۽ هاڻ ڳوڙها! ڇڻ باقي انهن جي ڪسر رهيل هئي. بند ڪر اهو رودن! منهنجي روئڻ جا تہ هزار سبب آهن پوءِ بہ نہ ٿو روئان."

"هزار سبب!" اولگا سڏڪو پريو. "خاص سبب رڳو اهو آهي تہ مون مان جيءُ پرجي ويو اٿوَ."

"جي ها، جيءُ پرجي ويو آهي!" ۽ هوءَ زارو قطار روئڻ لڳي. "سچ پڇو تہ اسانجي ان حرڪت کان لڄي ٿا ٿيو. توهان کي پوءُ تہ ڪٿي چترڪارن کي ان جي پٽڪ نہ پئجي وڃي. توٽي جو ان معاملي کي لڪائي نہ ٿو سگهجي ۽ هنن کي تہ الائي ڪيتري وقت کان انجو پتو آهي."

"ٻڌ اولگا ! اوهان کي رڳو هڪڙي گذارش اٿم." چترڪار پنهنجي ڇاتيءَ تي هٿ رکي منت ميڙ واري لهجي ۾ چيو: "رڳو هڪڙي گذارش، مونکي اڪيلو ڇڏي ڏي. ان کانسواءِ توکان ٻيو ڪجهہ نہ ٿو چاهيان."

"پر قسم کاءُ تہ تون اجان بہ مونسان پيار ٿو ڪرين!"

"ڪيڏي شديد پيڙا آهي اها."

چترڪار پڪوڙيل ڏندن سان دانهن ڪري اٿي بيهي رهيو. "انجو انجام اهو ٿيندو تہ والگا ۾ ٻڏي مرندس يا چريو ٿي پوندس! مونکي اڪيلو ڇڏي ڏي!"

"پوءِ مونکي ماري ڇڏ، ماري ڇڏ!" اولگا ٻاڪارڻ لڳي. ماري ڇڏ نہ!". هوءَ زارو قطار روئندي ٻيهر پڙدي پويان هلي وئي. مينهن ڇپر تي ٽڙڪاٽ ڪري رهيو هو. ريابوفسڪي ڪجهہ دير تائين ٻنهي هٿن سان مٿو جهلي ڪمري ۾ ڊگها ڊگها قدم کڻندو رهيو. پوءِ ڇهري تي اهڙو تاثر آڻي جڻ بحث ۾ ڪنهن کي قائل ڪيو هجئين. ٽوپي پائي بندوق ڪلهي تي لٽڪائي ٻاهر نڪري ويو.

سندس وڃڻ کانپوءِ اولگا دير تائين پنهنجي پلنگ تي ليٽي ڳوڙها وهائيندي رهي. پهرين هن سوچيو تہ ڪيڏي نہ پلي ڳالهہ ٿيندي جو هوءَ زهر ڦڪي ۽ ريابوفسڪي کيس واپس تي مئل ئي ڏسي، پر جلد سندس خيال پنهنجي ڊرائنگ روم ۽ مڙس جي

مطالعي واري ڪمري ڏانهن منتقل ٿي ويا ۽ هن تصور ۾ ڏٺو تہ هوءَ ديموف جي هنج ۾ خاموش سڪون ۽ صفائيءَ جي پرجوش احساس مان مزو ماڻي رهي آهي ۽ پوءِ ٿيئٽر ۾ مازينيءَ جو گانو ٻڌي رهي آهي. ان تصور مهذب دنيا سان، شهر جي هل هنگامي سان مشهور ۽ ناميارن ماڻهن سان واقفيت جي شديد خواهش سندس من کي پاڻيءَ کان ٻاهر مڇيءَ جيان تڙپائي ڇڏيو. ايتري ۾ هڪ ڳوناٽي مائي گهر اندر آئي ۽ مانجهاندي جي تياريءَ لاءِ اطمينان واري انداز ۾ چلهہ ٻارڻ لڳي. دڪندڙ ڪانين جي بوءِ ڇڻي پاسي پکڙجي وئي ۽ دونهين سان فضا دونهاڻجڻ لڳي. چترڪار جن جا لانگ بوٽ گپ سان پريل هئا ۽ منهن مينهن ۾ پسيل، اندر داخل ٿيا. هنن هڪبڻي جي چترن تي نظر وڌي ۽ اهو سوچي من کي آٿت ڏنائون تہ والگا خراب مند ۾ بہ هڪ خاص سونهن رکي ٿو. پٽ تي لڳل سستي گهڙيال جو پينڊولم ٽڪ ٽڪ، ٽڪ ٽڪ ڪري رهيو هو. ٿڌ کان پڳل مکيون مقدس تصويرن، پر وارين ڪنڊن ۾ جمع ٿي آهستي آهستي پون پون ڪري رهيون هيون ۽ بئنچن هيٺان ماڪوڙا قطارن ۾ وڃي رهيا هئا.

ريابوفسڪي سانجهيءَ سمي مهل واپس موٽيو. هن ٽوپي ميز تي اڇلائي. گپ ۾ پريل لانگ بوٽ لاهڻ بنا ٿڪاوٽ کان چور ٿي جسم کي بئنچ تي اڇلائي اکيون پوري ڇڏيون.

"ٿڪجي پيس..." هن چيو ۽ ڇپر کڻڻ جي ڪوشش ۾ سندس پرون ڦڙڪڻ لڳا.

"اولگا سندس عنايت پري نظر حاصل ڪرڻ ۽ اهو ڏيکارڻ جي چڪر ۾ تہ هوءَ ڪانئس ناراض ناهي. خاموشيءَ سان ڪيس ڇمي ڏنائين ۽ سندس پورن وارن ۾ آڱريون ڦيرائڻ لڳي. وارن ۾ آڱريون ڦيرائڻ جي اها خواهش سندس دل ۾ بلڪل اوچتو ئي اوچتو پيدا ٿي هئي.

"هي ڇا آهي؟" ريابوفسڪي ائين ڇرڪيو ڄڻ ڪنهن ڪيس ڇهندي هنئين هجي.

"هي ڇا آهي؟ مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي، وڏي مهرباني ٿيندين."

هو اولگا کي ڌڪيندي ڪانئس پري ٿي ويو. اولگا کي سندس ڇهري تي ڌڪار ۽ چڙ جي جهلڪ نظر آئي. نيڪ ان لمحي مائي ڪرم ڪلي جي سوپ جي پليٽ احتياط سان ٻنهي هٿن ۾ جهلي ريابوفسڪيءَ وٽ آئي تہ اولگا ڏٺو تہ مائيءَ جا ٻئي ٿلها متارا آڱوٺا سوپ ۾ ٻڌل هئا. تڏهن ڪيس اها گندي مائي، جنهن جي چولي پيٽ کان مٿي تاڻيل هئي، ڪرم ڪلي جو اهو سوپ جنهن تي ريابومسڪي هٻڇين وانگر ڪريو هو، ڪچو گهر ۽ اها زندگي انتهائي بدبودار ۽ پوائتي لڳي هئي جيڪا پنهنجي سادگيءَ ۽ فنڪاراڻي بي نظميءَ سبب اڳي انتهائي خوشگوار لڳندي هئي. اوچتو ڪيس پنهنجي توهين ٿيڻ جو احساس ٿيو ۽ سرد لهجي ۾ چوڻ لڳي:

"اسانکي ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڌار ٿيڻو پوندو نہ تہ اها بيزاري جهيڙو ڪرائي وجهندي. آءٌ ان مان بيزار ٿي چڪي آهيان. مونکي اڄ ئي هتان هليو وڃڻ گهرجي."

"ڪيئن؟"

"هوا جي گهوڙي تي سوار ٿي؟"

"اڄ خميس آهي ۽ سادي نوين وڳي اسٽيمر ايندو."

"واقعي؟ اڙي ها! ڏاڍو چڱو. تہ پوءِ هلي وڃ." ريابوفسڪي نيپڪن نہ هٽڻ ڪري وهاٽي سان چپ اگهندي نرم لهجي ۾ چيو. "اوهانجي لاءِ هيءَ جاءِ بي رونق آهي ۽ آءٌ بہ ايڏو خود غرض ناهيان جو اوهانکي روڪڻ جي ڪوشش ڪريان. پلي وڃ، ويهين سيپٽمبر کانپوءِ ملاقات ٿيندي."

اولگا سامان ٻڌڻ شروع ڪيو. سندس من جو بار هلڪو ٿي چڪو هو ۽ اطمينان سبب سندس چهرو ٻهڪي رهيو هو. "ڇا واقعي ائين ئي ٿيندو؟" هن پنهنجو پاڻ کان سوال پڇيو. "تہ آءٌ جلد ئي پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ ويٺي هونديس." چترڪاري ڪنديس، پنهنجي ڪمري ۾ ننڊ ڪنديس ۽ ميزپوش واري ميز تي ماني کائينديس؟" ائين لڳس ڄڻ ڪلهن تان چيندڙ ڳورو وزن لهي چڪو هجي ۽ هاڻ ڪيس چترڪار تي ڪاوڙ نہ پئي آئي.

"او ريابوشڪا! پنهنجا رنگ ۽ برش هتي ڇڏيو پئي وڃان." هن رڙ ڪندي چيو. "ڪا شيءِ استعمال ڪان بچي پوي تہ ڪنيون اچجانءِ ۽ ها ڪن ڪولي ٻڌ. منهنجي غير موجودگيءَ ۾ سستيءَ ۽ لاپرواهي جي دورن جو شڪار ٿيڻ بدران ڪم ڪجانءِ! تون انتهائي معصومڙو آهين، ريابو شڪا!"

نوين وڳي ريابوفسڪيءَ ڪيس موڪلائيءَ واري چمي ڏني تہ جيئن جهڙيءَ ريت اولگا کي پڪ هئي تہ عرشي تي چترڪارن جي موجودگيءَ ۾ چمي نہ ڏيڻي پوي. هو موڪلائڻ لاءِ اسٽيمرن تي لهڻ چڙهڻ جي چبوتري تائين ويو. اسٽيمر ٿورڙي ئي دير ۾ ظاهر ٿيو ۽ ڪيس کڻي روانو ٿي ويو.

اڍائي ڏينهن کانپوءِ هوءَ پنهنجي گهر ۾ هئي. ٽوپي ۽ برساتي لاهڻ کانسواءِ ئي اضطرابي ڪيفيت وچان تقريباً پريل ساهہ سان هوءَ ڊرائنگ روم ۾ داخل ٿي ۽ اتان مانيءَ واري ڪمري ۾. ديموف ڪوٽ لاهي، واسڪوٽ جا بٽڻ کولي ميز وٽ ويهي ڪانٽي جا ڏندا تيز ڪري رهيو هو. سندس سامهون پليٽ ۾ هڪ ڀڳل تتر رکيل هو. اولگا انهيءَ يقين سان پنهنجي فليٽ ۾ داخل ٿي هئي تہ هوءَ پنهنجي مڙس کي قصي جي پٽڪ بہ لڳڻ نہ ڏيندي ۽ اهو تہ منجهس انجي صلاحيت ۽ قوت بہ آهي پر جڏهن هن ڏٺو تہ ديموف جو چهرو مرڪي ٽڙي پيو هو ۽ سندس اکيون سرهائيءَ مان چمڪڻ لڳيون تہ هن سوچيو تہ اهڙي شخص کي فريب ڏيڻ هن لاءِ ايتري ئي ذليل ڏکار پري ۽ ناممڪن ڳالهہ هوندي جيتري بهتان بازي، چوري يا قتل. هن ان لمحي فيصلو ڪري ورتو تہ جيڪي ڪجهہ ٿيو آهي، اهو جيئن جو تيئن بيان ڪندي. سوديموف ڪيس ڀاڪرن ۾ ڀري چمي ڏئي چڪو تہ هوءَ سندس سامهون گوڏن ڀر ويهي رهي ۽ چهرو هٿن سان ڍڪي ڇڏيائين.

"اڙي هي ڇا ٿي ڪرين؟ ڇا ٿيو، اولگا؟" هن پيار ڀرئي لهجي ۾ پڇيو، "منهنجي ياد گهڻو تنگ ٿي ڪيئي ڇا؟"

هن ندامت جي احساس سان ڳاڙهي ٿيل چهري کي مٿي کڻي ديموف ڏانهن خطا ڀريل، التجائي نظرن سان ڏٺو پر خوف ۽ لڄ ڪيس حقيقت کي ڇپن تائين آڻڻ نہ ڏنو.

”ڪا ڳالهه ناهي.“ هن چيو : ”آءُ ته بس ائين ئي...“

”اچ ويهه نه.“ ديموف زال کي اٿاريندي ۽ ميز پرسان ويهاريندي چيو. ”ها، هاڻ نيڪ آهي، اچي تتر کاءُ. بک لڳي هوندءِ منهنجي پياري!“

هن چاتل سجاتل مزو ياڻيندي تورڙو گوشت کاڌو. جڏهن ته ديموف خوشيءَ وچان مرڪندو ۽ مٿس پيار پريون نگاهون واريندو رهيو.

سياري جي اڌ مند لنگهي چڪي هئي جو ديموف جي نظرن ۾ پنهنجي زال جا انگ ڍنگ ڪنڪڻ لڳا. هاڻ هو زال سان اکيون ملائي ئي نه سگهندو هو، ڇڻ خود سندس ئي ضمير داغي هجي. زال سان ملاقات مهل هاڻ هو مسرت پرئي انداز ۾ مرڪندو ئي نه هو ۽ اهو سوچي ته ساڻس گهٽ کان گهٽ اڪيلائپ ۾ گذارڻو پوي، هو پنهنجي دوست ڪوروستيليف کي رات جي مانيءَ تي گهر وٺي ايندو هو. ننيڍڙن وارن وارو اهو بندرو شخص، جنهن جي چهري تي گهنج پيل هوندا هئا، اولگا سان ڳالهائيندي ئي انتهائي گهمبراهٽ ۾ ڪوٽ جا بٽڻ بند ڪرڻ ۽ کولڻ ۽ پوءِ پنهنجي مڇن جي کابي حصي کي ساڄي هٿ سان پٽڻ لڳندو هو. مانيءَ دوران ٻئي ڊاڪٽر ان ڳالهه جو اظهار ڪندا هئا ته اڄڪلهه تاءُ ۾ فڪر وڌي ويا آهن تنهنڪري دل جي تڪليف بابت شڪايتون وڌي رهيون آهن، يا اهو ته ڪجهه ڏينهن کان اعصابي مرضن ۾ اضافو ٿي رهيو آهي، يا وري اهو ته ديموف کي هڪ اهڙي مريض جي لاش جو، جنهن جي موت جو سبب گهٽ خوراڪ جو موذي مرض ٻڌايو ويو هو، گنريل ڏينهن پوسٽ مارٽم دوران پتو لڳو ته اصل ۾ هو معدي جي ڪئنسر جو مريض هو. ائين لڳندو هو ته هو ٻئي طبي معاملن تي رڳو ان ڪري ئي ڳالهائيندا هئا جو اولگا کي ڳالهه نه ڪرڻ يعني ڪوڙ نه ڳالهائڻ جو بهانو هٿ اچي. مانيءَ کانپوءِ ڪوروستيليف پيانو جي سامهون ويهندو هو ۽ ديموف ٿڌو ساهه پري چوندو هو :

”يار، ڪجهه ته ٻڌاءِ ! آخر انتظار ڇا جو آهي؟ اسانکي ڪو پرسوز گيت ته ٻڌاءِ؟“

ڪوروستيليف ڪلها چندي آڱريون اڳتي ڦهلائي، پيانو تان ڳچي اپي ڪري، اوچي مرداني آواز ۾ ڳائڻ لڳندو هو. ”ڏيکاريو ڏيکاريو! وطن ۾ ڪو اهڙو هنڌ جتي روسي هاري پيڙا کان آجا هجن!“ ۽ ديموف هڪ ڀيرو ٻيهر ٿڌو ساهه پري پنهنجي مڪ تي پيشاني رکي خيالن ۾ گم ٿي ويندو هو.

اولگا ته هاڻ سمورو احتياط ڇڻ ڇاري تي رکي ڇڏيو هو. روز صبح جو انتهائي غمگين انداز ۾ اٿندي سوچيندي هئي، ”هاڻ هو ريابوفسڪي سان قطعي پيار نه ٿي ڪري. خدا جو شڪر آهي ته اهو قصو هاڻ ماضيءَ جو داستان بڻجي چڪو آهي. پر ڪافيءَ جو پيالو پيئندي ئي ياد ايندو هئس ته ريابو فسڪيءَ ڪانئس مڙس ڦري ورتو ۽ هاڻ سندس زندگيءَ ۾ نه مڙس رهيو آهي نه ريابوسڪي. تڏهن ڪيس خيال ايندو هيو ته سندس دوست ٻڌائي رهيا هئا ته ريابوفسڪي ڪنهن نماءَ لاءِ ڪو شاندار چتر مڪمل ڪري رهيو آهي جيڪو قدرتي منظرن ۽ معاشرتي مسئلن بابت مصوريءَ جو گڏيل نمونو ۽ فني اعتبار کان پولينوف جي طرز جو آهي ۽ جيڪو ٻه سندس اسٽوڊيو ويندو آهي، ساراهڻ ڪانسواءِ نه

رهي سگهندو آهي. هوءَ پنهنجو پاڻ کي چوندي هئي ته ريابوفسڪيءَ اهو چتر ته خود سندس ئي اثر هيٺ تخليق ڪيو آهي. ڪانئس متاثر ٿيڻ ڪري ئي سندس فن عروج تي پهتو آهي. سندس فن تي هنجي شخصيت جي ڇاپ ايتري اثرائتي، لاياٿتي ۽ گهري آهي، سو اڄ جيڪڏهن هوءَ ڪانئس ناتو ٽوڙي وجهي ته هو ڪٿي جو به نه رهندو. هوءَ اهو به سارينديي رهي ته گذريل ڀيري جڏهن ريابوفسڪي سندن گهر آيو هو ته سونهري ڏاڳن وارو پورو ڪوٽ پاتل ۽ نئين ٺاءِ بدل هيس ۽ هن انتهائي دلربائيءَ سان پڇيو هو "آءٌ نهان پيو نه؟" ڊگها گهنگهرو وار، نيريون اکيون، مٿان وري شاندار ڪوٽ ! واقعي هو نهيو پئي (يا گهٽ ۾ گهٽ لڳو ته ائين پئي) ۽ سندس لفظ لفظ مان محبت پئي ٽپڪي.

اهو سڀ ۽ ٻيو ڪجهه به ياد ڪرڻ ۽ خود پنهنجا نتيجا ڪڍڻ ڪانپوءِ اولگا سنورجي سينگارجي پنهنجي اڏمن جو طوفان سنڀاري ريابوفسڪيءَ جي اسٽوڊيو هلي ويندي هئي. هوءَ کيس عام طور تي تمام گهڻو هشاش بشاش ۽ پنهنجي چتر جي چاهت ۾ غرق ڏسندي هئي. جيڪو واقعي شاندار هوندو هو. جڏهن سندس طبيعت دل لڳيءَ ڏانهن مائل ٿيندي هئي ته هو بيوقوفاڻيون حرڪتون ڪندو هو ۽ سنجيده سوالن کي ڪلي ٽاري ڇڏيندو هو. اولگا اهڙي چتر کان حسد ڪندي هئي پر هر ڀيري انجي سامهون مهذب خاموشيءَ سان ٻه چار منٽ بيهندي هئي ۽ پوءِ جيئن ماڻهو ڪنهن درگاهه ۾ ٿڌو ساهه ڀريندا آهن، هوءَ ساهه کڻندي چوندي هئي:

"ها ! اهڙو چتر تو ڪڏهن به نه ناهيو آهي. مونکي ته ڪنبڻي وٺي وئي آهي."

پوءِ هوءَ ريابوفسڪيءَ کي منٿ ميڙ ڪرڻ لڳندي هئي. "مونسان پيار ڪندين نه، مونکي ٿڏيندين ته نه، مون اپاڄيءَ تي ڪهل ڪجانءِ." هوءَ زارو قطار روئندي سندس هٿ چمندي باڏائيندي هئي. "تو تان منهنجو ڇانورو هٽي ويو ته راهه کان ڀٽڪي ويندين" ۽ ائين هوءَ ڪانئس اهو چورائڻ جي ڪوشش ۾ جنبي ويندي هئي ته هو ساڻس پيار ڪندو رهندو. پوءِ هوءَ ريابوفسڪيءَ کي پريشان ۽ پنهنجو پاڻ کي انتهائي ذليل ڪري پنهنجي درزياڻيءَ ڏانهن يا ٿيئٽر جو ٽڪيٽ حاصل ڪرڻ جي چڪر ۾ پنهنجي ڪنهن اداڪار ساهيڙيءَ ڏانهن هلي ويندي هئي.

ريابوفسڪي ڪنهن ڏينهن پنهنجي اسٽوڊيو ۾ نه هوندو هو ته هوءَ هڪ ڏمڪيءَ ڀريو نياپو ڇڏي ايندي هئي ته جيڪڏهن هو اڄ هن سان ملڻ نه آيو ته زهر ڦڪيندي. ريابوفسڪي نه چاهيندي به سندس گهر وڃي نڪرندو هو ۽ رات جي ماني کائي موٽندو هو. مڙس جي موجودگيءَ جو لحاظ ڪرڻ بنا هو اولگا تي انتهائي ڏڪار ڀري چٽر ڪندو هو ۽ هوءَ به کيس ساڳئي لهجي ۾ جواب ڏيندي هئي. ٻنهي کي لڳندو هو ته هو هڪٻئي جي راهه ۾ حائل آهن، ظالم ۽ دشمن آهن ۽ اهو احساس کين پاڻيءَ مان ڪڍي ڇڏيندو هو. انهيءَ ٺاءَ ۾ کين اهو خيال ئي نه رهندو هو ته سندن طرز عمل ڪيڏو غير مهذب آهي ۽ اهو ته ننڍن ننڍن وارن واري ڪوروسٽيليف تي سڀڪجهه واقع ٿيندو پيو وڃي، مانيءَ ڪانپوءِ ريابوفسڪي ڪانئڻ جلدي موڪلائيندو هو.

”هاڻ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“ اولگا ڊرائنگ روم ۾ هن ڏانهن ڏڪار ڀريل نظرن سان ڏسندي پڇندي هئي.

هو ڇهري تي گهنج آڻي اڪيون ڦوٽاري ڪنهن اهڙي مائيءَ جو نالو وٺندو هو جنهن کان هو ٻئي واقف هوندا هئا ۽ جيڪو پٽو هوندو هو ته هو اولگا جي حسد جو مذاق پيو اڏائي ۽ ڪيس نهوڙڻ ٿو چاهي. هوءَ پنهنجي بستري تي ليٽي حسد، ڪاوڙ، ڏڪار ۽ لڄ وچان وهاڻي کي ڏندن سان ڪترڻ ۽ زور زور سان روئڻ لڳندي هئي. تڏهن ديموف ڊرائنگ روم ۾ ڪوروستيليف کي ڇڏي شرمائيندو گهبرائيندو خواب گاهه ۾ اچي چوندو هو : ” آءٌ نه اولگا!..... ان مان ڇا ھڙ حاصل؟ توکي ته ان معاملي ۾ خاموش ٿي رهڻ گهرجي. خيال رکجانءِ ته ڳالهه پکڙجي نه.... جيڪو ٿيو آهي تنهن کي ٿيڻ کان روڪڻ ممڪن نه هو.“

هوءَ حسد جي جذبي تي، جنهن جي تپش ڪان سندس لونڊڙي ڦرڪڻ لڳندي هئي، قابو پائڻ ۾ ناڪام ٿيندي هئي، پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳندي هئي، ”اجا ايتري دير ته نه ٿي آهي جو معاملي کي حل نه ڪري سگهجي.“ ڳوڙهن سان پسيل ڇهري کي ڌوئي، پائوڊر هڻي جلدي جلدي ان مائيءَ جي گهر رواني ٿيندي هئي جنهن جو ريابوفسڪيءَ نالو ورتو هو. هو اتي نه ملندو هو ته بگيءَ ۾ ٻئي جي گهر رواني ٿيندي هئي اتان وري ٽئين ڏانهن... شروعات ۾ ته ڪيس ائين مختلف گهرن جو چڪر لڳائڻ ۾ لڄ محسوس ٿيندي هئي پر جلدئي انجي عادي ٿي وئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ريابوفسڪيءَ جي ڳولا ۾ هڪ ئي شام جو سمورين واقف عورتن جا گهر پيٽي ايندي هئي. ۽ اهي سمجهي ويندون هيون ته قصو ڇا آهي.

هڪ ڀيرو هن ريابوفسڪيءَ کي پنهنجي مڙس متعلق چيو : ”سندس وڏ ماڻهائپ ته مون لاءِ عذاب بڻجي پئي آهي.“

اهو جملو کيس ايترو پسند نه آيو جو ريابوفسڪي سان سندس عشق جي رازدار چترڪارن سان جڏهن به گڏبي هئي. پنهنجي مڙس جو ذڪر ڪيي انتهائي زوردار انداز ۾ چوندي هئي: ” هن شخص جي وڏ ماڻهائپ منهنجي لاءِ ڏاڍي ڏکي ٿي پئي آهي.“

سندن زندگي پوئين سال جي انداز ۾ ٿي هلندي رهي. هر اربعا جي شام، ساڳيءَ ريت پارٽيون ٿينديون هيون، ساڳيءَ طرح اداڪار ڊائيلاگ ورجائيندو هو، چترڪار چتر چٽيندو هو، وائلن - نواز ساز تي سر ڇيڙيندو هو، راڳي ڳائيندو هو ۽ ساڳيءَ ريت ٺيڪ ساڍي ٻارهين وڳي مانيءَ جي ڪمري ۾ کلندڙ دروازو کلندو هو ۽ ديموف مرڪندي اعلان ڪندو هو : ”اوهين صاحبو مانيءَ تي اچو.“

۽ اولگا اڳي جيان وڏن ماڻهن جي ڳولا ۾ رڌل رهندي هئي، کين هٿ ڪندي هئي. ڪانئن مطمئن نه ٿيندي ۽ وري ٻين وڏن ماڻهن جي ڳولا ۾ جنبي ويندي هئي. اڳي جيان هوءَ هاڻ به رات جو دير سان گهر موٽندي هئي ۽ گذريل سال جيان ئي ديموف هاڻ به سندس واپسيءَ تي ستل نه پر پنهنجي مطالعي واري ڪمري ۾ ڪم ۾ رڌل هوندو هو. هو ٽين وڳي سمهندو ۽ اٺين وڳي اٿندو هو.

هڪ ڏينهن هوءَ ٿيئٽر وڃڻ کان اڳ آئيني آڏو پنهنجي هار سينگار تي آخري نظر وجهي رهي هئي جو فراڪ ڪوٽ ۽ اڇي ٽاءِ ۾ ديموف ڪمري ۾ داخل ٿيو. هن ٻاجهاري انداز ۾ مرڪندي زال سان ماضيءَ وانگر اکيون اکين ۾ ملايون. سندس چهري تي سرهائي ٻهڪي رهي هئي.

"اڄ پنهنجو تحقيقي مقالو پيش ڪري پيو اچان." هن ويهندي پتلون کي گوڏن وٽان نيڪ ڪندي چيو. "ڪامياب رهيو؟"

"بس پڇ ئي نہ!" هن کلندي زال جي چهري جي عڪس کي آئيني ۾ ڏسڻ لاءِ ڳچي اڳتي لاڙي، چاڪاڻ جو هوءَ اجان تائين هن ڏانهن پٺ ڪيون بيٺي پير وارن جي سينگار ۾ رڌل هئي. "بس نہ پڇ!" هن هڪ ڀيرو ٻيهر ورجايو."۽ خبر اٿئي، ان ڳالهہ جو گهڻو امڪان آهي تہ مونکي مرضيات جو ڊوزنٽ مقرر ڪيو وڃي. لڳي تہ ائين ئي ٿو."

ديموف جو سرهائيءَ ڀريو ٻهڪندڙ چهرو اعلان ڪري رهيو هو تہ اولگا جيڪڏهن سندس انهيءَ خوشيءَ ۽ شاندار ڪاميابيءَ تي چڱو موچارو ردعمل ظاهر ڪري تہ هو سندس هاٿوڪين تہ ڇا پر ايندڙ ڏينهن جي ڪوتاهين کي پڻ معاف ڪرڻ ۽ وسارڻ لاءِ تيار هو پر سندس زال نہ مرضيات سمجهي سگهي نہ ڊوزنٽ ۽ هوئنءَ بہ ڪيس ڊپ هو تہ ڪٿي ٿيئٽر وڃڻ ۾ دير نہ ٿي وڃي، سو خاموش ئي رهي.

ديموف ڪجهہ گهڙيون تہ ويٺو رهيو ۽ پوءِ معذرتي انداز ۾ مرڪندو اتان هليو ويو.

ڪيڏو پريشاني ڀريو ڏينهن هو اهو!

ديموف جي مٿي ۾ شديد سور هو. هن نہ نيرن ڪئي، نہ ئي اسپتال ويو. سڄو ڏينهن پنهنجي اپياسي ڪمري ۾ صوفي تي ليٽيو رهيو. اولگا معمول جيان منجهند ڌاري ريابوفسڪيءَ جي اسٽوڊيو رواني ٿي جتي هن کيس بي جان شين جو چٽر ڏيکاري پڇڻ ٿي چاهيو تہ گذريل ڏينهن هو سندس گهر ڇو نہ آيو. ڪيس بہ پتو هو ۽ چٽر تہ بس ائين ئي هو جيڪو هن چترڪار جي گهر وڃڻ لاءِ بهاني طور ناهيو هو.

هوءَ گهنٽي وڄائڻ کانسواءِ ئي اندر داخل ٿي ۽ اڳيئي حصي ۾ جڏهن جوتن مٿان پاتل ربڙ جا جوتا لاهي رهي هئي تہ کيس اسٽوڊيو مان هلڪن هلڪن قدمن جو آواز ۽ ڪنهن مائيءَ جي ڪپڙن جي سرسر ٻڌڻ ۾ آئي. هن تڪ تڪڙ ۾ اندر جهاتي پاتي تہ کيس هڪ ڀورو پاڇولو تيزيءَ سان هڪ وڏي ڪينواس پويان غائب ٿيندي نظر آيو جنهن تي پيل ڪاري سوٽي چادر ايزل کي ڍڪيندي فرش تائين لٽڪي رهي هئي. پڪ سان ڪا مائي اتي وڃي لڪي هئي. اها ئي جاءِ هئي جتي نہ ڄاڻ ڪيترا ڀيرا هن خود اولگا کي ٻين جي نظرن کان لڪايو هو. ريابوفسڪي، جنهن جي بدحواسي سندس چهري تي ظاهر هئي، پنهنجا ٻئي هٿ هن ڏانهن ائين پکيڙيا ڄڻ کيس ڏسي حيرت ٿي هجيس ۽ مشڪل سان مرڪندي چيائين:

"اوهہ تون! تنهنجي اچڻ تي خوشي ٿي. ٻڌاءِ ڇا خبرون آهن؟" اولگا جون اکيون آليون ٿي ويون. هوءَ ان ٻيءَ عورت جي، پنهنجي پهاڄ ۽ ڪوڙي عورت جي موجودگيءَ ۾،

جيڪا هن مهل ڪينواس پويان بيهي پڪ سان مرڪي رهي هوندي. ڳالهين لاءِ راضي نہ پئي ٿي سگهي پوءِ پڻ ڪيس ان لاءِ دنيا جي سموري دولت ئي ڇو نہ آڇي وڃي.

”آءٌ تہ اوهانکي رڳو هي چتر ڏيکارڻ آئي آهيان. . “ هن ڦڙڪندڙ ڇپن سان ڏاڍيان وڏي آواز ۾ چيو. ” هيءُ نيچر مورت آهي.“

”اوهہ ! چتر؟“

چترڪار چتر هٿن ۾ جهليو ان تي نظرون کپائي ڇڻ بلڪل غير شعوري انداز ۾ هلندو بئي ڪمري ۾ گهڙي ويو.

اولگا انتهائي فرمانبدار وانگر سندس پويان پويان وئي.

اسٽوڊيو مان تيز تيز قدمن جا آواز عورتاڻي پاڇولي جهڙيون لهرون بڌڻ ۾ آيون. انجو مطلب هو تہ بي عورت هلي وئي هئي. اولگا جي من چاهيو تہ هوءَ دانهون ڪري، ڪا ڳوري شيءِ کڻي ريابوفسڪيءَ جي مٿي تي وهائي ڪڍي ۽ اتان ڀڄي نڪري، پر ڳوڙهن کيس نابين ۽ شرم بلڪل بيحس ڪري ڇڏيو ۽ کيس لڳو تہ ڄڻ هوءَ چترڪار اولگا ايوانوونا نہ پر ڪا معمولي ڄامڙي هجي.

”آءٌ ٿڪجي پيو آهيان.“ مصور چتر ڏسندي ۽ پنهنجي ٿڪاوٽ کي مٿي جي ڌونڌاڙ سان ڌڪڻ جي ڪوشش ڪندي ڳوري لهجي ۾ چيو. ”بيشڪ اهو انتهائي شاندار آهي پر هڪ ئي اڄوڪو چتر آهي، هڪ گذريل سال هو، مهيني کن ۾ هڪ بيو بڻيو... توکي انهن مان بيزاري نہ ٿي ٿئي؟ تنهنجي جاءِ تي مان هجان ها تہ چترڪاريءَ کي لت هڻي سنگيت يا ڪنهن بيءِ شيءِ کي سنجيدگيءَ سان اختيار ڪريان ها. اصل ۾ تون چترڪار نہ پر سنگيتڪار آهين. خير ڪاش، توکي خبر پئجي سگهي تہ آءٌ ڪيڏو ٿڪجي چڪو آهيان! ڇانهہ تو گهرايان.... نيڪ آهي نہ؟“

هو ڪمري مان نڪري ويو ۽ اولگا ٻڌو تہ هو پنهنجي نوڪر کي ڪجهہ چئي رهيو آهي. هوءَ موڪلائڻ، تون چا تون چا جي نوبت اچڻ ۽ خاص طور تي پنهنجي زارو قطار روئڻ کان بچڻ لاءِ ڪمري مان ڊوڙندي گهر جي اڳئين حصي ۾ پهتي ۽ ان کان اڳ جو ريابوفسڪي واپس موٽي، جوتن تي ربڙ جا سپاٽا چاڙهي ٻاهر نڪري آئي.

رستي تي پهچندي ئي هن اهو محسوس ڪندي وڏيڪ آزاديءَ سان ساهہ کنيو تہ هوءَ ريابوفسڪي کان، چتر ڪاري کان ۽ ان ناقابل برداشت بيعزتيءَ کان جيڪا کيس اسٽوڊيو ۾ سهڻي پئي، نجات حاصل ڪري چڪي آهي. هميشہ لاءِ سڄو قصو ختم ٿي چڪو هو.

هوءَ پنهنجي درزيءَ ڏانهن وئي، اتان برنائي وٽ جيڪو گذريل ڏينهن ئي واپس موٽيو هو. برنائيءَ کان سازن جي هڪ دڪان تي. ان دوران هوءَ مسلسل ريابوفسڪيءَ نالي پنهنجي خط بابت سوچيندي رهي جنهن ۾ هن مهذب پر انتهائي سخت ۽ بي رحماڻي انداز ۾ کيس ست سريون ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو هو. ڊيموف سان گڏ ڪريميا وڃڻ جو خيال بہ سندس ذهن ۾ ترڻ لڳو جتي هوءَ ماضيءَ مان سدائين لاءِ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۽ نئين زندگي شروع ڪرڻ جو ارادو رکندي هئي.

رات جو هوءَ تمام گهڻي دير سان گهر پهتي پر لباس تبديل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ بدران خط لکڻ لاءِ سڌو ڊرائنگ روم ۾ هلي وئي. هن سوچيو تہ ريابوفسڪي ٿو چوي تہ هوءَ چترڪار ناهي. هوءَ ڪيس منهن ٽوڙ جواب لکندي تہ هو پاڻ بہ هر سال هڪ ئي چتر چٽيندو آهي، وٽس ڪجهہ گٽل ڦٽل ڳالهيون آهن جيڪي روز ورجائيندو آهي، هو جمود جو شڪار ٿي چڪو آهي ۽ هاڻ سندس ڪنهن نئين ڪاميابيءَ جو ڪو امڪان ناهي. اهو بہ لکڻ جو ارادو هئس تہ اهو خود سندس ئي شخصيت جو اثر آهي جنهن ريابوفسڪيءَ کي چترڪار ريابوفسڪي بڻايو ۽ هاڻ جو هو بي اثر ۽ بي ثمر ٿي ويو آهي تہ انجو سبب اهوئي آهي تہ ان شاندار اثر کي طرح طرح جي بازاري عورتن، جن مان هڪ اڄ ڪينواس پويان لڪي وئي هئي، زائل ڪري ڇڏيو آهي.

"اولگا!" ديموف پنهنجي اڀياس ڪمري جو دروازو کولڻ بنا کيس سڏ ڪيو. اولگا!

"ڇا آهي!؟"

"منهنجي پرسان نہ اچجانءِ! اولگا، بس دروازي تائين اچ. اهو نيڪ آهي.... ٽيون ڏينهن آهي جو مونکي اسپتال ۾ ڊفتيريا ٿي پئي آهي ۽... منهنجي طبيعت گهڻي خراب پئي ٿئي. ڪوروستيليف کي گهراءِ. "

اولگا پنهنجي سمورن مرد دوستن وانگر پنهنجي مڙس کي بہ سندس ڪٽنبي نالي سان سڏيندي هئي. سندس مڙس جو نالو اوسيپ هو جيڪو کيس پسند نہ هو. ڇاڪاڻ جو اهو نالو کيس گوگول جي ڪردار اوسيپ ۽ ٻن نالن اوسيپ ۽ آرخيپ متعلق هڪ بيوقوفاڻي چرچي جي ياد ڏياريندو هو. پر هن مهل پڪاريائين :

"نہ اوسيپ! اهو سچ نہ ٿو ٿي سگهي!"

"تون کيس سڏرائي وٺ! منهنجي حالت نيڪ ناهي." ديموف ڪمري اندران چيو ۽ اولگا کي سندس صوفي تائين وڃڻ ۽ انتي ليٽڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. "ڪيس وٺ" ديموف جو آواز کوکلو پئي لڳو.

"ڇا واقعي اهو ممڪن آهي؟" اولگا، جنهن تي ڊپ ڇانئجي ويو هو، سوچيو، "اڙي اهو تہ خطرناڪ آهي."

هوءَ اهو ڄاڻڻ بنا، تہ اهو ڇو پئي ڪري، ميڻ بتي ٻاري پنهنجي خوابگاهہ ۾ ڪٺي وئي ۽ سوچڻ لڳي تہ کيس ڇا ڪرڻ گهرجي. ايتري ۾ سندس نظر آئيني ۾ پنهنجي عڪس تي پئي. هيبڙو ڊنل چهرو، اوچي، ڦوڪيل ڪفن ۽ اڳئين حصي تي ڇينٽ واري ڪپڙي جي جهالر واري صدري ۽ آڏين ڦڏين ليڪن وارو پاڇولو. هن پنهنجو پاڻ کي هڪ اهڙي ڀوائتي ۽ خوفناڪ چهري واري فرد جي روپ ۾ ڏٺو جنهن کان ڪراهت ايندي هجي. هن پنهنجي من ۾ ديموف لاءِ، ان شديد پيار لاءِ، جيڪو ديموف ساڻس ڪندو هو، ديموف جي جوان زندگيءَ ۽ ايستائين جو سندس خالي پلنگ لاءِ بہ، جنهن تي هو نہ ڄاڻ ڪيتري عرصي کان نہ ستو هو، بيپناهہ همدرديءَ ۽ افسوس جا اڌما محسوس ڪيا.

ڪيس، عجز ۽ انڪساريءَ پري اها مرڪ نظر آئي. جيڪا سدائين ڊيموف جي چپن تي هوندي هئي. اهو سوچي هوءَ زارو قطار روئڻ لڳي. پوءِ هن ڪورو ستيليف کي سڏرائڻ لاءِ منٽ ميڙ پريو خط لکيو. هاڻ رات جا ٻه وڃي چڪا هئا.

صبح ستين وڳي کان هڪدم پوءِ هوءَ پنهنجي اوجاڳي سبب ڳوري مٿي، وکريل وارن ۽ چهري تي خطا جي احساس جي ريکائن سان انتهائي بدصورت نظر ايندي پنهنجي ڪمري مان نڪتي ته فليٽ جي اڳئين حصي ۾ ڪاري ڏاڙهيءَ وارو شخص جيڪو پڪ سان ڪو ڊاڪٽر هو، سندس پرسان لنگهيو. چئني پاسي دوائن جي بوءِ پکڙيل هئي. ڪورو ستيليف ڊرائنگ روم ڏانهن ويندڙ دروازي پرسان بيهي مڇن جي کاٻي ڇهنب کي ساڄي هٿ سان وٽي رهيو هو.

"معاف ڪجو، اوهانکي هن ڏانهن وڃڻ نه ڏيندس." هن اولگا کي رکي انداز ۾ چيو. مرض لڳڻ جو امڪان آهي. هونئن به اوهانجو وٽس وڃڻ بي ثمر ٿيندو. هو پنهنجي هوش حواس ۾ ناهي."

"ته ڇا واقعي ڊفتيريا ئي آهي!" اولگا بي جان آواز ۾ پڇيو.

"منهنجو وس پڄي ته انهن سمورن کي قيد خاني ۾ واڙي ڇڏيان جيڪي ضرورت بنا جوکم ٿا کڻن." ڪوروستيليف سندس سوال جو جواب نه ڏيندي پٽڪيو: خبر به اٿو ته ڪيس اهو مرض ڪيئن لڳو؟ هن اڱاري ڏينهن ڊفتيريا جي مريض هڪ ڇوڪري جي نڙيءَ مان روڳ چوسيو هو. آخر ڇو ؟ رڳو بيوقوفي ۽ بي عقلي!"

"ڇا اهو تمام گهڻو خطرناڪ آهي؟" اولگا پڇيو.

"ها، ماڻهو چون ٿا ته حالت گهڻي خراب آهي. هاڻ اسانکي "شرڪ" کي سڏرائڻ گهرجي."

ڳاڙهن وارن، ڊگهي نڪ ۽ يهودي لهجي وارو هڪ بندرو شخص اندر آيو. ان کان پوءِ وکريل وارن وارو هڪ ڊگهي قد ۽ جهڪيل ڇيلهه وارو شخص جيڪو آرچڊيڪن ٿي لڳو ۽ پوءِ ڳاڙهي چهري ۽ پريل جسم ۽ عنيڪ وارو هڪ نسبتاً جوان شخص.... اهي ٽئي ڊاڪٽر هئا جيڪي پنهنجي ساٿيءَ جي کٽ پرسان واري سان واري ويهڻ لاءِ آيا. ڪوروستيليف جيڪو پنهنجي واري ختم ٿيڻ کانپوءِ گهر نه ويو هو، ڪمرن ۾ پوت جيان ڦري رهيو هو. نوڪرياڻي ڊاڪٽرن لاءِ چانهه ناهيندي رهي ۽ هر هر دوائن جي دڪان تي ٿي وئي انڪري ڪمرن جي صفائي نه پئي ٿي. فضا ۾ بي ڪيف سانت ڇانيل هئي.

اولگا پنهنجي خوابگاهه ۾ ويهي سوچڻ لڳي ته خدا ڪيس مڙس سان بيوفائيءَ جي سزا ڏئي رهيو آهي. هو گهٽ ڳالهائو، زبان تي ڪڏهن به شڪايت نه آڻيندڙ، هر ڳالهه سولائيءَ سان مڃي ويندڙ، ڳجهارت جهڙو ناقابل فهم اهو شخص جنهن جي انفراديت جا بنياد سندس خوش طبعيءَ کوکلا ڪري ڇڏيا هئا. جنهن کي سندس حد کان وڌيڪ نيڪيءَ ڪمزور ڪري ڇڏيو هو، هن مهل صوفا تي ليٽي سموري پيڙا خاموشيءَ سان ڀوڳي رهيو هو. جيڪڏهن هن شڪوو ڪيو هجي ها، هزيان ۾ پٽڪي ئي ها ته سندس حالت تي نظر رکندڙ ڊاڪٽر يڪدم ڄاڻي وڃن ٿا ته ڏوهه رڳو ڊفتيريا جو نه آهي. هنن ڪورو ستيليف کان پڇيو هجي ها، جنهن کان ڪجهه لڪيل نه هو ۽ جيڪو دوست جي زال کي ڪنهن

سبب بنا ئي اهڙين نظرن سان نه ڏسي رهيو هو جيڪي پڪاري پڪاري چئي رهيون هيون ته سيڪجهه زال جو ئي ڪيل آهي، ڊفتيريا جي حيثيت ته رڳو ڏوهه جي اوزار جي آهي. هوءَ والگا ڪناري چانډوڪي رات، پيار ڪرڻ جي خاطرين ۽ هاريءَ جي ڪچي گهر ۾ گهاريل روماني زندگي وساري چڪي هئي. هاڻ ته ڪيس رڳو اهو ياد هو ته هن ڪنهن گندي ۽ پون ۽ پري شيءِ ۾ ٽبي هنئي هئي ۽ لڪ پيرا ڏوئڻ تي به ڪڏهن پاڪي پاڪ صاف نه ڪري سگهندي ۽ اهو سيڪجهه رڳو من موجي - پٽي ۾ رڳو معمولي تفريح لاءِ!

"آءُ به ڪهڙي لباڙي نڪتيس!." هن پنهنجي ۽ ريابوفسڪيءَ جي بي سڪون محبت کي ياد ڪندي پنهنجو پاڪي چيو. "لعنت هجي ان سڀ ڪجهه تي..."

چئين وڳي هوءَ ڪوروستيليف سان گڏ رات جي مانيءَ لاءِ ويٺي. ڊاڪٽر مانيءَ کي هٿ به نه لڳايو، رڳو هلڪو ڳاڙهو شراب پيئندو ۽ نڪ مان ساهه کڻندو رهيو. هوءَ ڪجهه ڪائي نه سگهي. خاموشيءَ سان ويٺي خدا کي باڏائيندي واعدو ڪندي رهي ته جيڪڏهن ديموف نيڪ ٿي ويو ته هوءَ بيهر ساڻس پيار ڪندي ۽ وفادار زال ثابت ٿيندي. وچ وچ ۾ هوءَ پنهنجي سر تي مڙهيل مصيبت کي ڪن پل لاءِ وساري ڪوروستيليف کي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويندي هئي :"اهڙو معمولي، اهڙو غير معروف شخص، گهنج پيل چهري وارو، اڻ نهيل وارن وارو، پڪ سان جان جو عذاب هوندو!." بئي ئي پل ڪيس بيهر ائين ٿي لڳو ڄڻ خدا مٿس پنهنجي قهر جي بجلي ڪيرائيندو. چاڪاڻ جو هوءَ وچرندڙ مرض جي ڊپ کان پنهنجي بيمار مڙس جي ڪمري ۾ نه پئي وئي. مٿس جيڪا ذهني ڪيفيت ڇانيل هئي اها پريشاني بدبختيءَ جي احساس ۽ ان يقين جو عڪس هئي ته هوءَ تباهه ٿي چڪي آهي، اهڙي ريت بگڙجي چڪي آهي جو بيهر جڙڻ جو سوال ئي نه ٿي پيدا ٿيو..."

مانيءَ کان ڪجهه ئي دير پوءِ سانجهيءَ جي اونداهي پکڙجڻ لڳي. اولگا ڊرائنگ روم ۾ وئي ته هن ڪورو ستيليف کي صوفا تي ستل ڏٺو. سندس مٿو سونهري ذاڳن سان اٽيل ريشمي ڪشن تي رکيل هو ۽ سندس کونگهرا گونجي رهيا هئا.

مريض جي ڪٽ تائين اچ وڃ ۾ رڌل ڊاڪٽرن کي انهيءَ سموري بدنظمي جو قطعي احساس نه هو. ڊرائنگ روم ۾ کونگهرا هڻندڙ عجيب و غريب شخص، ڀتين تي لڳل چتر ۽ تصويرون، بي ترتيب فرنيچر، ڦٽيءَ بنان وارن ۽ گنجهيل ڪپڙن سان هيڏانهن هوڏانهن ڦرندڙ گهر ڌياڻي، اهي سموريون شيون هاڻ معمولي دلچسپي به پيدا نه ڪري رهيون هيون. هڪ ڊاڪٽر ڪنهن ڳالهه تي کليو ته اها کل عجيب هراسيل لڳي ۽ هرڪو بيچين ٿي پيو.

بئي پيري اولگا ڊرائنگ روم ۾ گهڙي ته ڪورو ستيليف جاڳي رهيو هو. هن صوفي تي ويهي سگريٽ ٿي ڇڪيو.

"ڊفتيريا ناسن تي حملو ڪيو آهي." هن آهستي چيو. "سندس دل تي به انجو اثر ٿيو آهي. حالت خراب ٿي لڳي، تمام گهٽي خراب."

"شرڪ کي ڇو نٿا گهرايو؟" اولگا پڇيو.

”هو آيو تہ هو، هن ئي تہ چڪاسيو آهي تہ مرض جو ناسن تي حملو آهي. هونئن بہ هو ڪري ڇا ٿو سگهي؟ ڪيس سرخاب جا پر تہ ناهن. هو شرڪ آهي ۽ ڪوروستيليف ۽ بس.“

وقت انتهائي پيڙائتي سستيءَ سان پئي گذريو. اولگا سمورا ڪپڙا پهري پنهنجي پلنگ تي، جنهن جو بسترو صبح کان ئي نيڪ نہ ڪيو ويو هو، ليٽي جهوٽا کائي رهي هئي. لڳو ٿي تہ سڄي فليٽ ۾ فرش کان ڇت تائين لوهہ جو ڪو وڏو ٽڪر اٽڪيل آهي ۽ هن سوچيو تہ جيڪڏهن ڪنهن ريت اهو ٽڪر هٽائي ڇڏجي تہ سڀ ڪجهہ نيڪ ٿي ويندو. هوءَ ڇرڪي اٿي ويٺي ۽ ڪيس سمجهہ ۾ آيو تہ اها آفت لوهہ جو ٽڪر نہ پر ديموف جي بيماري آهي.

”نيچر مورت بيمثال“ هن بيهر ننڊ اکڙي ليندي سوچيو. خيال، سوال محال.... ۽ شرڪ بہ ڇا ڪري؟ شرڪ، ڪسڪ.... ڦڙڪ پڙڪ ۽ منهنجا سمورا واقف ڪٿي آهن؟ اسانجي پريشانين جي ڪين خبر بہ آهي؟ اوهہ پروردگار اسان تي ٻاجهہ ڪر اسانکي بچاءِ... شرڪ.... ڪسڪ.“

۽ هڪيرو بيهر لوهہ جو ساڳيو وڏو شاهي ٽڪر ... وقت ڪنهن ريت گذري نہ ٿي گذريو. حالانڪہ هيٺين ماڙ تي پٽ واري گهڙي هر ڪلاڪ جو پابنديءَ سان اعلان ڪندي ٿي رهي. ٿوري ٿوري ڪانپوءِ دروازي جي گهنٽي وڄندي ٿي رهي، ديموف وٽ ڊاڪٽر ايندا رهيا... نوڪرياڻي ٽري، جنهن تي هڪ گلاس رکيل هو، کڻي خوابگاهہ ۾ آئي.

”اوهانجو بسترو نيڪ ڪريان، مادام؟“ هن پڇيو.

جواب نہ مليس تہ چپ چاپ موٽي وئي. هيٺين ماڙ واري گهڙيءَ وقت جو اعلان ڪيو. اولگا خواب ۾ ڏٺو تہ والگا جي ڪناري مينهن وسي رهيو آهي ۽ هڪ پيرو بيهر ڪو شخص ڪو اوپرو سندس خوابگاهہ ۾ داخل ٿيو پر ٻئي پل ئي هن ڪوروستيليف کي سڃاڻي ورتو ۽ اٿي ويهي رهي.

”وقت ڇا ٿيو آهي؟“ هن پڇيو.

”ٽي ٿيڻ وارا آهن.“

” هن جو ڇا حال آهي؟“

”سندس حال! اهوئي ٻڌائڻ آيو آهيان تہ هو سڪرات ۾ آهي...“ هن انتهائي ڏکيائيءَ سان هڏڪي روڪي ۽ ڳوڙهن کي ڪف سان اگهندو پلنگ تي اولگا جي پرسان ويهي رهيو. تڙ تڪڙ ۾ جڻ ڪيس ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو. پوءِ اوچتو بي ست ٿي وئي ۽ آهستي آهستي ڇاتيءَ تي صليب جو نشان ناهيائين.

”سڪرات ۾ ....“ ڪوروستيليف ڏاڍيان آواز ۾ ورجايو ۽ بيهر سڏڪو پريو.
”سڪرات جي حالت ۾ آهي، ڇاڪاڻ جو هن پنهنجو پاڻ کي قربان ڪري ڇڏيو..... سائنس جو ڪيڏو نقصان ٿيو آهي،“ هن ڪوڙائپ سان زور ڏيندي چيو. اسان سيني جي ڀيٽ ۾ هو هڪ عظيم ۽ ذڪر جي لائق انسان هو. ڪيڏي صلاحيتن جو مالڪ هو!

ڪھڙيون ڪھڙيون اميدون ھو اسانجي من ۾ جاڳائيندو ھو." ھن ھٽ مھٽيندي ڳالھ جاري رکي. "اوھ منھنجا خدا! ھو ڪيڏو شاندار سائنسدان ٿي پئي سگھيو. ڪيڏو لاجواب سائنسدان! اوسيپ ديموف! اوسيپ ديموف! آخر ھيءُ ڇا ڪيئي؟ اوھ منھنجا خدا!".

ڪوروستيليف مايوسيءَ وچان پنھنجو چھرو ھٿن ۾ لڪائي مٿو ڏونڌاڙڻ لڳو.

"۽ ڪيڏيءَ زبردست اخلاقي سگھ جو مالڪ ھو." ھن ڪنھن شخص ڪي وڌ کان وڌ ڪاوڙيل ھئڻ واري انداز ۾ پنھنجي ڳالھ جاري رکندي چيو. "نيڪ" خالص محبت سان ٽمٽار روح، بلور وانگر شفاف! ھن سائنس جي خدمت ڪئي ۽ ان لاءِ پنھنجي جان بہ اربي ڇڏيائين. ھو رات ڏينھن ڪشالا ڪڍي محنت ڪندو ھو. ڪوبہ سندس خيال نہ رکندو ھو ۽ ڪيس قابل ۽ فاضل نوجوان ۽ مستقبل جي پروفيسر کي نجي پريڪٽس تي وقت ضايع ڪرڻو پوندو ھو. راتين جو اوجاڳا ڪري ترجما ڪرڻا پوندا ھئس تہ جيئن انھن... بيڪار ليڙن جي قيمت چڪائي سگھي."

ڪوروستيليف ڌڪار ڀريل نظرن سان اولگا ڏانھن نھاريو ۽ بستر جي چادر ٻنھي ھٿن سان جھلي ڪاوڙ مان ڦاڙي وڌائين ڄڻ سڄو ڏوھ ئي چادر جو ھجي.

" ھن نہ پنھنجو خيال رکيو نہ ڪنھن ٻئي سندس. پر ھاڻ انھن ڳالھين ۾ ڇا رکيو آھي."

"جي ھا، ھو انتھائي شاندار شخص ھو." ڊرائنگ روم مان ايندڙ گھرو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

اولگا پنھنجي مڙس ديموف سان گذاريل پنھنجي زندگيءَ کي شروع کان آخر تائين تفصيلي طور تي ياد ڪيو ۽ اوچتو ان نتيجي تي پھتي تہ ھو واقعي انتھائي شاندار، نھايت ئي غيرمعمولي ۽ انھن سمورن ماڻھن جي ڀيٽ ۾، جن کان ھوءَ واقف ھئي، تمام گھڻو عظيم انسان ھو. پوءِ کيس ياد آيو تہ سندس پيءُ بہ ديموف جي ڪيتري عزت ڪندو ھو. خود ديموف جا ساٿي بہ ساڻس ڪيڏيءَ محبت سان پيش ايندا ھئا - ۽ ھوءَ ان نتيجي تي پھتي تہ انھن سمورن ديموف جي شخصيت ۾ مستقبل جي مشھور شخص جي جھلڪ ڏٺي ھئي. ڀتيون، ليمپ ۽ فرش تي وڇايل قالين چٽر اڏائڻ جي انداز ۾ اڪ ھٽي ڄڻ کيس چئي رھيا ھئا: "تو موقعو وڃائي ڇڏيو.!" ھوءَ روئندي تيزيءَ سان پنھنجي خوابگاھ مان نڪتي ۽ ڊرائنگ روم ۾ ڪنھن اوپري شخص سان ٽڪرائجندي بچي ۽ پنھنجي مڙس جي ايپاس واري ڪمري ۾ داخل ٿي. ھو صوفا تي ٻنان ڇرڻ پرڻ جي ليٽيل ھو. سندس جسم تي چيلھ تائين ڪمبل پيل ھو. سندس چھرو سڪڙجي ويو ھو. ۽ ان تي اھڙو مٽيءَ ھاڻو رنگ ھو جيڪو جيئرن جي چھرن تي نظر نہ ايندو آھي. رڳو پيشانيءَ، ڪارن ڀروئن ۽ ڇاتل سچاتل مرڪ مان ئي تي لڳو تہ ھو ديموف آھي. اولگا تڙ تڪڙ ۾ سندس ڇاتيءَ پيشانيءَ ۽ ھٿن کي ڇھيو. ڇاتي تہ اڃا تائين گرم ھئي نرڙ ۽ ھٿ برف وانگر ٿڌا ھئا. سندس ٻي جان اکيون اولگا ڪي نہ پر ڪمبل کي تڪي رھيون ھيون.

"ديموف! " ھن زور سان پڪاريو. "ديموف!".

هوءَ ڪيس اهو چوڻ لاءِ بيتاب هئي تہ جيڪي ڪجهہ ٿيو سو غلط ٿيو. پاڻي اجا سر مٿان نہ لنگهيو آهي. زندگيءَ ۾ اجا بہ بهار اچي سگهي ٿي ۽ اهو تہ ديموف هڪ غيرمعمولي، ناميارو ۽ عظيم انسان آهي. هوءَ سڄي ڄمار سندس پوڄا ڪندي رهندي، سندس سامهون ڪنڌ جهڪائي رهندي. ڪائنس هڪ طرح جو مقدس ڊپ ڪندي رهندي...

”ديموف!“ اولگا سندس ڪلها ڌونڌاڙيندي کيس سڏ ڪيو. کيس يقين ئي نہ پئي آيو تہ ديموف هاڻ ڪڏهن بہ نہ جاڳندو.” ديموف! ديموف! آءُ سڏيان پئي.“ ۽ ڊرائنگ روم ۾ ڪورو ستيليف نوڪرياڻيءَ کي چئي رهيو هو:”ان ۾ صلاح ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ گرجا وڃي پڇا ڪر تہ خيرات وٺندڙ عورتون ڪٿي ٿيون رهن. اهي اچي ميت کي غسل ڏينديون ۽ سيڪجهہ ٺيڪ ڪنديون. جيڪي ضروري آهي سو ڪري وٺنديون.“

# وارڊ نمبر ڇهون

اسپتال جي آڳنڌ ۾ ان سان لاڳاپيل هڪ ننڍي جاءِ نهيل هئي، جنهن جي چوڀاسي گوگڙي ۽ چار جو جهنگ پکڙيل آهي. انجي ڇت زنگ لڳل ۽ ڇمني پڳل پريل آهي، ڇت جي ٽٽل ڏاڪڻين تي گاهه ڦٽل آهي. ۽ جيستائين پٽين جو تعلق آهي، انهن کي ڇتائي ڏسڻ سان پتو ٿو پوي تہ انهن تي ڪڏهن رنگ روغن بہ ڪيو ويو هو. ان جي سامهون واري پاسي اسپتال آهي ۽ پويان هڪ بني، جنهن کي ٻاهر نڪتل اڻ ڳڻين ڪنڊائين سيخن واري رنگ اڏاٽل جنگلي ان ڪان ڌار ڪري رکيو آهي. آسمان ڏانهن اشارو ڪندڙ چنهنبدار سيخون. جنگلو ۽ ان عمارت جي بدحالي ڄڻ چوندا هجن تہ اسانجي ڪاٻہ واهر ناهي ۽ اسان وٽ اسپتال ۽ بنديخانا رڳو ان حالت ۾ هوندا آهن.

ڇار جي ڪنڊن سان اوهانکي ايذاءُ نہ اچي تہ پوءِ ننڍي جاءِ تائين ويندڙ ان پيچري تي مونسان گڏ هلو. اندر ٿوري جهاتي تہ پايون. اسين دروازو کوليون ٿا ۽ پاڻ کي هڪ لنگهہ ۾ ڏسون ٿا. اسپتال جي بيڪار شين جا ڍير پٽين ۽ آتش دانن سان لڳ سٽيا پيا آهن. گاديلا، پراڻا اسپتالي لباس، پتلونن هيٺان پهرجندڙ تنگ پائنچن وارا پاجاما، پٽاپٽي نيريون قميصون، پراڻا جوتا. ان ڍير ۾ جيڪي ڪجهہ بہ آهي سو ليڙن جيان ڳريل سڙيل آهي. بلڪل بي ڪارا ۽ انجي بوءِ ساهہ گهٽيندڙ!

پوڙهو رٽائرڊ سپاهي نيڪيتا، جنهن جي وردي جون پٽيون ڪرڙيءَ جيان لڳنديون آهن، هتان جو چوڪيدار آهي ۽ پائپ چپن ۾ پکوڙي گند ڪچري جي ان ڍير تي ليٽيو پيو هوندو آهي. سندس سخت ۽ گهٽي شراب پيئڻ سان تباهہ ٿيل چهرو، گهاٽين پروڻ سبب رڍن جي رکوالي ڪندڙ روسي ڪتي جي چهري جهڙو پاسندو آهي. ڳاڙهو نڪ، ڊينبو قد ۽ سنهڙو سڪل بت پوءِ بہ ڪا ڳالهہ آهي جا سندس ڏيک کي رعبدار بڻائي ٿي. سندس هٿ تہ خاص طور تي وڏا شاهي آهن. هو انهن وات قائل اعتبار جوڳن. ڪم ڪار ۾ مست ۽ ڪوڙهہ دماغ ماڻهن مان هڪ آهي جيڪي دنيا جي هر شيءِ کان وڌيڪ ضابطي کي سمجهندا آهن ۽ ان ڳالهہ ۾ ويساهہ رکندا آهن تہ موچڙا جن کي بہ پچايو ڇڏين. هو چهري، ڇاتيءَ ۽ پٺن تي بنا روڪ ٽوڪ نونشا وهائي ڪيندو آهي، ڇاڪاڻ جو ضابطو برقرار رکڻ جي وٽس اها هڪ ئي صورت آهي.

اتان اڳتي وڌڻ تي اوهين هڪ وڏي ڪمري ۾ داخل ٿا ٿيو ۽ جيڪڏهن لنگهه واري جاءِ کي نه ڳڻجي ته پوءِ سڄي جاءِ بس ان ڪمري تائين ئي محدود آهي. پنيون منيءَ هاٿي نيري رنگ سان ليپيل آهن، ڇت گذريل وقتن جي ڪنهن جهڳيءَ جي انگاسن جيان ڪارائيل آهي ۽ چمنيءَ جي نه هئڻ مان پتو ٿو لڳي ته سياري ۾ آتش دان جو دونهون فضا ۾ زهر پکيڙيندو هوندو. دريون، جن جي اندرئين پاسي لوهي سيخون لڳل آهن، بي انتها ڪوجهيون ۽ فرش بد رنگ ۽ ٿڻل ڦٽل آهي. سڄي ماحول ۾ تکي تيل، دونهون ڇڏيندڙ ليمپن، منگهٽن ۽ امونيا جي بوءِ جو واسو آهي ۽ اندر پير رکندي ئي اوهان پائيندئو ڄڻ ڪنهن چڙيا گهر ۾ آيا هجو.

پلنگن جا پاوا فرش ۾ ڪتل آهن ۽ مٿن اسپتالي لباس ۽ رات جو استعمال ٿيندڙ پراڻي دور جون ٽوپيون پاتل ماڻهو وينل يا ليٽيل آهن. اهي سڀ دماغي مريض آهن.

انهن جو تعداد پنج آهي. منجهائن رڳو هڪ مٿئين طبقي جو آهي، جڏهن ته باقي چارئي معمولي حيثيتن وارا آهن. در جي پرسان واري پلنگ تي چمڪندڙ ڳاڙهين مڇن وارو هڪ سنهڙو، سڪل، ڏکهي قد وارو شخص جنهن جون اکيون روئي روئي ڳاڙهيون ٿي چڪيون آهن، مٿو منين ۾ پکوڙي سامهون نڪ بڌي ڏسندو ٿو رهي. هو رات ڏينهن مٿو ڌوڻيندي، ٿڌا ساهه پري ڪوڙي مرڪ منهن تي سجائي پنهنجين پيڙائن کي پوڳيندو ٿو رهي. عام ڳالهه ٻولهه ۾ ته هو ڪڏهن ڪڏهن شريڪ به ٿي ويندو آهي پر جي ڪيس ڪو مخاطب ڪندو آهي ته انکي جواب قطعي نه ڏيندو. ڪاٺڻ پيٺڻ جي شين کي هو مشيني انداز ۾ وٺندو آهي. سندس تڪليف پريءَ ۽ لاڳيتي کنگهه ۽ ڇهري تي مرض جي تاؤ مان ڪاتو لڳائي سگهجي ٿو ته هو ٽي بيءَ جي شروعاتي ڏاڪي ۾ وڪوڙيل آهي.

پاسي وارو پلنگ ننڍي قد واري هڪ زنده دل ۽ ڪڙي تڙي پوڙهي جو آهي جنهن جي ڏاڙهي ڇهنبدار ۽ مٿي جا وار ايڏا ته ڪارا ۽ گهنڊيدار آهن ، جيئن ڪنهن نيگرو جا. ڏينهن جو هو ڪمري ۾ هڪ دريءَ کان ٻيءَ تائين ڇاتي ڦونڊي هلندو رهندو آهي يا وري پنهنجي پلنگ تي آلتي پالتي ماري راڳي جهرڪي "بل فنچ" جيان اٽڪ انداز ۾ لاڳيتو سيٽيون وڄائيندي، آهستي آهستي جهونگاريندو يا وات پکوڙي مرڪندو رهندو آهي. رات جو به هو پنهنجي باراٽين حرڪتن کي بند نه ڪندو آهي. ڇاتيءَ تي هلڪيون هلڪيون ٺڪيون هڻندي عبادت ڪندو آهي ۽ هٿ ڏکيري دروازو ڳولهيندو وتندو آهي. سندس نالو موئي سيئڪا آهي ۽ ٽوپيون ناهيندڙ اهو يهودي ويهه سال اڳ پنهنجي دڪان سڙڻ کان چريو آهي.

وارڊ ڇهين جو هڪ اڪيلو واسي آهي جنهن کي وارڊ کان ٻاهر نڪرڻ ته ڇا پر اسپتال جي حد اُڪري رستي تي وڃڻ جي پڻ اجازت مليل آهي. ڪيس اها مخصوص رعايت ڪيترن ئي ورهين کان مليل آهي. شايد انکري جو اسپتال ۾ ايڏو ڊگهو عرصو رهندي هن ڪڏهن به هل هنگامو نه ڪيو آهي. هو ڪنهن کي به نقصان نٿو رسائي ۽ ڳوٺ

واسين کي تفريح جو سامان مهيا ڪندڙ هڪ اهڙو بيوقوف آهي، جنهن جو ننڍڙن ٻارن ۽ ڪتن جي ولر ۾ ظاهر ٿيڻ روز جي معمول جو حصو آهي. هو اسپتالي ڪپڙن، سمهڻ مهل پهرڻندڙ ٽوپيءَ ۽ چپل سان يا اگهاڙي پيرين رستن تي پنڪندو ۽ گهرن جي ڦاٽڪن ۽ دڪانن آڏو بيهي هڪ هڪ ڪوپڪ جي بيک گهرندو رهندو آهي. ڪٿان ڪيس پيئڻ لاءِ "ڪواس" ملي ويندو آهي ته ڪٿان مانيءَ ڳيو يا ڪو پڪ. ائين هو مالدار ۽ مطمئن ٿي واپس موٽي ايندو آهي. پر جيڪي ڪجهه هو آڻيندو آهي سو نيڪيتا ڦري وٺندو اٿس. سپاهي اهو ڪم ڪاوڙ ۽ ڏاڍ مڙسيءَ سان وٺندو آهي. هو سيئڪا جا کيسا اٿلائي پٿلائي جهڙتي وٺندو آهي ۽ خدا کي حاظر ناظر ڄاڻي چوندو آهي ته هو هاڻ ڪڏهن به ان يهوديءَ کي پلجي به ٻاهر نه ڇڏيندو ۽ اهو ته، بي ضابطگيءَ کان وڌ دنيا ۾ ٻي ڪا برائي ناهي. سيئڪا ۾ نوڙت تمام گهڻي آهي، ساٿي اجيا هوندس ته انهن لاءِ پاڻي ڀري ايندو، سمهڻ ڪانپوءِ ڪين ڪمبل اوڍائيندو ۽ ساڻن واعدو ڪندو ته ڳوٺ مان هنن لاءِ هڪ هڪ ڪو پڪ آڻيندو ۽ ڪين نيون ٽوپيون ناهي ڏيندو. اهو سيئڪا ئي آهي، جيڪو پنهنجي کاٻي پاسي واري اپاهج پاڙيسريءَ کي چمچي سان کارائيندو پياريندو آهي، اها الڳ ڳالهه آهي ته هو اهو ڪم قياس يا انساني همدرديءَ واري جذبي سان نه پر رڳو پوئواريءَ جي طور تي پنهنجي ساڄي پاسي واري پاڙيسريءَ گروموف جي شخصيت جي ٻي خبريءَ ۾ قبول ڪيل اثر هيٺ ڪندو آهي.

ڪنهن سني خاندان سان تعلق رکندڙ ايوان دميترچ گروموف ڪو ٽيٽيهن ورهن جو ٿيندو. هو ڪنهن زماني ۾ ڪورٽ جي حڪمن جي پوئواري ڪرائيندڙ ۽ صوبائي حڪومت جي هڪ آفيس ۾ سيڪريٽري رهي چڪو آهي. هو انهيءَ ڪامپليڪس جو شڪار آهي ته ڪيس ايذائڻ لاءِ سندس لاڳيتو پيڇو ڪيو پيو وڃي. هو يا ته پنهنجي پلنگ تي هڙ جيان ليٽيل هوندو آهي يا وري اڳتي پوئتي ائين هلندو رهندو آهي ڄڻ پسار ڪندو هجي. ويهڻ ته ڄڻ ڪيس ايندو ئي ناهي. هو سدائين گهبراهٽ ۽ بيچينيءَ جو شڪار رهندو آهي، ڪنهن اڻڄاتل هاڃي جو پوءِ ڪيس سدائين اٿل پٿل ۾ مبتلا رکندو آهي. لنگهه ۾ هلڪو کڙڪو ٿئي يا ٻاهران ڪو آواز ڪيس ڪن پوي ته هڪدم ڇرڪجي چوڪس ٿي ويندو آهي. ڇا هو ڪيس وٺي وڃڻ لاءِ پهچي ويا آهن؟ ڇا ڪين سندس ڳولا آهي؟ اهڙن موقعن تي سندس چهرو انتهائي ڇڪتاڻ ۽ ڏڪار ڀريو تاثر ڏيندو آهي.

آءٌ سندس اڀريل هڏين واري ويڪري هيڊي ۽ اداس چهري کي پسند ڪندو آهيان، جيڪو لاڳيتي ڇڪتاڻ ۽ ڊپ وگهي پيڙا ۾ ورتل سندس روح جي ڪنهن آئيني وانگر عڪاسي ڪندو آهي. منهن ته هو عجيب مريضاڻي انداز سان ٺاهيندو آهي پر گهري ۽ حقيقي پيڙا سندس چهري تي جيڪي گهنج وڌا آهن، انهن مان سندس حساس پڻو ۽ ڏاهپ چڱي طرح ٻکندي آهي ۽ سندس اکين مان گرمجوشي ۽ عقل منديءَ جي جوت – آءٌ انهيءَ سٽريل، نيڪ – ۽ نيڪيتا کي ڇڏي باقي سمورن جو خيال رکندڙ هن شخص کي تمام گهڻو پسند ڪندو آهيان. ڪنهن جو ڪو بٽڻ ٽٽي يا چمچو هٿن مان ڇڏائجي وڃي ته

هو هڪدم ڪيس ڪٿي ڏيندو آهي. ننڍ مان اٿڻ تي هر ڪنهن کي صبح جو سلام ۽ رات جو سمهڻ مهل رات جو سلام ڪرڻ تہ ڪڏهن وساريندو ئي ناهي.

سندس جنون جو اظهار، منهن بگاڙڻ ۽ لاڳيتو چڪتاڻ ڪانسواءِ هينئين ڳالهين سان پڻ ٿيندو آهي: ڪڏهن ڪڏهن سانجهيءَ جو هو پنهنجن اسپتالي ڪپڙن کي بٽ تي تاڻي ٻڌندو آهي، چوٽيءَ کان پيرن تائين ڪنبڻ لڳندو آهي، ڏند وجڻ لڳندا اٿس ۽ ان حالت ۾ هو ڪمري جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين، پلنگن جي وچ وارين وٿين ۾ تيزيءَ سان هلڻ لڳندو آهي. ان وقت هو شديد بخار ۾ ورتل مريض جيان لڳندو آهي. پوءِ جنهن طرح هو اوچتو ٻيهي ساٿين تي نظر ڊوڙائيندو آهي، ان مان ظاهر ٿيندو آهي تہ هنن سان ڪيس ڪا اهم ڳالهہ ڪرڻي هجيس. پر ٻئي پل پنهنجو ڪنڌ بي صبريءَ سان ڌوڻيندو ٻيهر هلڻ لڳندو آهي جڻ محسوس ٿي ويو هجيس تہ ڪوبہ سندس ڳالهہ تي ڌيان نہ ڏريندو ۽ جيڪڏهن ڌيان ڏيندو بہ تہ ڳالهہ سمجهي نہ سگهندو. ٿوريءَ ئي دير ۾ ڳالهائڻ جي خواهش سندس سمورين مصلحتن تي حاوي ٿي ويندي آهي ۽ لفظن جو وهڪرو سندس وات مان ڦٽي نڪرندو آهي. سندس اها زوردار تقرير جيڪا تيز بخار ۾ ورتل مريض جي بڙ بڙ جيان بي ربط هوندي آهي. سدائين تہ ڪا اهڙي سمجهہ ۾ نہ ايندڙ تہ نہ هوندي آهي پر ڪڏهن ڪڏهن سندس لفظن ۽ لهجي ۾ اهڙي ڪيفيت هوندي آهي جا عجيب انداز ۾ دل کي ڇهي ويندي آهي. جڏهن هو ڳالهائيندو هجي تہ اوهين سندس اندر جا بہ آواز ٻڌي سگهندا، هڪ ڏاهي جو ۽ ٻيو ديواني جو. سندس انهيءَ جنوني بڙ بڙ کي ڪاغذ تي اتارڻ تمام گهڻو ڏکيو ٿيندو. هو ڳالهيون ڪندو آهي انساني ڪميڻائين جون، ان ڏاڍ جون جيڪو سچائيءَ کي گهٽي چڙيندو آهي، ان خوبصورت زندگيءَ جون جيڪا هڪ ڏينهن دنيا ۾ ظاهر ٿيندي ۽ دريءَ ۾ ڪتل انهن لوهي سيخن جون، جيڪي ظالمانہ ڏاڍاين ۽ جابرن جي بيوقوفين جو لاڳيتو احساس ڏياريندڙ رهن ٿيون. سندس ان بڪواس جي نتيجي ۾ انهن گيتن جو بي ربط ۽ بي سليقو سنگم وجود ۾ ايندو آهي، جيڪي هوندن تہ پراڻا آهن پر اجا پڄاڻيءَ تائين ڳاتا نہ ويا آهن.

ٻارهن چوڏهن سال ٿيندا جو هڪ سرڪاري آفيسر گروموف انهيءَ ڳوٺ جي هڪ خاص رستي تي پنهنجي ذاتي گهر ۾ عيش ۽ آرام سان رهندو هو. سندس ٻہ پٽ هئا سرگيئي ۽ ايوان. سرگيئي پنهنجي يونيورسٽي تعليم جا اجا ٽي سال ئي مڪمل مس ڪيا هئا جو تيزيءَ سان وڌندڙ ٽي بيءَ جو شڪار ٿي مري ويو. هو مئو ڇا، بس مصيبتن گروموف جو گهر تاڙي ورتو. سرگيئي جي ڪفن دفن جي هفتي اندر ئي پوڙهي گروموف تي ٺڳي پٺي جو هڪ ڪيس داخل ٿيو ۽ ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ بنديخاني جي اسپتال ۾ ٽائفس وگهي حياتيءَ تان هٿ ڌوئي وينو. سندس گهر ۽ ٻيءَ ملڪيت کي نيلام ڪيو ويو ۽ ايوان دميترچ ۽ سندس ماءُ جي گذر سفر جو ڪو وسيلو نہ رهيو.

پيءُ جي حياتيءَ ۾ ايوان دميترچ پيٽرس برگ يونيورسٽيءَ جو شاگرد هو. کيس هر مهيني گهران سٺ ستر روبل ايندا هئا، تنهنڪري سندس تنگدستيءَ جو سوال ئي

پئدا نٿي ٿيو. پر هاڻ هو پنهنجي زندگيءَ کي بئي سانچي ۾ بدلائڻ تي مجبور ٿي پيو.
ڪيس صبح کان شام تائين ڪنڌ ڪٽڻ جي بہ واندڪائي نہ هئي. ٿورڙن ڏوڪڙن لاءِ ٻارن کي پڙهائيندو ۽ دستاويزن جا نقل تيار ڪندو هو، پر پيٽ جي باهہ اجهائي نہ سگهندو هو.
چاڪاڻ جو جيڪي ٿورو گهڻو ڪمائيندو هو، اهو ماءُ کي اماڻي ڇڏيندو هو. ايوان دميترچ ان قسم جي زندگيءَ لاءِ تہ نهيو ئي نہ هو، جلد حوصلو هاري وينو. بيمار ٿي پيو ۽ يونيورسٽي ڇڏي گهر موٽي آيو. اتي ڪجهہ بااثر دوستن جي سهڪار سان ڪيس ضلعي اسڪول ۾ ماستري ملي وئي. پر هن لاءِ نہ اسڪول جي ٻين ماسترن سان نباهڻ ممڪن هو ۽ نہ ئي ڪيس ٻارن ۾ ڪا مقبوليت حاصل ٿي سگهي. تنهنڪري جلد ئي استعفا ڏئي ڇڏيائين. پوءِ سندس ماءُ بہ مري وئي. هن ڇهہ مهينا بيڪاريءَ ۾ اهڙا گذاريا جو مانيءَ ۽ پاڻيءَ ڪانسواءِ ڪنهن بہ شيءِ جو ذائقو چکڻ نصيب نہ ٿيس. تڏهن ڪيس ڪورٽ جي حڪمن جي تعميل ڪرائيندڙ جي حيثيت سان نوڪري ملي ۽ هو صحت جي خرابيءَ تائين ان عهدي تي ڪم ڪندو رهيو.
هو ڪڏهن بہ، ايستائين جو تعليم واري زماني ۾ بہ هٽو ڪٽو نہ هوندو هو. سدائين ساڀيو سنهڙو سڪل بت، هيڊو چهرو، ٿوريءَ ٺڏ تي زڪام جو شڪار، گهٽ کائيندڙ ۽ گهري ننڊ نہ سمهي سگهندڙ. هلڪي شراب جو هڪ گلاس ئي ڪيس مست ڪرڻ ۽ آپي مان ڪڍڻ لاءِ ڪافي هو. هو سدائين ٻين جي شخصيت ۾ ڪشش محسوس ڪندو هو، پر پنهنجي شڪي طبيعت سبب ڪنهن سان بہ تعلقات جوڙي نہ سگهيو هو.
ڪو هڪ بہ اهڙو شخص نہ هو جنهن کي هو پنهنجو دوست سڏي سگهي. ڳوٺ واسين جو سدائين ذڪار سان ذڪر ڪندي چوندو هو تہ هتان جي ماڻهن جي جهالت ۽ سندن جانورن جهڙي ڪاهل وجود سبب ڪيس الٽي ٿي اچي. سندس آواز سنهو ۽ تيز هو ۽ زور زور سان جوشيلي انداز ۾ ڳالهائيندو هو. انتهائي ڪاوڙ ۾ ڳالهائيندو يا وري انتهائي خوشيءَ ۽ حيرانگيءَ مان، پر سندس بئي انداز هٿا تمام گهٽا خلوص پريا. اوهين سندس سامهون ڪوبہ مسئلو ڇيڙيو، هو ڳالهہ ڇڪي پنهنجي پسند جي موضوع تائين آڻيندو هو :
"اسانجي ماحول ۾ تمام گهٽي گهٽ آهي، زندگي مزي کان خالي آهي. اعليٰ ۽ عاليشان دلچسپين کان هيڪاندو خالي معاشرو پنهنجي بي جان، بي معنيٰ وجود کي جيئڻ جو تيئڻ برقرار رکيو وينو آهي ۽ ان ۾ جان بہ پوي ٿي تہ رڳو تشدد، واهيات قسم جي عياشيءَ ۽ مڪاريءَ سان. بي ايمان مزا ٿا ماڻين ايماندار روز ڪوهہ کوئين ٿا ۽ روز پاڻي ٿا پيئن. هٽ گهرج آهي اسڪولن جي، هڪ ترقي پسند مقامي اخبار جي، "ٿيٽر"، پبلڪ ليڪچرن ۽ سمورن دانشورن جي ايڪتا ۽ سهڪار جي. معاشري کي انهن سمورين ڳالهين جو احساس ڏيارڻ گهرجي. انکي ڏيکارڻ گهرجي تہ هو ڪيڏو ذڪار لائق آهي. پنهنجن هم عصرن متعلق فيصلا صادر ڪرڻ مهل هو سندن عڪاسي رنگن جا ٿلها تهہ چمائي ڪندو هو. پر سندس رنگن واري تختي تي رڳو اڇي ۽ ڪاري رنگ کي جاءِ ملندي هئي، وڌيڪ

سونهائيندڙ رنگن کي هو ويجهو به اچڻ نه ڏيندو هو. اصل ۾ سندس خيال هو ته انسان ايماندار آهي يا وري بي ايمان ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ ٽيون ڪوبه انساني روپ ناهي.

هو پنهنجين انهن سمورين ٽيڪا ٽپڻين ۽ تنقيدن ڪانپوءِ به ڳوٺ ۾ پسند ڪيو ويندو هو ۽ پرپٺ ماڻهو کيس پيار مان وانيا سڏيندا هئا. سندس نفاست پسنديءَ هر ڪنهن جي ڪم اچڻ واري عادت، اعليٰ اصول ۽ اخلاقي ديانتداري، سندس پراڻو ڪوٽ، مريضن جهڙي شڪل ۽ انهن پيڙائن جو تصور جيڪي سندس ڪٽنب ڀوڳيون هيون. پاڻ ۾ ڳاڏڙ ساڏڙ ٿي سندس متعلق گرمجوشيءَ ۽ دوستيءَ جا جذبا پيدا ڪنديون هيون، جن ۾ افسوس جي آميزش پڻ هوندي هئي. هو اعليٰ تعليم يافته هو ۽ سندس مطالعو تمام گهڻو وسيع هو. ماڻهن جو خيال هو ته اهڙي ڪنهن به شيءِ جو وجود ناهي جيڪا ڪائنس ڳجهي هجي ۽ هو هڪ نموني جي هلندڙ ڦرندڙ انسائيڪلو پيڊيا تصور ڪيو ويندو هو.

ڪتابن جو ڪيڙو ته هو شروع کان ئي هو. اڪثر ڪلب ۾ دير تائين ويهي پنهنجي ٻچي ڏاڙهيءَ کي بيچينيءَ واري ڪيفيت ۾ وٽيندي سٽيندي رسالن ۽ ڪتابن تي نور نچوئيندو هو ۽ سندس چهري مان پاسندو هو ته جڻ پڙهي نه پيو پر ذهن کي سوچڻ جو ٽورو به موقعو ڏيڻ ڪانسواءِ سمورو مواد هڙپ ڪندو پيو وڃي. اصل ۾ مطالعو سندس مريضاڻي عادت ٻڻجي ويو هو. کيس جيڪي ڪجهه به هٿ لڳندو هو تنهن تي هبڇين جيان الر ڪندو هو پوءِ پلي اهي گذريل سال جون اخبارون يا جنتريءَ جهڙي غير دلچسپ چوپڙي ڇو نه هجي، گهر ۾ سدائين ليٽيو پيو پڙهندو هو.

سرءُ جي هڪ صبح جو ايوان دميترچ پنهنجي ڪوٽ جا ڪالر اُڀا ڪري گپ پريل گهٽين ۽ پوئين اگهٽن تان ٿيندو، ڪورٽ جي حڪم جي پوئواريءَ لاءِ ڪنهن پاسي ويو پئي. سندس موڊ روز جيان اڄ به خراب هو. هڪ گهٽيءَ ۾ چئن هٿيارٻند سپاهين جي نگرانيءَ ۾ ويندڙ ٻه قيدي کيس منهن پيا. قيدين کي هٿڪڙيون لڳل هيون. هو اهڙن ڏيکن جو عادي ٿي چڪو هو ۽ هر ڀيري اهڙا ڏيک سندس من ۾ قياس ۽ گهبراهٽ جا جذبا پيدا ڪندا هئا. پر ان مهل هو ٻنان ڪنهن سبب جي تمام گهڻو متاثر ٿيو. نه ڄاڻ ڇو اوچتو اهو خيال سندس دل ۾ گهر ڪري ويو ته خود کيس به هٿڪڙيون هڻي انهن قيدين جيان گپ پريل رستن تان قيدخاني ڏانهن وٺي وڃي سگهجي ٿو. حڪم نامو ڏئي هو گهر موٽيو پئي ته رستي ۾ پوسٽ آفيس پرسان سندس ملاقات هڪ واقفڪار پوليس انسپيڪٽر سان ٿي، جيڪو حالي احوالي ٿيڻ ڪانپوءِ ڪجهه قدم ساڻس گڏ هلندو رهيو. انسپيڪٽر جي اها حرڪت نه ڄاڻ ڇو ايوان کي بدسوڻ لڳي. گهر پهچڻ ڪانپوءِ قيدين ۽ رائفلن سان سپاهين جو تصور سڄو ڏينهن کيس پريشان ڪندو رهيو ۽ ڪنهن عجيب وغريب ذهني بيچينيءَ نه ته کيس ڪجهه پڙهڻ ڏنو ۽ نه ڪجهه سوچڻ. سانجهيءَ جو هن ليمپ به نه ٻاريو ۽ ننڊ سڄي رات سندس اکين کان رڳو ان ڊپ وگهي ڏور رهي ته هو به هٿڪڙيون پائي قيدخاني جو مزمان ٿي سگهي ٿو. کيس خبر هئي ته هن ڪڏهن به ڪو ڏوهه نه ڪيو آهي ۽ هو ضمانت ڏئي پئي سگهيو ته آئندي به ڪڏهن آتش زنيءَ يا قتل جو مرتڪب نه ٿيندو. هن

سوچيو تہ ڇا اهو ممڪن ناهي تہ بنان ڪنهن ارادي جي رڳو اتفاق سان ئي هو ڪو ڏوهہ ڪري وجهي؟ ۽ پوءِ وري، مجرمانہ دوکي يا انصاف جي ڪوتاهيءَ جهڙين ڳالهين جي ڪا ڪوٺ آهي؟ ڇا اها چوڻي تہ "مسڪين خانن ۽ قيد خانن کان ڪوبہ بچيل ناهي" صدين جي تجربي جو نچوڙ ناهي؟ ۽ عدالتي ڪارروائين جي جيڪا هينئر حالت آهي، ان ۾ انصاف جي ڪوتاهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڇا جو امڪان آهي؟جج، پوليس آفيسر ۽ ڊاڪٽر جيڪي انساني ڏکن ۽ پيڙائن کي رڳو سرڪاري نقطئہ نظر سان ڏسن ٿا، وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ۽ عادتن ۾ بہ ايترا بي حس ۽ بي رحم ٿيو پون جو هو چاهين بہ تہ انهن ماڻهن جي سلسلي ۾، جن سان ڪين منهن ڏيڻو هوندو آهي، سواءِ رسمي رويي جي ٻيو ڪجهہ بہ نٿا ڪري سگهن. ان ڏس ۾ هو ان هاريءَ کان قطعي مختلف ناهن جيڪو پنهنجي پوئين اڱڻ تي معصوم رڍن ۽ ٻڪرين کي کهي ٿو ۽ انهن جي رت ڏانهن پلجي بہ ڏيان نٿو ڏئي. ان رسمي ۽ بي رحم رويي جي سگهاري ٿي وڃڻ ڪانپوءِ جج لاءِ ڪنهن جي گناهہ کي سندس سمورن حقن کان محروم ڪرڻ ۽ سخت پورهئي واري سزا ڏيڻ لاءِ رڳو هڪ ئي شيءِ گهربل هوندي آهي، وقت ! - رڳو ايترو وقت جنهن دوران اهي ڪجهہ رسمي ڪارروايون اڪلائي سگهجن جن لاءِ جج سڳورو پگهار وٺندو آهي ۽ بس سمورو قصو ختم. انصاف ۽ تحفظ جي ڳولا - ۽ اها بہ هن ننڍڙي گندي ڳوٺ ۾، جيڪو ويجهي ريلوي اسٽيشن کان بہ بہ سئو ورسٽ جي فاصلي تي هجي! ۽ ڇا انهن حالتن ۾ انصاف متعلق سوچڻ فضول ڳالهہ ناهي، جڏهن ظلم ۽ ڏاڍ جي هر قدم کي معاشرو معقول ۽ مناسب ٿو سمجهي ۽ ڪنهن قيديءَ جي آزاديءَ جي رحم دليءَ واري هر قدم تي بي اطمينان ۽ پلاند پريل جذبن جو طوفان اٿيو پوي؟

ٻئي صبح جو جڏهن ايوان دميترچ بستري تان اٿيو تہ ڊپ وگهي سندس ساهہ ٿي نڪتو. سندس چهرو ٿڌي پگهر سان پنل هو ۽ ڪيس پڪ هئي تہ هو ڪنهن بہ پل ٻڌجي ويندو. گذريل ڏينهن جي ايذائيندڙ خيالن کان ڪيس ڪنهن بہ طرح ڇوٽڪارو نہ پئي مليو. انڪري هن سوچيو تہ انهن خيالن جو پڪ سان ڪو حقيقي سبب بہ هوندو. ظاهر هو تہ اهي انومان سندس دل ۾ ڪنهن يقيني سبب ڪانسواءِ تہ نہ پئي پئدا ٿي سگهيا! هڪ پوليس وارو سندس دريءَ آڏو آهستي آهستي لنگهيو، انجو مطلب ڇا هو؟ بہ همراهہ سندس گهر جي سامهون ترسي خاموشيءَ سان بيهي رهيا، هو آخر خاموش ڇو هئا؟

اهڙيءَ طرح ايوان دميترچ لاءِ ڏينهن رات جي ذهني پيڙا شروع ٿي وئي. گهر جي درين آڏو لنگهندڙ يا اڱڻ ٽپندڙ هر شخص کيس مخبر يا جاسوس لڳڻ لڳو. ضلعي پوليس انسپيڪٽر کي منجهند جو روز پنهنجي ٻن گهوڙن واري بگيءَ تي رستي تان گذرڻ جي عادت هئي. هو پنهنجي ڳوٺاڻي حويليءَ کان پوليس آفيس ويندو هو. پر ايوان ريسرچ پائيندو هو تہ سندس گهوڙن جي رفتار تمام گهڻي تيز آهي، پوليس آفيسر جي چهري تي ڪا خاص ڪيفيت طاري آهي ۽ شايد هو جلد کان جلد آفيس پهچي تمام گهڻي خطرناڪ ڏوهاريءَ (دميترچ) جي موجودگيءَ جو اطلاع ڏيڻ ٿو چاهي. دروازي جي گهنٽي وڄندي هئي يا ڪو ڦاٽڪ تي نڪ نڪ ڪندو هو تہ ايوان دميترچ ڇرڪي پوندو هو. مالڪ مڪان سان ڪو اهڙو ماڻهو ملڻ ايندو هو جنهن کان هو اڻواقف هوندو هو تہ گهبرائجي ويندو هو ۽

جيڪڏهن ڪو پوليس وارو منهن پٽجي ويندو هئس ته هو پر سڪون نظر اچڻ لاءِ هرويرو مرڪڻ يا سينڍن ۾ ڪا ڏن وجائڻ شروع ڪندو هو. پنهنجي گرفتاريءَ جي پوَ ڪان سچي رات جاڳي گذاريندو هو، ساڳئي وقت زور زور سان ڪونگهرا به هڻندو هو ته جيئن مالڪ مڪان سمجهي ته هو ننڊ پيو آهي. چاڪاڻ جو سندس خيال ۾ سجاڳيءَ جو مطلب اهوئي ٿي نڪتو ته ڪيس ڏوهه جو احساس ستائي رهيو آهي - ۽ اهو ٻين لاءِ ڪليو ڪلايو اشارو لڳي ها. حقيقتون ۽ عقل ڪيس پڪ ڏياريندا هئا ته سندس اهو پو ٻي سبب ۽ مريضاڻو آهي - ۽ اهو ته جيڪڏهن وسيع پس منظر ۾ ڏٺو وڃي ته ٻي ڏوهي هئڻ جي صورت ۾ گرفتار ٿيڻ سان ڪو آسمان ڪونه ڪري پوندو. پر جيتري ڏاهپ ۽ دليلبازيءَ سان پنهنجو پاڻ ڪي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو، اوترو ئي سندس بيچيني وڌندي ويندي هئي. سندس مثال ان راهب جهڙو هو جنهن جهنگل ۾ پنهنجي لاءِ ڪجهه جاءِ صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڏنائين اهو ته ڪهاڙيءَ هينان آيل وڻن جون شاخون ۽ چار هائين گهاٽا ٿيندا ويا. نيٺ ايوان دميترچ عقل ۽ دليل ڪي، اهو سمجهي ته ان مان ورڻو سرڻو ڪجهه به ناهي، هڪ پاسي رکي ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ ڪي ڊپ ۽ مايوسيءَ جي قدمن ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيائين.

هاڻ هو اڪيلائپ مان پنهنجائپ محسوس ڪندي ماڻهن ڪان پاسيرو ٿيڻ لڳو. نوڪري، جنهن کي هو سدائين جان جو عذاب سمجهندو هو، هاڻ ته ويتر ڏڪار جوڳي بڻجي وئي. ڪيس هر پل طرح طرح جا ڪنڪا لڳا رهندا هئا ته ڪٿي ڪو شخص ڪمينگيءَ سان لڪ چپ ۾ ڪجهه ڏوڪڙ سندس ڪيسي ۾ وجهي اهو ڍونگ نه رچائي ته هن ڪو ڪانئس رشوت ورتي آهي. ڪٿي ڪنهن سرڪاري ڪاغذ ۾ هن ڪان ڪا غلطي نه ٿي پوي جو پوءِ انکي جعل سازي لکيو وڃي. ڪٿي هو اها رقم نه وڃائي وجهي، جيڪا سندس ناهي. سندس ذهن ان ڏس ۾ سوچڻ تي ايترو ته تيز ٿي ويو جو هو پنهنجي عزت ۽ آبروءَ تي داغ لڳڻ جي ڊپ‌وگهي ڪنبندو رهڻ لاءِ روزانو سوين سبب ايجاد ڪندو هو. ٻئي پاسي ٻاهرين دنيا ۽ مطالعي مان سندس دلچسپي گهٽجي وئي ۽ سندس يادگيرو ڏينهون ڏينهن جهڪو ٿيندو ويو.

بهار جي منڍَ ۾ برف پگهري ته قبرستان ڪان ٻاهر واري نالي مان هڪ پوڙهي عورت ۽ هڪ معصوم ٻار جا سڙيل ڳريل لاش مليا. لاشن تي موجود نشان ان ڳالهه جو ثبوت هئا ته ڪين قتل ڪيو ويو آهي. ڳوٺ ۾ چڻ چرڪ پئجي ويو. انهن لاشن ۽ نامعلوم قاتلن بابت ڳالهائڻ ڪانسواءِ ڇڻ ڪو موضوع ئي نه هو. ايوان دميترچ پريشان ٿي ويو ته ڪٿي ڪيس نه قاتل سمجهيو وڃي، تنهن ڪري پنهنجي ڇهري تي مرڪ سجائي رستن تي گهمڻ لڳو ۽ جڏهن به ڪيس ڪو واقفڪار ملندو هو ته انکي اهو يقين ڏيارڻ لڳندو هو ته هو ڪمزور ۽ هٿين خالي انسان کي مارڻ بدترين پاپ ۽ ڏوهه سمجهي ٿو. ان دوران سندس ڇهري تي هڪ گهڙيءَ هيداڻ ايندي هئي ته ٻي گهڙيءَ سرخي. پر هڪ ڳالهه کي ٻيءَ جي پردي ۾ لڪائڻ جي ان مسلسل پيچ ڊڪ ڪيس سگهو ئي نستو ڪري وڌو ۽ هو ان نتيجي تي پهتو ته جنهن صورتحال ۾ هو آهي ان ۾ بهتر اهو ٿيندو ته هو تهه خاني ۾ لڪي وڃي. اهو سوچي هن به ڏينهن ۽ هڪ رات تهه خاني ۾ گذاريا. تڏ ۾ سندس بت ونجي ويو ۽

اونداهہ ٿيندي ئي هو چورن جيان پير پير ۾ ڏئي پنهنجي ڪمري ۾ موٽي آيو. سڄي رات هن ڪمري جي وچ ۾ چپ چاپ بيٺي پير هلڪي ڪڙڪي تي بہ ڪن ڏريندي گذاري. صبح جو ساجهر ئي آتش دان جي مرمت ڪرڻ وارا ڪجهہ مزدور مالڪ مڪان وٽ آيا. ان ڳالهہ جي خبر هوندي بہ، تہ اهي رنڌٽي جو آتش دان ناهڻ آيا آهن، ڊپ جڻ تہ ساٽس سرپاٽ ڪيو تہ هو آهن تہ پوليس وارا، پر پنهنجو ويس مٽائي ڪيس جانچڻ آيا آهن. اهو خيال ايندي ئي ڪيس نہ ڪوٽ پائڻ جو هوش رهيو نہ ٽوپيءَ جو، پير پير ۾ ڏئي گهر ڪان ٻاهر نڪتو ۽ انتهائي بدحواسيءَ جي حالت ۾ رستي تي ڊوڙڻ لڳو. پوئتڪندڙ ڪتا سندس ڪڍ لڳا. ڪنهن همراهہ رڙ ڪري ڪيس سڏ ڪيو، هوائون جڻ سندس ڪنن ۾ سيٽيون وڄائڻ لڳيون ۽ ايوان دميترچ کي لڳو تہ جڻ دنيا جو سمورو تشدد گڏجي سندس پيڇو ڪري رهيو آهي.

ڪيس روڪي گهر آندو ويو ۽ مالڪ مالڪان ڊاڪٽر کي گهرايو. ڊاڪٽر اندريئي يفيميچ، جنهن جو اڳتي تفصيل سان ذڪر ايندو، علاج جي طور تي ٿڌي پاٽيءَ جون پٽيون ۽ لارل جي پتن جو عرق تجويز ڪيو ۽ اداسيءَ مان ڪنڌ ڌوڻي مالڪ مڪان کي اهو چوندي هليو ويو تہ هو بيهر نہ ايندو - ۽ اهو تہ ماڻهن کي چريو ٿيڻ کان روڪڻ جي ڪوشش فضول آهي. ايوان دميترچ وٽ گذر سفر ۽ دوا درمل لاءِ ڏوڪڙ نہ هئا، تنهنڪري ڪيس اسپتال اماڻيو ويو، جتي ڪيس جنسي بيمارين جي وارڊ ۾ جاءِ ملي. هو رات جو سمهندو نہ هو، چيڙاڪ پڻي سان ٻين مريضن جي آرام ۾ رنڊڪ وجهندو هو. انڪري جلد ئي اندريئي يفيميچ جي حڪم سان ڪيس وارڊ نمبر ڇهين ۾ پهچايو ويو.

هڪ سال اندر ئي ڳوٺ وارن ايوان دميترچ کي وساري ڇڏيو ۽ سندس ڪتاب جنڪي مالڪ مڪان وراندي هيٺان هڪ برف گاڏيءَ ۾، ڪچري جي ڍير وانگر ڦٽو ڪري ڇڏيو هو، پاڙي جا ڇوڪرا ڪڻي ويا.

ايوان دميترچ جي کابي پاسي وارو پاڙيسري، جيئن اڳ ۾ ئي ذڪر ڪيو ويو آهي، يهودي موئي سيئڪا آهي ۽ ساڄي پاسي بلڪل ڪورو، انتهائي بينور ڇهري وارو هڪ ٿلهو متارو ۽ ڪڙو تڙو هاري، جيڪو عرصو ٿيو وساري ڇڪو آهي تہ سوچڻ يا محسوس ڪرڻ ڇاڪي چئبو آهي، پنهنجي بت ۾ ساهہ مونجهائيندڙ بوءِ هوندي اٿس.

نيڪيتا، جنهن جي فرضن ۾ ان همراهہ جي سارسنڀال لهڻ بہ شامل آهي، پنهنجي پوري سگهہ سان تمام گهڻي وحشياڻي انداز ۾ ڪيس مارڪٽ ڪندو آهي. پر اها ڳالهہ تہ ان شخص جو ان سان ڪيچومر نڪريو وڃي، ايڏي ايذائيندڙ ناهي- ماڻهو اهڙين شين جو عادي ٿي ويندو آهي. ايتريءَ مارڪٽ تي بہ اهو بي حس درندو ڪنهن آواز يا اشاري سان يا اک ڇنيندي بہ ڪو ردعمل ظاهر نہ ڪندو آهي. بس رڳو ڪنهن وزني ڪوڪي جيان هيڏي هوڏي جهولندو رهندو آهي.

وارڊ نمبر ڇهين جو پنجون ۽ آخري واسي هڪ مقامي شخص آهي، جيڪو ڪنهن وقت ٽپال ڪاتي ۾ ٽپال ورهائڻ جو ڪم ڪندو هو. سنهڙو سڪل جسم، پورا بي

ترتيب وار ۽ نيڪ پر ٿورڙو ڪيچل پريو چھرو. سندس ذهين اکين ۾ اطمينان ۽ خوشيءَ جي جهلڪ چوندي ٿي رهي تہ ڪيس پنهنجو خيال رکڻ ايندو آهي ۽ هو پنهنجي سيني ۾ ڪو اهم ۽ حيرت انگيز راز لڪايو هلي ٿو. هو پنهنجي وهاڻي يا گدي هينان ڪا شيءِ لڪائي رکندو آهي ۽ ڪنهن کي انجي هوا لڳڻ بہ نہ ڏيندو آهي. پر انڪري نہ تہ ڪو اها ڪانئس ڦري ويندو، پر رڳو پنهنجي لڄاري طبيعت سبب. ڪڏهن ڪڏهن هو دريءَ ڏانهن وجي بيٺ ڏانهن پٺ ڪري ڪنهن شيءِ کي پنهنجي ڇاتيءَ تي لٽڪائي ڏسڻ لڳندو آهي. انهن گهڙين ۾ ڪو بہ سندس ويجهو ايندو آهي تہ هڪدم گهبرائجي ان شيءِ کي لڪائي ڇڏيندو آهي. پر سندس راز حاصل ڪرڻ ڪو تمام گهڻو ڏکيو ناهي.

”اوهين مونکي واڌايون ڏيو !“ ڪڏهن ڪڏهن هو ايوان دميترچ کي چوندو آهي.”مونکي ٻئي درجي جي ستاري وارو ”استانسلائوس“ تمغو ملڻ جي سفارش ٿي آهي. اهو تمغو هونئن تہ رڳو پرڏيهي رهواسين کي ملندو آهي، پر هو ڪنهن سبب ڪري منهنجي معاملي ۾ خاص رعايت ڪري رهيا آهن.“ پوءِ هو مرڪي ڪلها ڇنڊيندي ڳالهہ اڳتي وڌائيندو آهي، ”مون تہ ان جو تصور بہ نہ ڪيو هو!“

”آءٌ انهن معاملن ۾ بلڪل ڪورو آهيان.“ ايوان دميترچ ڪوڙائپ سان جواب ڏيندو اٿس.

”پر اوهانکي خبر بہ آهي تہ دير سوير مونکي ڇا ملڻ وارو آهي؟“ ٽپال ڪاتي جو اڳوڻو ملازم عياريءَ سان اکيون مچڪائي ڳالهہ جاري رکندو آهي، ”پڪ سان مونکي سوئيڊن جو ”قطب تارو“ ڏنو ويندو- اڃي ۽ ڪاري رٻن - اهڙي تمغي لاءِ انسان ٿورڙي ڏکيائي تہ پوڳي سگهي ٿو. ڪيڏو نہ سهڻو هوندو آهي!“

زندگيءَ ۾ايتري گهڻي يڪسانيت شايد ئي ڪٿي هوندي، جيتري اسپتال سان ڳنڍيل ان ننڍڙيءَ عمارت ۾ آهي. هر روز صبح جو فالج جي مريض ٿلهي متاري هاريءَ کانسواءِ سمورا مريض ورانڊي ۾ هڪ ڪونڊيءَ آڏو هٿ منهن ڌوئي اسپتالي ڪپڙن سان ٻوٽ اگهندا، خاص عمارت مان ٽين جي وٽن ۾ نيڪيتا جي آندل چانهہ پيئندا آهن. منجهند جو مانيءَ ۾ کين تکي ڪرم ڪلي جو شوربو ۽ جوَن جو دليو ملندو آهي ۽ شام لاءِ ڏينهن جو بچيل ساڳيو دليو. ٻنهي وقتن جي مانيءَ جي وچئين وقفي ۾ هو پنهنجن پلنگن تي آهليا پيا هوندا آهن، سمهي پوندا آهن، درين کان ٻاهر تڪيندا رهندا آهن يا ڪمري ۾ پسار ڪندا وتندا آهن. اهو انهن جو روز جو معمول آهي. ٽپال ڪاتي جو اڳوڻو ملازم سدائين رڳو پنهنجن تمغن جو ذڪر ڪندو رهندو آهي.

وارڊ نمبر ڇهين ۾ نئون چھرو ڪو ورلي ئي نظر ايندو آهي. ڊاڪٽر نون ذهني مريضن جي ڀرتي ڪڏهنڪو بند ڪري چڪو آهي ۽ پاڳل خاني ۾ ڪنهن کي ڏسڻ لاءِ اچڻ جو فڪر ٻاهرينءَ دنيا جي ماڻهن کي تمام گهٽ هوندو آهي. ٻن مهينن ۾ هڪ ڀيرو حجم ”سيميون لازارچ“ ان ڪمري ۾ ضرور ايندو آهي. هو مريضن جا وار ڪيئن ناهيندو آهي، ان

ڪم ۾ نيڪيتا ڪيئن سندس مدد ڪندو آهي ۽ نشي ۾ الوٽ حجم ڪي ڏسي مريضن تي اوچتو ڪهڙي ويراني ڇانئجي ويندي آهي؟. انجي اپٽار ۾ اسانجو نہ وڃڻ ئي بهتر آهي.

حجم ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ هتي پنهنجي شڪل نہ ڏيکاريندو آهي. مريضن ڪي روز رڳو ان مصيبت ڪي ڀوڳڻو پوندو آهي جنهن جو نالو نيڪيتا آهي. هونئن ڪجهہ ڏينهن کان اسپتال ۾ هڪ عجيب و غريب افواهہ گشت ڪري رهي آهي. ڇيو پيو وڃي تہ ڊاڪٽر وارڊ نمبر ڇهين ۾ پابنديءَ سان وڃڻ لڳو آهي.

واقعي عجيب و غريب آهي اهو افواهہ !

ڊاڪٽر اندريئي يفيمچ راڳين پنهنجي پيشي جي لحاظ کان تمام وڏو ماڻهو آهي. ٻڌايو ويندو آهي تہ پنهنجي نوجوانيءَ ۾ هو تمام گهڻو مذهبي هو ۽ پادري بڻجڻ جا خواب ڏسندو هو. انڪري 1863ع ۾ هاءِ اسڪول پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪليسائي اڪيڊميءَ ۾ داخلا وٺڻ چاهيائين پر سندس والد، جيڪو ڊاڪٽر آف سائنس ۽ سرجن هو، ڪيس ڏکيو پئجي ويو ۽ چيائينس، "تنهنجي پالري تيڻ شرط ئي عاق ڪري ڇڏيندوسانءِ." اها تہ خبر نہ اٿم تہ ان ڳالهہ ۾ ڪيتري سچائي آهي، پر اندريئي يفيميچ ڪي اڪثر اهو چوندي ٻڌو ويو آهي تہ ڊاڪٽر تيڻ يا سائنس جي ڪنهن ٻئي ميدان ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ سندس دل ڪڏهن بہ راضي نہ ٿي آهي.

حقيقت ڪجهہ بہ رهي هجي پر ڊاڪٽريءَ جي سند وٺڻ ڪانپوءِ هو پادري ٿي نہ سگهيو. پنهنجي دنياداريءَ لاءِ تہ خير هو ڪڏهن بہ مشهور نہ هو ۽ هن ۾ ڪنهن پادريءَ جون خصلتون ڊاڪٽري شروع ڪرڻ مهل بہ اوتريون ئي هيون، جيتريون هاڻ آهن.

سندس ڊيل ڊول بنهہ واهيات ۽ بلڪل ڄٽ هارين جهڙو آهي. سندس چهرو، ڏاڙهي، سنڌا وار ۽ سگهارو بي ڊولو جسم، رستي جي ڪناري واري ڪنهن هوٽل جي ضدي پيٽ ڀرئي ۽ سخت مزاج مالڪ جي ياد ڏيارين ٿا. نيرين رڳن سان ڊڪيل اگرو چهرو، ننڍڙيون اکيون ۽ ڳاڙهو نڪ. قد ڊگهو اٿس، ڪلها ويڪرا ۽ هٿ پير وڏا شاهي- ائين لڳندو آهي تہ جيڪر ڪنهن سانَ ڪي زوراٺتو نونشو هڻي تہ ڪن پل ۾ ويچاري جو ساهہ نڪري وڃي. پر سندس چال مان عجب نرمي ۽ احتياط بکندو آهي، چورن جيان پير پير ۾ ڏئي هلندو آهي. ڪنهن سوڙهي لنگهہ ۾ ڪو منهن پئجي ويس تہ ترسي انکي رستو ڏيڻ ۾ پهل ڪندو آهي. ڳچيءَ تي ننڍڙي ڳوڙهي هئڻ سبب سخت ڪالر استعمال ڪري نہ سگهندو آهي، انڪري سدائين سٺيءَ جون يا جون نرم قميصون استعمال ڪندو آهي. عام ڊاڪٽرن جهڙي خوش لباسي ڪيس سنگهڻ لاءِ بہ نصيب نہ ٿي آهي. هڪ سوٽ ۾ ڏهہ سال ڇڪي ويندو آهي ۽ نئون سوٽ بہ جيڪو عام طور تي هو يهوديءَ جي نهيل جڙيل ڪپڙن جي دڪان تان خريد ڪندو آهي، سندس جسم تي پهرجي پراڻي سوٽ وانگيان پراڻو ۽ ميرانجهڙو لڳندو آهي. ان اڪيلي سوٽ ۾ ئي هو مريض ڪي تپاسيندو آهي، ماني کائيندو

آهي ۽ دوستن وٽ ايندو ويندو آهي. ان حرڪت پويان سندس ڪنجوسيءَ يا ڪنهن بيءَ ڳالهه جو نه پر رڳو سندس پنهنجي وضع قطع کان هيڪاندي لاپرواهيءَ جو هٿ آهي.

اندريئي يفيمچ جڏهن پنهنجو عهدو سنڀاليو پهتو هو ته اهو "خيراتي ادارو" عجيب زبون حالت ۾ هو. واردن جي وچ ۾ لنگهڻ ۽ اسپتال جي وراندي ۾ بدبوءِ وگهي ساهه کڻڻ محال هو. اسپتال جي خدمتگارن، نرسن ۽ سندن ڪٽنب جي ڀاتين واردن تي راتين جو سمهڻ لاءِ قبضو ڪري رکيو هو. هر شخص ان ڳالهه تي سهمت هو ته منگهڻن، ڪوئن ۽ ڪاڪروچن جيئڻ عذاب ڪري ڇڏيو آهي. سرجيڪل وارڊ معدي جي مريضن سان ڀريل رهندو هو. سڄي اسپتال ۾ آپريشن ڪرڻ وارا چاقو فقط ٻه هئا، ٿرما ميٽر هڪ به نه هو. جڏهن ته غسل ڪرڻ وارا ٽب پٽاٽا رکڻ لاءِ استعمال ٿيندا هئا. سپريٽنڊنٽ، ميٽرن ۽ طبي نائب مريضن جي خوراڪ پاڻ هضم ڪري ويندا هئا ۽ جيستائين ان پوڙهي جو تعلق آهي، جيڪو اندريئي يفيمچ کان اڳ سندس عهدي تي هو، ان متعلق مشهور آهي ته هو اسپتال لاءِ ملندڙ اسپرٽ لڪ چپ ۾ وڪڻي ڇڏيندو هو ۽ هن پنهنجين دل پسند نرسن ۽ مريضائن جو چڱو خاصو حرم ناهي رکيو هو. ڳوٺ واسي ان ساريءَ صورتحال کان ڀلي پت واقف هئا، هو ته ان کي وڌائي چڙهائي پڻ پيش ڪندا هئا، پر ڪجهه ڪرڻ ڪرائڻ جو فڪر ڄڻ ته ڪنهن کي به نه هو. ڪجهه ماڻهو اهو چئي معاملي کي ٽاري ڇڏيندا هئا ته اسپتال ۾ هارين ۽ هيٺئين طبقي جي ماڻهن جو ئي ته علاج ٿئي ٿو ۽ کين ڪا شڪايت ڪيئن ٿي سگهي ٿي، جڏهن سندن گهرن جي صورتحال انڪان به خراب آهي، "اهڙن ڪنگلن کي ڪو تتر ڪارائبا ڇا؟، ٻين جو دليل اهو هو ته ڳوٺ کان اها توقع رکڻ ئي بيوقوفي آهي ته زيمستوو جي مدد بنان ڪو ڍنگ سان اسپتال هلائي سگهجي ٿي. ماڻهن کي ته ٿورائتو رهڻ گهرجي ته اسپتال آهي، خراب حالت ۾ آهي ته پوءِ ڇا ٿيو! هوڏانهن زيمستوو، جنهن کي خود جڙئي ڪو گهڻو عرصو نه ٿيو هو، ڳوٺ يا پسگردائيءَ ۾ ڪا اسپتال نه کولي هئائين، ڇاڪاڻ جو اداري جي عملدارن جي بقول ته هڪڙ اسپتال ته اتي اڳيئي موجود آهي بيءَ جي کهڙي ضرورت.

اندريئي يفيمچ پهرئين ڏينهن ئي اسپتال جي معائني کانپوءِ نتيجو ڪڍيو ته اهو بدمعاشيءَ جو اڏو ۽ صحت عامه لاءِ انتهائي هاڃيڪار ادارو آهي. هن سوچيو ته بهترين ڳالهه اها ٿيندي ته مريضن کي موڪل ڏيئي، اسپتال کي تالو لڳائي ڇڏجي. پوءِ کيس خيال آيو ته اسپتال بند ڪرڻ جي رڳو سندس خواهش ئي نه پر ٻين ڪيترين ئي ڳالهين جي ضرورت پوندي ۽ هونئن ان سان هڙ حاصل ڪجهه به نه ٿيندو. هڪ جاءِ جي سمورين اخلاقي ۽ مادي گندگين کي ڇنڊي ڦوڪي ڌار ڪبو ته اهي ٻيءَ سان ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي گڏ ٿينديون. ماڻهوءَ کي ان وقت جو انتظار ڪرڻ گهرجي، جڏهن اهي برائيون پاڻ مرادو ناس ٿي وڃن. اها ڳالهه به سوچڻ جي هئي ته هتان جي ماڻهن اسپتال جوڙائي آهي ۽ انکي برداشت به ڪن پيا ته انجو مطلب اهو آهي ته کين انجي گهرج به آهي. جاهلاڻو تعصب ۽ روزمره جي زندگيءَ جون اهي سموريون گندگيون ۽ ڪڌا افعال ضروري آهن، ڇاڪاڻ جو

وقت اچڻ تي انهن کي ڪنهن ڪمائتيءَ شيءِ ۾ ائين بدلائي سگهجي ٿو جيئن ڇيڻو زرخيز مٽيءَ ۾ بدلجي ويندو آهي. دنيا ۾ اهڙي ڪابه ڇڳائي ناهي جنهن گندگيءَ جي ڍير مان جنم نه ورتو هجي.

اندريئي يفيمچ پنهنجون ذميواريون سنڀالڻ ڪانپوءِ اسپتال جي انهن سمورين بدنظمين ڪان ڇڻ اکيون بوٽي ڇڏيون. هن خدمتگارن ۽ نرسن کي راتيون جو واردن ۾ سمهڻ ڪان جهلي ڇڏيو. آپريشن جي اوزارن جا ٻه باڪس گهرايائين. باقي - سپرينٽينڊنٽ، ميٽرن ۽ معدي جا مريض سيئي پنهنجين پنهنجين جاين تي بنا ڪنهن ڪٽڪي جي موجود رهيا.

اندريئي يفيمچ ڏاهپ ۽ ايمانداريءَ جو تمام گهڻو قدر ڪندو هو. پر خود پنهنجي چوگرد جي زندگيءَ کي ڏاهپ ۽ ايمانداريءَ جي بنيادن تي منظم ڪرڻ لاءِ وٽس نه ڪردار جي قوت هئي ۽ نه ئي پنهنجن ڪم تي اعتماد. حڪم ڏيڻ، ڪنهن ڳالهه تي پابندي لاڳو ڪرڻ ۽ ڪنهن فيصلي تي ڳنڍ ٻڌي انکي مجرائڻ لاءِ ته هو جڻ پيدا ئي نه ٿيو هو. لڳي ٿو ته هن قسم ڪنيو آهي ته، نه ته ڪڏهن ڏاڍيان ڳالهائيندو ۽ نه وري رعبدار لهجو اختيار ڪندو. "مونکي ڏي" يا "مون لاءِ آڻ". چوندي ته جڻ سندس زبان اٽڪندي هئي. بک لڳندي هيس ته هبڪندي هبڪندي پنهنجي باورچياڻي کي چوندو هو، "چانهه ڪيئن رهندي؟"... يا "ماني ڪائڻ متعلق ڇا خيال آهي؟" ۽ جيستائين سپرينٽنڊنٽ کي چوريءَ کان منع ڪرڻ ۽ ڪيس برطرف ڪرڻ يا ان غير ضروري عهدي کي مورڳو ختم ڪرڻ جو سوال هو ته اهي ڳالهيون سندس وس کان ٻاهر هيون. ماڻهو اندريئي يفيمچ سان ڪوڙ ڳالهائيندا آهن، سندس چاپلوسي ڪندا آهن، يا ڪو سڏوسنئون جعلي حساب ڪتاب ڪانئس پاس ڪرائڻ ايندا آهن ته سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي ۽ هو تڏ تڪڙ ۾ سندن ڪم اُڪلائي ڇڏيندو آهي. مريض ساڻس پنهنجي لنگهڻ تي هئڻ يا عملي جي ڪنهن ظالماڻي روش جي شڪايت ڪندا آهن ته هو گهبرائجي ويندو آهي ۽ تمام گهڻي معذرتي انداز ۾ پٽڪندو آهي : "ڇڱو نيڪ آهي، ان معاملي کي ڏسندس... پڪ سان ڪا غلط فهمي ٿي هوندي..."

شروعاتي ڏينهن ۾ اندريئي يفيمچ ڏاڍي جوش خروش سان ڪم ڪيو. منجهند تائين ٻاهريان مريض ڏسندو هو، آپريشن سميت ٻار ڄڻائڻ جي معاملن کي به منهن ڏيندو هو. عورتن جو سندس متعلق چوڻ هو ته "هو هر مريض تي تمام گهڻو ڌيان ڏئي ٿو ذري. بيمارين خاص ڪري عورتن ۽ ٻارن جي بيمارين کي تپاسڻ ۾ سندس ڪو جواب ناهي" پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، هو بيزار ڪندڙ يڪسانيت ۽ ڪم جي تخليقي انداز ۾ غير موثر هئڻ سبب بي ليو ٿي پيو. هڪ ڏينهن هن ٽيهه مريض تي تپاسيا ته ٻئي ڏينهن پنجٽيهه، ته ٽئين ڏينهن وري چاليهه ۽ اهو سلسلو روزانو سالن تائين جاري رهيو. ڳوٺ ۾ موت جي شرح گهٽجڻ جو نالو ئي نه پئي وٺي ۽ سدائين نون مريضن جي قطار لڳي پئي هوندي هئي. روزانو جيڪي چاليهه مريض اسپتال ۾ ٿي آيا ته انهن سمورن کي غور سان تپاسڻ جو ته سوال ئي نٿي پيدا ٿيو. جنهن جو مطلب اهو هو ته هو لک حيلا هلائي ته به

سندس ڪم ڊوننگ ڪانسواءِ ڪجهه به نه هو. هڪ سال دوران هن جيڪڏهن ٻارهن هزار مريض ٿي تپاسيا ته " ٻ ۽ ٻ - چار" جهڙي حساب جيان اهو رڳو ائين هو ته هن ٻارهن هزار عورتن ۽ مردن کي دوکو ڏنو. ايترو ئي نه، پر جن مريضن جي حالت گهڻي خراب هوندي هئي، تن کي اسپتال ۾ داخل ڪري سائنسي اصولن تحت لا علاج ڪرڻ به ناممڪن هو. چاڪاڻ جو اصول ته تمام گهڻا هئا پر سائنس جو ڪو نالو نشان ئي نه هو. ۽ فلسفي ڪان هٿي رڳو اصولن جي بنيادن تي ئي ٻين ڊاڪٽرن وانگر اصول پرستاڻي انداز ۾ ڳالهائجي ته پوءِ سندس ٻهرين گهري هجي ها ته گندگي جي نه پر صفائيءَ ۽ تازيءَ هوا جي، تکي ڪرم ڪليءَ جي بدبودار شوربي جي نه پر ٻل ڏيندڙ خوراڪ جي. چورن جي نه پر همدرد خدمتگارن جي موجودگي اسپتال ۾ مريضن لاءِ تمام گهڻي ضروري آهي.

هو اهو به سوچيندو هو ته جڏهن جيون جي عام ۽ جائز پڄاڻي موت ئي آهي ته پوءِ ماڻهن کي مرڻ کان ڇو روڪجي؟ ڪنهن دڪاندار يا ڪلارڪ جي زندگيءَ ۾ پنجن ڏهن سالن جو اضافو ٿئي به ته ان مان ڇا هٿ حاصل ٿيندو؟ - ۽ جيڪڏهن علاج جو مقصد دوائون ڏئي پيڙا کي گهٽائڻ آهي ته پوءِ اٽڪر طور تي اهو سوال تو پيدا ٿئي ته پيڙا کي آخر گهٽائجي ڇو؟ اول ته پيڙا متعلق سمجهيو ويندو آهي ته اها ڪامل پڻي جي حصول ۾ انسان جي مددگار آهي ۽ ٻي ڳالهه اها ته جيڪڏهن انسان گورين ۽ ڦڪين وسيلي پيڙا کي گهٽائڻ سکي ورتو ته پوءِ ماڻهو مذهب ۽ فلسفي کي تاڪن ۾ سجائي رکي ڇڏيندا. جن مان هيل تائين پيڙا کان نجات نه ته به اطمينان ضرور مليو آهي. پشڪن سڪرات مهل ايذائيندڙ پيڙائون سنيون. هو موت کان اڳ ڪيترائي سال اپاهج رهيو ته پوءِ ڪو اندريئي يفيمچ، ڪور ماتريونا ساوشنا، جنهن جي حياتي پيڙا کان محروم ٿي ڪري سڀ ڪان معمولي ڪينئين جيان غير اهم ٿي ويندي، آخر پيڙا کان نجات ڇو حاصل ڪري؟

ان قسم جي سوالن کان اندريئي يفيمچ بددليءَ جو شڪار ٿي ويو ۽ هن روز روز اسپتال وڃڻ ڇڏي ڏنو.

سندس روز جو معمول ڪجهه هيئن آهي. صبح جو تقريبن انين وڳي ننڊ مان اٿي ڪپڙا مٽائي چانهه پيئندو آهي. ان کان پوءِ يا ته مطالعي واري ڪمري ۾ ڪجهه پڙهڻ لڳندو آهي يا اسپتال هليو ويندو آهي. ڪيس واردن جي وچ واري تنگ ۽ اونداهين لنگهه ۾ ٻاهريان مريض اسپتال ۾ داخل ٿيڻ جي انتظار ۾ ويٺل ملندا آهن. سندن پرسان اسپتال جون خادمائون ۽ خدمتگار سرن جي فرش تي پنهنجن لانگ بوٽن سان ڪٽ ڪٽ ڪندا تيزيءَ سان لنگهندا رهندا آهن. اسپتال ۾ داخل مريض پنهنجن ڪمزور جسمن کي اسپتالي ڪپڙن ۾ ڍڪي هيڏي هوڏي پسار ڪندا رهندا آهن. لاش ۽ راتوڪي ڪاڏي وارا ٿانوَ ٻاهر ڪڍيا پيا ويندا آهن. ٻارن جي روئڻ جا آواز ايرندا آهن ۽ تيز هوا جا زوڪاٽ لنگهه کي ڌونڌاڙيندي محسوس ٿيندا آهن. اندريئي يفيمچ کي پليءَ پٽ اهو احساس هوندو آهي ته اهڙي قسم جون حالتون ئي ٻيءِ بخار يا رڳو اعصابي بيمارين جي مريضن لاءِ پڻ تمام گهڻيون خطرناڪ هونديون آهن. پر ان ڏس ۾ ڪري به ڇا ٿو سگهجي؟ آجياڻي - ڪمري ۾ هڪ گول مٽول، ننڍي قد وارو، ڇڳيءَ طرح شيو ڪري زور زور سان ڇهرو ڌوتل، خوش اخلاق شخص سرگيئي سرگيئچ، جيڪو سندس

نائب آهي. پر پنهنجي نئين ٿورڙي ڍلي ڍالي سوٽ ۽ انداز مان طبي نائب ڪان وڌيڪ سينيٽ جو رڪن لڳندو آهي. سندس آذر ياءُ ڪندو آهي. ڳوٺ ۾ سندس نجي پريڪٽس چڱي خاصي هلندي آهي. اڃي تائي ٻڌنڙ سرگيئي پنهنجو پاڻ کي ڊاڪٽر کان وڌيڪ قابل تصور ڪندو آهي. جنهن جي نجي پريڪٽس بلڪل ناهي. ان ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ پردي جي وسيلي مقدس تعويز ٽنگڻ لاءِ مخصوص جاءِ ناهي وئي آهي. اتي هڪ وڏي شاهي تصوير پڻ ٽنگيل آهي. ان جي سامهون هڪ ليمپ لٽڪيل آهي ۽ پرسان ئي اڇي ڪپڙي ۾ ويڙهيل دان جي ميڻ بتين لاءِ هڪ شمعدان رکيل آهي. بشپن جون تصويرون، سوياتوگورسڪ خانقاهه جي هڪ وڏي شاهي تصوير ۽ خشڪ گلن جا هار پتين جي زينت وڌائي رهيا آهن. سرگيئي سرگيئچ سخت مذهبي ۽ ڪليسائي روايتن جو ڪٽر حامي آهي. اسپتال ۾ مقدس تصوير هن ئي رکائي هئي. هر آچر تي هو ڪنهن مريض کان دعا پڙهائيندو آهي، جنهن ڪانپوءِ هو پاڻ مختلف واردن ۾ وڃي لوبان دان کي اڳتي پوئتي ڦيرائي لوبان جو واس پکيڙيندو آهي.

مريض گهڻا هوندا آهن ۽ وقت گهٽ تنهنڪري ڊاڪٽر هر مريض کان تڙ تڪڙ ۾ هڪ اڌ سوال پڇي دوا جي طور تي ليپ سان مالش يا ڪيسٽر آئل تجويز ڪندو آهي ۽ بس. اندريئي يفيمچ ترڻ تي نرڙ ٽڪائي خيالن ۾ گم هوندو آهي ۽ مريضن کان ميڪانڪي انداز ۾ سوال پڇندو رهندو آهي. سرگيئي سرگيئچ ٻه ويجهو ويهي هٿ مهٽيندو رهندو آهي ۽ ڪنهن ڪنهن مهل ڳالهائيندو آهي.

"اسين بيمارين ۽ غربت جي مصيبتن جو شڪار هوندا آهيون." هو چوندو آهي. "خدا جي عبادت نٿا ڪريو - اهو آهي قصو!".

اندريئي يفيمچ ٻاهرين مريضن کي تپاسيندي ڪوبه آپريشن نه ڪندو آهي. آپريشن ڪرڻ جي عادت به ته نه ڇاڻ ڪڏهونڪو وساري ڇڪو آهي ۽ هاڻ ته رت ڏسندي ئي گهٻرائجي ويندو آهي. ڪيس ڪنهن ٻار جو وات ڦاڙي گلو ڏسڻو هوندو آهي ۽ ٻار پنهنجن ننڍڙن ننڍڙن هٿن سان ڪيس پري ڌڪڻ جي ڪوشش ڪندي دانهون ڪندو آهي ته سندس مٿو ڦرڻ لڳندو آهي ۽ اکين ۾ ڳوڙها پرجي ايندا اٿس. هو جلدي جلدي نسخو لکي هٿن جي اشاري سان ٻار جي ماءُ کي ڪيس وٺي وڃڻ جو اشارو ڪندو آهي.

هو جلدئي مريضن جي اڍنگي پڻي ۽ بيوقوفين کان، مذهبي رسمن جي شوقين سرگيئي جي موجودگيءَ کان، پتين تي لڳل تصويرن ۽ خود پنهنجن سوالن کان تنگ اچي ويندو آهي، جن ۾ هو پوين ويهن سالن ۾ ڪا تبديلي آڻي نه سگهيو آهي. نيٺ پنجن ڇهن مريضن کي تپاسڻ ڪانپوءِ گهر هليو ويندو آهي ۽ باقي مريضن کي سندس نائب تپاسيندو آهي.

گهر پهچندي ئي هو ان خوشگوار احساس سان، ته خدا جو شڪر جو نجي پريڪٽس کان زمانو ٿيو جو سندس جان ڇٽل آهي ۽ ڪوبه ڪيس تنگ ڪرڻ نه ايندو، پنهنجي ڪتابن واري دنيا ۾ گم تي ويندو آهي. هو سدائين تمام گهڻي اطمينان ۽ خوشيءَ پرئي احساس سان حد کان وڌيڪ مطالعو ڪندو آهي. سندس اڌ پگهار ڪتابن تي خرچ ٿي ويندي آهي ۽ گهر جي ڇهن ڪمرن مان ٽي رڳو ڪتابن ۽ پراڻن رسالن سان

سٽيل آهن. سندس مطالعي جو پسنديده موضوع تاريخ ۽ فلسفو آهي. هو فقط هڪ طبي رسالي "ڊاڪٽر" جو خريدار آهي، جنهن جو مطالعو هو سدائين آخري صفحي کان شروع ڪندو آهي. هو ڪلاڪن تائين پڙهندو رهندو آهي تہ بہ ٿڪ محسوس نہ ڪندو آهي. سندس مطالعي ۾ جلدي جلدي صفحا اٿلائڻ جو اهو انداز ناهي جيڪو ڪنهن زماني ۾ ايوان دميترچ جو هو. هو آهستي آهستي سمجهي پڙهندو آهي ۽ اڪثر انهن مرحلن تي ترسي پوندو آهي جتي يا تہ تمام گهڻو خوشگوار احساس محسوس ڪندو آهي، يا وري هن لاءِ ڪا ڏکيائي پيدا ٿيندي آهي. ڪتاب پرسان ٿي شيشي جي صراحيءَ ۾ وادڪا رکيل هوندي اٿس. هو هر اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڪتاب جي تان نظر هٽائڻ بنا، گلاس ۾ شراب اوتي پيئندو آهي ۽ هٿوراڙيون ڏئي ميوي جي ڦار ڪٽي ڪائيندو آهي.

ٽي وڳي آهستي آهستي رنڌڻي جي در تي پهچي هلڪي انداز ۾ کنگهندي چوندو آهي: "او داريا! مانيءَ متعلق ڇا خيال آهي؟"

بد سليقي انداز ۾ لڳايل بي ذائقي مانيءَ سان منهن ڏئي اندريئي يفيمچ پنهنجي ٻانهن کي ڇاتيءَ تي موڙي مختلف ڪمرن ۾ پسار ڪرڻ ۽ سوچڻ شروع ڪندو آهي. پٽ واري گهڙي شام جا چار وڄائيندي آهي، پوءِ پنج، پر سندس پسار ۽ سوچڻ جو سلسلو جاري رهندو آهي. ٿوري ٿوري دير ۾ رنڌڻي جو دروازو چيڪاٽ ڪندو آهي ۽ داريا جو بدنما چهرو ظاهر ٿيندو آهي.

"اندريئي يفيمچ! اوهان کي بيئر تہ نہ گهرجي؟" هوءَ تشويش واري لهجي ۾ پڇندي آهي.

"نہ اجا وقت نہ ٿيو آهي." هو جواب ڏيندو اٿس "ٿوري دير ڪانپوءِ..."

سانجهہ ٿيڻ لڳندي آهي تہ پوسٽ ماسٽر ميخائل آوريانچ، جيڪو ڳوٺ جو واحد ماڻهو آهي جنهن جو ساٿ اندريئي کي بار نہ لڳندو آهي، ساڻس ملڻ ايندو آهي. ميخائيل آوريانچ پنهنجن چڱن ڏينهن ۾ سرنديءَ وارو زميندار هو. هن گهوڙي سوار دستي ۾ پڻ خدمتون سرانجام ڏنيون هيون. پر ڏکيا ڏينهن جو آيس تہ اهڙا جو هن ويلن جي مانيءَ لاءِ پوڙهائپ ۾ ٽپال ڪاتي ۾ نوڪري ڪرڻي پيس. ڏسڻ ۾ ڪڙوتڙو، گهاٽيون وڏيون اڇيون مڇون، سڌريل ۽ ڍنگائتو، آواز ڪافي اوچو پر تمام گهڻو خوشگوار تمام گهڻو نيڪ ۽ شريف ماڻهو آهي، پر مزاج جو تمام گهڻو تيز آهي. ٽپال گهر ۾ ڪنهن بہ شخص ساڻس ڪنهن ڳالهہ تي اختلاف ظاهر ڪيو يا هرويرو بحث ڪيو تہ سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي. جسم ڪنبڻ لڳندو اٿس ۽ ٻي گهڙيءَ سندس زوردار رڙ سڄي ماحول تي ڇانئجي ويندي آهي. "خاموش! " اهوئي سبب آهي جو گهڻي عرصي کان ٽپال ڪاتي کي فتح ٿي نہ سگهجندڙ قلعو سمجهيو ويندو آهي. ميخائيل آوريانچ اندريئي يفيمچ جي علميت، شرافت ۽ وسيع خياليءَ سبب کيس پسند ڪندي سندس عزت ڪندو آهي. باقي سمورن کي هو ڪمتر سمجهندي کين ڌڪار سان ڏسندو آهي.

"ڏيو منهن، آءٌ نازل ٿي ويس !" هو ڪمري ۾ داخل ٿيندي ٿي زورائتي رڙ ڪندو آهي." منهنجا دوست! شايد اوهين مون مان تنگ اچي ويا هوندا، ها نہ؟"

"بلڪل نہ. قطعي نہ." ڊاڪٽر ورندي ڏيندو آهي. "چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا تہ اوهان سان ملي تمام گهڻي خوشي محسوس ڪندو آهيان."

ٻئي دوست مطالعي واري ڪمري ۾ صوفا تي ويهي ڪجهہ دير تائين خاموشيءَ سان سگريٽ ڇڪيندا آهن.

"او داريا! ڪجهہ بيئر پيئجي تہ ڪيئن...... ؟" ڊاڪٽر چوندو آهي.

پهرين بوتل ساڳي خاموشيءَ ۾خالي ٿي ويندي آهي. ڊاڪٽر اداس ۽ گم سم نظر ايندو آهي، جڏهن تہ ميخائيل آوير يانچ انتهائي خوش. بلڪل ان شخص جيان جيڪو چوڻ ڪا مسخريءَ واري ڳالهہ ڪرڻ وارو هجي. ڳالهہ ٻولهہ جي شروعات اڪثر ڊاڪٽر ئي ڪندو آهي.

"آهي نہ ڏک جي ڳالهہ !" هو ڪنڌ جي هلڪي ڌوڻ سان پنهنجي دوست جي ڇهري ڏانهن ڏسڻ بنا (ڪنهن جي ڇهري ڏانهن هو ڪڏهن ڏسندو ئي ناهي) جهيڻي آواز ۾ آهستي آهستي چوڻ شروع ڪندو آهي." آءٌ نوجوان پيارا ميخائيل آويريانچ! آهي نہ ڏک جي ڳالهہ تہ اسانجي ڳوٺ ۾ هڪ بہ اهڙو ماڻهو ناهي، جنهن کي دلچسپ ۽ دانشوراڻين ڳالهين جي ذري بہ پرواهہ هجي يا ڪو انجي اهليت رکندو هجي؟ اها اسانجي حد کان وڌيڪ محرومي آهي. حالت اها آهي جو تعليم يافتہ طبقا بہ معمولي شين کان مٿيرا نٿا ٿيو سگهن ۽ آءٌ اوهانکي پڪ ٿو ڏياريان تہ سندن ذهني ارتقا ڪنهن بہ لحاظ کان هيٺئن طبقي کان بهتر ناهي."

"صحيح آهي. آءٌ سئو سيڪڙو سهمت آهيان."

"يقينن اوهانکي خبر آهي". ڊاڪٽر ساڳي انداز ۾ آهستي آهستي ڳالهہ جاري رکندو آهي -" تہ انساني ذهن جي اعليٰ ۽ مقدس روحاني اظهارن کانسواءِ دنيا جي هر شيءِ غير اهم ۽ غيردلچسپ آهي. اهو ذهن ئي تہ آهي جيڪو انسان ۽ حيوان جي وچ ۾ حد بنديءَ واري ليڪ ٿو ڇڪي. انساني مقدس فطرت جي جهلڪ ڏيکاريندو آهي ۽ هڪ لحاظ کان غير موجود ابدي حيات جي بہ جاءِ والاريندو آهي. انهيءَ مهاڙيءَ کان اڳتي وڌي اوهين چئي سگهو ٿا تہ ذهن ئي خوشيءَ جو اڪيلو ذريعو آهي. اسين پنهنجي ماحول ۾ ذهن جهڙي ڪنهن بہ شيءِ کي نٿا ڏسون ۽ نہ وري ان بابت ڪجهہ ٻڌون ٿا، جنهن جو مطلب اهو آهي تہ اسين خوشين کان محروم آهيون. اهو سچ آهي تہ ڪتاب اسانجا ساٿي آهن پر ڪتاب ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ نجي رابطي جي جاءِ تہ نٿا والاري سگهن. جيڪڏهن اوهين مونکي هڪ تشبيهہ استعمال ڪرڻ ڏيو، مونکي پڪ آهي تہ اها هوندي تہ اڻ وڻندڙ. تہ آءٌ عرض ڪيان تہ ڪتاب ڇپيل سنگيت آهن ۽ زباني ڳالهہ ٻولهہ سريلا گيت."

"بلڪل صحيح ٿا فرمايو."

سانت ڇانئجي ٿي وڃي. داريا ڇهري تي ٻي زبان پيڙا جا تاثر سجائي رنڌڻي مان نڪري دروازي تي اچي بيهي ٿي، ڳل ترڻيءَ تي ٽڪائي سندن ڳالهيون ٻڌڻ ٿي لڳي.

"آهہ". ميخائيل آويريانچ ٿڌو ساهہ ٿو ڀري- "۽ اوهانجو ڇا خيال آهي، اڄڪلهہ ماڻهن جي ميڄالن ۾ ذهن بہ هوندا آهن!؟"

۽ هو گذريل وقتن جا قصا شروع ڪري ڏيندو آهي، جڏهن زندگي صحتمند، خوشين ڀري ۽ دلچسپ هئي. هو اڳاٽي وقت جي پڙهيل لکيل روسين جون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪندو آهي، جيڪي مان مرتبي ۽ دوستيءَ تي جان اربي ڇڏيندا هئا. ماڻهو بنا ڪنهن لکت پڙهت جي هڪبئي کي وڏيون رقمون اوڌر ڏيندا هئا ۽ ڪنهن دوست کي سندس پريشانيءَ ۾ هن جي ڪم نه اچڻ کي شرمناڪ حرڪت سمجهندا هئا. فوجي معرڪا، مهمون، چڙهايون، راتاها، دوستيون، عورتون، ۽ قفقاز - ڇا شاندار ڌرتي هئي! هڪ بٽالين ڪمانڊر جي زال ڪيڏي نه مست هئي! هر شام آفيسرن جو يونيفارم پائي اڪيلي سر گهوڙو ڊوڙائيندي جبلن ڏانهن نڪري ويندي هئي. ماڻهن جو خيال هو ته هن ڪنهن ڪوهستاني ڳوٺ جي ڪنياز سان ياري ڳنڍي هئي.

”اوهه، مقدس ماءُ. . . “ داريا ٿڌو ساهه ٿي ڀري.

”۽ ڪهڙيون ڪهڙيون مئي نوشيون ٿينديون هيون! ڪهڙيون ڪهڙيون دعوتون! ۽ ڪيڏا سورهه ۽ آزاد خيال هوندا هئاسين اسين سڀئي!“

اندريئي يفيمچ سندس ڳالهيون نه ٻڌڻ جيان ٻڌندو ٿو رهي. هو بيئر جا ڍڪ ڀريندي بيو ڪجهه سوچيندو ٿو رهي.

”آءُ اڪثر ڏاهن ماڻهن جي سپنن ۾ گم رهندو آهيان. ساڻن ڪچهريون ڪندو آهيان.“ اوچتو هو ڳالهه ڪٽيندي ڳالهائيندو آهي. ”منهنجي پيءُ مونکي شاندار تعليم ڏياري هئي پر ستين ڏهاڪي جي خيالن کان متاثر ٿي هن مونکي ڊاڪٽري پڙهڻ تي مجبور ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان ته جيڪڏهن انهن ڏينهن ۾ پنهنجي پيءُ جي خواهش آڏو هٿيار ڦٽا نه ڪريان ها ته اڄ پڪ سان ڪنهن دانشوراڻي تحريڪ جو سرواڻ هجان ها، يا وري ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندڙ عملي ۾ هجان ها. ظاهر آهي ته ذهن سدا حيات ناهي، ٻين شين جيان اهو به فاني آهي. پر پوءِ به ،جيئن آءُ اوهان آڏو وضاحت ڪري چڪو آهيان، ته مون وٽ ذهن جي تمام گهڻي اهميت آهي. زندگي هڪ مصيبت ڀرئي ڪنڊيدار پڃري ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي. جيئن ئي ڪو دانشور ذهني بلوغت جي منزل تي رسي شعوري سوچ ويچار جي قابل ٿيندو آهي، تيئن ئي هو محسوس ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نه سگهندو آهي ته هو هڪ ڪنڊي دار پڃري ۾ بند ٿي ويو آهي، جنهن کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪو در ناهي. جيڪڏهن اوهين غور ڪريو ته يقينن ان نتيجي تي پهچندؤ ته ڪيس سندس مرضيءَ بنا ۽ رڳو اتفاقي سببن ڪري عدم وجود کان وجود ۾ آندو ويو آهي... ڇا جي لاءِ ؟ جيڪڏهن هو پنهنجي وجود جو مفهوم ۽ مقصد ڄاڻڻ جي ته ڪوشش ڪندو آهي ته يا ته ڪيس ڪو جواب نه ملندو آهي يا وري مختلف فضول ڳالهين ۾ ڪيس منجهايو ويندو آهي. هو هر هر ٺڪ ٺڪ ڪندو آهي پر پڃري جو در ڪير به نه کوليندو آهي ۽ نيٺ موت اچي ڪيس پنهنجن ڇنبن ۾ جڪڙيندو آهي ۽ اهو به سندس مرضيءَ جي خلاف. ۽ جيئن گڏيل بدقسمتي سان متحد قيدي هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ جو موقعو حاصل ڪري ٿورڙو خوش ٿي وٺندا آهن. ساڳيءَ طرح مطالعي ۽ تجزئي جو رجحان رکندڙ فرد هڪ ٻئي ڏانهن ڇڪبا آهن ۽ ڪنڊي دار پڃري ۾ پنهنجي بند هئڻ جو احساس ڪرڻ بنا اوچن ۽

غيرفائديمند خيالن جي متاسنا ڪري وقت گذاريندا آهن. ان لحاظ ڪان ذهن لاثاني اطمينان جو وسيلو آهي."

"بلڪل صحيح".

اندريئي يفيمچ پنهنجي مخاطب سان اکيون نہ ملائيندي ساڳئي جهيڻي آواز ۾ هبڪندي ڏاهن ماڻهن ۽ ساڻن ڳالهائي حاصل ٿيندڙ سرهائيءَ متعلق ڳالهيون ڪندو رهندو آهي. ميخائيل آويريانچ سندس ڳالهيون غور سان ٻڌي ڪيڏي ڪيڏي مهل پنهنجي "بلڪل صحيح" يا "بلڪل سچ" جو اضافو ڪندو رهندو آهي.

"پر اوهين روح جي سداحيات هئڻ ۾ ويساهہ نٿا رکو ڇا؟" پوسٽ ماسٽر اوچتو پڇي ٿو.

"نہ منهنجا پيارا - نہ آءٌ ويساهہ ٿو رکان ۽ نہ ئي مون وٽ ان لاءِ ڪو سبب ئي آهي."

"سچ پڇو تہ مونکي بہ ان بابت شڪ آهي. مونکي تہ ائين محسوس ٿيندو آهي تہ آءٌ ڪڏهن مرندس ئي نہ. ڪڏهن وري آءٌ پنهنجو پاڻ کي چوندو آهيان : "پوڙها مڙس، هاڻ موت جي گهڙي ويجهي اچي وئي آهي" ! پر ڪو جهيڻو آواز سرباٽ ڪندو اٿم : "ان تي يقين نہ ڪجانءِ، تون ڪڏهن بہ نہ مرندين!..."

نائين وڳي ڪان پوءِ ميخائيل آويريانچ ڪانئس موڪلائيندو آهي. هو وڏي ڪمري ۾ بيٺي بيٺي پنهنجو ڳورو ڪوٽ پائيندي ٿڌو ساهہ ڀري چوندو آهي: "تورو سوچيو تہ قسمت اسانکي ڪهڙي دوزخ ۾ آڻي ڦٽو ڪيو آهي! ان ڪان بہ واهيات ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسانکي مرڻو بہ هتيئي پوندو! هونهہ!..."

دوست کي دروازي تائين موڪلائڻ ڪانپوءِ اندريئي يفيمچ ٻيهر پنهنجي ميز آڏو پڙهڻ شروع ڪري ڏيندو آهي. هاڻ رات جي سانت ۾ ڪوبہ آواز رنڊڪ نہ پيو وجهي. لڳي ٿو تہ خود وقت بہ بيهي رهيو آهي ۽ ڊاڪٽر ۽ پنهنجي ڪتاب کي جانچي رهيو آهي، ڇڻ ان ڪتاب ۽ سائي پاڇولي واري ليمپ ڪانسواءِ دنيا ۾ ٻيءَ ڪنهن شيءِ جو وجود ئي نہ هجي. ڊاڪٽر جو رکو ۽ هارياڻو چهرو آهستي آهستي مرڪ سان، جيڪا انساني ذهن جي اظهارن سان سندس پريت ۽ احترام جو عڪس آهي، چمڪي اٿي ٿو. هو سوچي ٿو تہ انسان سداحيات ڇو ناهي؟ آخر ڇو؟. آخر ذهن جي انهن سمورن مرڪزن ۽ تهن جو، ٻڌڻ، ڳالهائڻ، پاڻ سڃاڻڻ ۽ غيرمعمولي ڏاهپ جو وجود ئي ڇا جي ڪاڻ، جيڪڏهن انهن سمورن کي هڪ نہ هڪ ڏينهن مٽيءَ ۾ ملڻوآهي ۽ نيٺ ڌرتيءَ جي پاڙن ۾ پيهجي ڪنهن مقصد ۽ سبب بنا اربين سالن تائين سج جي چوڦير گردش ئي ڪندو رهڻو آهي!؟ يقينن اهو ضروري نہ هو تہ ائين ئي سرد ٿيڻ ۽ گردش ڪندو رهڻ لاءِ انسان کي سندس شاندار ذهن سان وجود ۾ آندو وڃي ۽ پوءِ انکي ڪنهن تلخ مذاق سان مٽيءَ ۾ بدلايو وڃي!

تغير ڪامل! ڪنهن ڪانٽر ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن کي ان ڳالهہ سان سڪون ۽ اطمينان حاصل ٿي پيو سگهي تہ هو سداحيات ٿيڻ بدران مٽيءَ ۾ بدلجي وڃي؟ قدرت ۾ جيڪي عمل غير شعوري طور تي جاري رهندا آهن آهي تہ انساني بيوقوفين جي عمل

ڪان بہ هيٺينءَ سطح جا هوندا آهن. چاڪاڻ جو بيوقوفيءَ ۾ بہ ڪنهن حد تائين شعور ۽ مرضيءَ جو دخل هوندو آهي، جڏهن تہ قدرتي عمل پنهنجي پس منظر ۾ بلڪل ڪورا ۽ خالي هوندا آهن. رڳو ڪو ڪانئر ئي، جنهن ڪي موت جو پوءِ پنهنجي خودداريءَ ڪان وڌيڪ هجي، پنهنجو پاڻ ڪي ان خيال سان تسڪين ڏئي سگهي ٿو تہ سندس جسم گاهہ جي ڪنهن ڪک ۾، ڪنهن پٿر ۾، ڪنهن ڏيڏر ۾ جيئرو رهندو. ان تغير ڪامل ڪي سدا حيات سمجهڻ ايترو ئي ڪل جوڳو ٿيندو جيترو ڪنهن وائلن جي ٽٽڻ ۽ بيڪار ٿي وڃڻ ڪان پوءِ سندس پاهرئين خول جي شاندار مستقبل بابت پيش گوئي ڪرڻ.

گهڙيال جڏهن بہ ڪلاڪ پوري ٿيڻ جو اعلان ڪندو آهي، اندريئي يفيمچ آرام ڪرسيءَ سان پٺي لڳائي پنهنجن خيالن تي غور ڪرڻ لاءِ ڪن پل اکيون بوٽي ڇڏيندو آهي. هاڻ هاڻ جيڪو ڪتاب سندس مطالعي ۾ هو، انجي اوچن آدرشن ڪان متاثر ٿيندي هو پنهنجي پراڻي ۽ هاڻوڪي زندگيءَ جو تجزيو ڪرڻ لڳي ٿو. ماضيءَ ڪان ذڪار جا جذبا تا پيدا ٿينس ۽ ان بابت ڪجهہ نہ سوچڻ ڪي ئي ترجيح ٿو ڏئي. باقي رهيو حال، تہ اهو ماضيءَ جهڙو ئي آهي. ڪيس خبر آهي تہ هن مهل جڏهن سندس خيال سرد زمين سان گڏ سج جي چوگرد چڪر پيا لڳائين تہ ساڳئي پل وڏي عمارت ۾ سندس ڪمرن ڪان ڪجهہ ئي فاصلي تي ماڻهو بيماريءَ ۽ غلاظت سببان هيٺان ٿيندا هوندا. شايد نيڪ انهيءَ پل ڪو شخص جاڳندو هوندو ۽ پنهنجو پاڻڪي ڪيڙن ماڪوڙن ڪان بچائڻ لاءِ هٿ پير هٽي رهيو هوندو. ڪنهن بئي ڪي هاڻ هاڻ ئي حمره جي مرض جو حملو ٿيو هوندو يا زخم تي ڇڪي بڌل پٽيءَ سبب سور وگهي دانهيندو هوندو ۽ شايد ڪجهہ مريض وادڪا پيئندي نرسن سان تاش ڪيڏي رهيا هوندا. گذريل سال بارهن هزار عورتن ۽ مردن کي دوکو ڏنو ويو. اسپتال جي زندگي اڄ بہ ويهہ سال اڳ جيان چوريءَ، دنگي فساد، چاڙي بازيءَ، جانبداريءَ ۽ شرمناڪ عطائي پٽي تي بڌل آهي. اسپتال اڄ بہ بدمعاشيءَ جو اڏو ۽ ڳوٺ واسين جي صحت لاءِ سخت هاجيڪار آهي. اندريئي يفيمچ کي خبر آهي تہ وارڊ نمبر ڇهين ۾ لوهي سيخن پويان نيڪيتا مريضن کي مارڪٽ ڪندو آهي ۽ موئي سيئڪا پنڻ لاءِ روز رستن تي پٽڪندو رهندو آهي.

هو اهو بہ ڄاڻندو آهي تہ پوين پنجويهن سالن ۾ طب جو علم تمام گهڻو وڌيو ويجهيو آهي. يونيورسٽيءَ جي شاگرديءَ واري دور ۾ کيس لڳندو هو تہ طب جي علم جو بہ جلد ئي ڪيميا ۽ مافوق الطبعيات جهڙو ئي حشر ٿيندو، پر هاڻ راتين جي مطالعي دوران اهو ساڳيو علم طب کيس تمام گهڻو متاثر ڪندو آهي ۽ سندس اندر ۾ اٿل پٿل پيدا ڪندو آهي، جيڪا وجد جي نشاني ئي ٿي پئي سگهي. واقعي کهڙي نہ غير متوقع تبديلي، ڪيڏو نہ شاندار انقلاب آهي! حيرت انگيز دوائن وسيلي اڄ اهڙا آپريشن بہ ڪيا پيا وڃن جن کي خود عظيم پيروگوف تائين مستقبل ۾ پڻ ناممڪن تصور ڪيو ويندو هو. معمولي زيمستوو ڊاڪٽر بہ گوڏي جي ڊڪٽيءَ جو آپريشن ڪندي هٻڪن نٿا. پيٽ جي آپريشن ۾ سون مان ڪو ورلي هڪ مريض موت جو ڪاج بڻجي ٿو - ۽ پٿريءَ کي تہ اهڙي معمولي شيءِ سمجهيو پيو وڃي جو ڪنهن ڇپيل مضمون ۾ انجو ذڪر بہ نٿو

ڪيو وڃي. آتشڪ کي پاڙان پٽڻ ممڪن ٿي پيو آهي. تنهن ڪانسواءِ توارث جو نظريو آهي، هپناٽزم آهي، پاستير ۽ ڪاخ جون ايجادون آهن، هائيجين، انگن اکرن جو اعليٰ انتظام ۽ اسانجي روسي زيمستوو جون طبي تنظيمون آهن. مرض جي جديد درجي بنديءَ سان گڏوگڏ دماغي مرضن جي چڪاس جا طريقا ۽ علاج. اهو سڀ ڪجهه ماضيءَ جي پيٽ ۾ ايلبروس جبل جهڙو اوچو آهي. دماغي مريضن کي هاڻ نه ٿڌي پاڻيءَ سان پچايو ٿو وڃي ۽ نه ئي کين ايترو زور سان تاٽيل ڪوٽ پهرايا ٿا وڃن جو سندن هٿ سوڳها ٿي وڃن. ساڻن انسانن جهڙو ورتاءُ ڪيو ٿو وڃي ۽ اڪثر اخبارن ۾ ايندو آهي ته سندن تفريح لاءِ ٿيئٽر جا پروگرام ۽ ناچ گانا ڪرايا ٿا وڃن. اندريئي يفيمچ کي خبر آهي ته جديد خيالن ۽ ذوق سبب وارڊ نمبر ڇهين جهڙي لعنت جوڳي هنڌ جو وجود فقط ڪنهن اهڙي ڳوٺ ۾ ئي ممڪن ٿي پيو سگهي جيڪو ويجهي ترين ريلوي اسٽيشن کان ٻه سئو ورسٽ پري هجي، جتي ميونسپلٽيءَ جو چيئرمين ۽ ميمبر نالي ماتر ئي پڙهيل لکيل هجن، جن لاءِ ڊاڪٽر ڪنهن وڏي بشپ جهڙو هوندو آهي، جنهن جي هر ڳالهه تي آمنا صد قنا ڪرڻ گهرجي، پوءِ پيل هو مريض جي نڙيءَ ۾ پگهرندڙ شيهو ئي ڇو نه اوتيندو هجي. ڪو ٻيو هنڌ هجي ها ته شهري ۽ اخبارون ان ننڍڙي باسٽيل کي ڪڏهوڪو ميساري ڇڏيا هجن ها.

”پر فائدو ڇا ٿيو؟“ اندريئي يفيمچ اکيون ڦاڙي پنهنجو پاڻ کان سوال ٿو ڪري.” نيٺ ٻه ان سموري مان هڙ حاصل ڇا ٿيو؟ حيرت انگيز دوائون، ڪاخ ۽ پاستير ڪا به تبديلي آڻي نه سگهيا. مرض ۽ موت جو سلسلو اڄ به اڳي جيان جاري آهي. ٿيئٽر ۽ ناچ گانن جو دماغي مريضن لاءِ انتظام ضرور ڪيو ويندو آهي، پر هو جتي بند آهن اتان آزاد نٿا ڪيا وڃن. انڪري اهو سڀڪجهه اٽڪلو ۽ هيچ آهي ۽ ويانا جي بهترين اسپتالن ۽ منهنجي هن واهيات اسپتال ۾ ڪو بنيادي فرق نٿو رهي.“

پوءِ به ڏک ۽ ريس سان ملندڙ جلندڙ هڪ جذبو کيس ان معاملي ۾ اڻ ڏريو رهڻ کان روڪي ٿو. پر اهو جذبو شايد ٿڪ کان بيحال ٿيڻ جو نتيجو آهي. هو پنهنجو مٿو ڪتاب جي صفحي تي رکي ٿو ڇڏي ۽ ڪجهه آرام جي خيال سان هٿن کي ڳل هيٺان رکي بيهر سوچڻ ٿو لڳي : ”آءٌ هڪ خراب مقصد جي خدمت پيو ڪريان. جن کي دوکو ٿو ڏيان انهن کان ئي پگهار ٿو اگاڙيان. آءٌ ته سڌوسنئون بي ايمان آهيان. ضلعي ۾ سموري جا سمورا آفيسر بد افعالا آهن ۽ هٿ تي هٿ رکي ويهڻ جو پگهار ٿا وصول ڪن... تنهنڪري پنهنجي بي ايمانيءَ لاءِ ڏوهاري آءٌ نه پر منهنجو هي دور آهي. جيڪڏهن آءٌ ٻه سئو سال پوءِ ڄمان ها ته بلڪل مختلف فرد هجان ها.“ گهڙي ٽي وڄائيندي آهي ته هو ليمپ اجهائي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ڏانهن هليو ويندو آهي. رهيو ننڊ جو معاملو، ته اها سندس اکين کان ڪوهين ڏور هوندي آهي.

ٻه سال اڳ زيمستوو تي سخاوت جو دورو پيو هو. ان اسپتال جي طبي عملي ۾ اضافي جي سلسلي ۾ ٽي سئو روبل ساليانيءَ جي منظوري ان وقت تائين جي لاءِ ڏني جيستائين زيمستوو جي پنهنجي اسپتال نه کلي- ۽ ضلعي ميونسپلٽيءَ جي ميڊيڪل آفيسر يوگيني فيدورچ جون خدمتون حاصل ڪيون ويون ته جيئن هو اندريئي يفيمچ جي مدد

ڪري سگهي. نئون ڊاڪٽر ٽيهن سالن کان بہ گهٽ ڄمار جو آهي. ڊگهو قد، سانورو رنگ، ڇهري جون ويڪريون هڏيون ۽ اکيون ننڍيون - ڏسڻ ۾ روسي نسل جو لڳندو ئي ناهي. هو ڳوٺ ۾ بلڪل خالي کيسن، هڪ ننڍڙيءَ صندوق ۽ هڪ ڪوجهيءَ نوجوان عورت سان گڏ آيو، جنهن جي هنج ۾ ٻار هو ۽ ان کي هن پنهنجي بورچياڻي ٿي ظاهر ڪيو. يوگيني فيدورچ ڇڄي دار ٽوپي، لانگ بوٽ ۽ سياري ۾ رڇ جي کل وارو پوستين پائيندو آهي. طبي نائب سرگيئي سرگيئچ ۽ خزانچيءَ سان تہ هن ايندي شرط ئي دوستي ڳنڍي ورتي پر اسپتال جي باقي آفيسرن کي نہ ڄاڻ ڇو امير طبقي جو فرد سڏيندي کائنئن پري رهندو هو. سندس گهر ۾ هڪ ئي ڪتاب هو: ” ويانا جي ڪلينڪ جا تازا ترين نسخا- ڇاپو 1881ع“ جنهن کي پاڻ سان گڏ رکڻ بنا هو مريض نہ تپاسيندو هو. شام جو ڪلب ۾ هو بليئرڊ کيڏندو آهي، پر تاش سان سندس پوي ئي ڪونہ. کيس ”اهو تہ تمام گهڻو بي ڊنگو معاملو آهي!“ يا ”اڙي اچو بہ، انسان تہ نهيو ئي خوش ٿيڻ لاءِ آهي.“ جهڙا جملا استعمال ڪرڻ جو گهڻو شوق آهي.

هر هفتي ۾ ٻہ ڀيرا اسپتال ويندو آهي، جتي مختلف واردن ۾ گشت ڪرڻ کانسواءِ ٻاهريان مريض ڏسندو آهي. کيس اهو ڏسي تمام گهڻي ڪاوڙ ايندي آهي تہ اسپتال ۾ نيون ۽ ٻاڪمال دوائون بلڪل ناهن ۽ رت ڪڍڻ لاءِ پيالن جهڙن گلاسن جي تمام گهڻي کوٽ آهي. هو ڪو نئون طريقو ان ڊپ ڪري لاڳو نہ ڪندو آهي تہ متان اندريئي يفيمچ ناراض نہ ٿي پوي. کيس پڪ آهي تہ سندس ساٿي اندريئي يفيمچ بي ايمان آهي ۽ کيس شڪ آهي تہ هن ڪافي دولت گڏ ڪئي هوندي ۽ دل ئي دل ۾ هن سان ريس بہ ڪندو آهي. هو اندريئي يفيمچ کي هٽائي وڏي خوشيءَ سان سندس جاءِ ولارڻ لاءِ تيار آهي.

بسنت اچي چڪو هو، مارچ جا آخري ڏينهن هئا ۽ سانجهہ سمو - برف زمين تان غائب ٿي چڪي هئي. اسپتال جي اڱڻ ۾ ميناڻون ڇهڪي رهيون هيون جو ڊاڪٽر پنهنجي پوسٽ ماسٽر دوست کي ڦاٽڪ تائين ڇڏڻ ويو. عين ان وقت يهودي موئي سيئڪا پنهنجي معمول جي گشت تان موٽيو پئي. ڦاٽڪ ۾ داخل ٿيو- متو اگهاڙو، اگهاڙن پيرن ۾ رڳو جوتن مٿان پاتڻ جا ربڙ وارا دستانا ۽ هٿ ۾ هڪ ننڍڙو ٿيلهو جنهن ۾ خيرات ۾ مليل شيون رکيون هيون.

” هڪ ڪو پيڪ ڏي نہ!“ هن سيءَ ۾ ڪنبڻ جي باوجود مرڪندي ڊاڪٽر کي چيو.

اندريئي يفيمچ، جنهن کي انڪار ڪرڻ ايندو ئي نہ هو، کيس ڏهہ ڪوپيڪ جو سڪو ڏئي ڇڏيائين.

”ڪيڏو ايذائيندڙ آهي!“ هن يهوديءَ جي اگهاڙين ٽنگن ۽ ميرن گوڏن کي ڏسندي سوچيو، ”اهڙيءَ پنل ۽ ٿڌيءَ موسم ۾....“

هو رحم ۽ ڪراهت جي گاڏڙ ساڏڙ جذبن تحت يهوديءَ جو گنجي مٿي کان گوڏن تائين جو جائزو وٺندي سندس پويان پويان وارڊ نمبر ڇهين تائين آيو. ڊاڪٽر جي پير رکندي ئي نيڪيتا گند ڪچري جي ڍير تان ٽپ ڏئي هيٺ لٿو ۽ سڌو بيهي رهيو.

”شام بخير نيڪيتا“. هن پنهنجي مخصوص نرم لهجي ۾ چيو. ”ڇو نه هن يهوديءَ کي لانگ بوٽ يا ٻيو ڪجھ ڏجي، هنکي ٿڌ لڳي ٿي سگھي!“
”نيڪ آهي سائين، آءُ سپرينٽينڊنٽ صاحب کي عرض ڪندس.“
”ها ضرور. منهنجو نالو ونجانءِ. ڇئجانس ته اهو مون چيو آهي.“
لنگھه ڪان وارڊ ۾ اندر وڃڻ وارو در ڪليل هو. ايوان دميترچ پنهنجي پلنگ تي نوٽ تي ٽيڪ ڏئي ليٽي ان اڻجاتل آواز کي تمام گهڻي فڪرمنديءَ سان ٻڌي رهيو هو. اوچتو هن ڊاڪٽر کي سڃاڻي ورتو. ڪاوڙ ۾ ڪنبندي ٽپو ڏئي هيٺ لٿو ۽ ڊوڙي وارڊ جي وچ ۾ پهچي ويو. سندس چهرو تپي ڳاڙهو ٿي ويو هو ۽ اکين ڦوندارجي ويون هئس.
”اڙي ڊاڪٽر اچي ويو!“ هن دانهن ڪئي ۽ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو.“ نيٺ اچي ويو! آءُ اوهان صاحبن کي واڌايون ٿو پيش ڪريان. ڪيڏو ٿورو ڪيو اٿس جو اسانکي ڏسڻ آيو آهي! لعنت هجي بدمعاش تي!“ هن اهڙي غضبناڪيءَ سان. جيڪا پهريان ڪڏهن وارڊ ۾ نه ٻڌي نه ڏٺي وئي هئي، زمين تي زور سان پير هڻندي زورائتي رڙ ڪئي. ”ماري ڇڏيوس حراميءَ کي ! نه نه. مارڻ تمام گهٽ آهي! ڪاڪوس ۾ ڦٽو ڪريوس!“ اندريئي يفيمچ دروازي وٽ پهچي اندر جهاتي پائيندي آهستي پڇيو: ”ڇا جي لاءِ؟“
ايوان دميترچ قهر ڀريل نظرن سان هن ڏانهن وڌيو ۽ پنهنجي ڪنبندڙ جسم تي ڪپڙو ويڙهيندي چيائين : ”ڇاجي لاءِ!؟ چور ڪٿان جا!“ هن ڌڪار ڀرئي لهجي ۾ چيو ۽ چپن کي ائين پڪوڙيائين ڄڻ ٿوڪڻ تي چاهيائين. عطائي! جلاد!.“
”اوهين مشتعل نه ٿيو.“ اندريئي يفيميچ معذرتي انداز ۾ مرڪندي چيو، ”آءُ اوهانکي پڪ ٿو ڏياريان ته مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن به چوري ناهي ڪئي ۽ جيستائين ٻين جو تعلق آهي ته شايد اوهين گهڻي مبالغي کان ڪم پيا وٺو. آءُ ڏسان پيو ته اوهين مونکان ناراض آهيو. ٿورو سڪون کان ڪم وٺو ۽ ڪاوڙ ۽ گرميءَ بنا ٻڌايو ته آخري انهن رڙين جو سبب ڇا آهي؟“
”مونکي هت بند ڪري ڇو رکيو اٿوَ؟“
”انڪري جو اوهان بيمار آهيو!“
”جي ها، آءُ بيمار آهيان ۽ سوين ڇريا آزاد پيا ڦرن انجو سبب رڳو اهو آهي ته اوهان پنهنجي جهالت جي ڪري صحت مندن ۽ انهن ڇرين ۾ فرق ڪرڻ ڪان قاصر آهيو. ته پوءِ آءُ ۽ هي ٻيا اياڳا انسان. ٻين جي سزا لوڙيندڙ. قربانيءَ جي ٻڪرن جيان هتي قيد ڇو؟ خود توهين، اوهان جو نائب . اوهانجو انسپيڪٽر، اسپتال جي ڪمينن جو ٽولو اسان سيني جي مقابلي ۾ اخلاقي طور تي وڌيڪ ڪريل آهي ته پوءِ آخر اسين هتي ڇو آهيون، اوهين ڇو نه؟ ڀلا اها ڪٿان جي شرافت آهي؟“
اخلاقي قدرن ۽ شرافت جو ان معاملي سان ڪوبه تعلق ناهي. هر شيءِ جو دارومدار اتفاق تي آهي. جيڪي ماڻهو هت آندا ويندا آهن، هت رهندا آهن ۽ جيڪي نٿا آندا وڃن اهي پنهنجي آزادي ٿا ماڻين. اها آهي حقيقت ان سچائيءَ ۾ ته اوهين دماغي

مريض آهيو ۽ آءٌ ڊاڪٽر. نہ اخلاقيات جو هٽ آهي نہ ڪنهن شرافت جو. ان ۾ اتفاق ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ناهي.“

”ان قسم جي بڪواس منهنجي سمجھ کان ٻاهر آهي...“ ايوان دميترچ پلنگ تي ويهندي ڪوڪلي آواز ۾ چيو. موئي سيئڪا، جنهن جي ڊاڪٽر جي موجودگيءَ ۾ نيڪيتا جهڙتي وٺي نہ سگھيو هو. مانيءَ جا ٻور، ڪاغذ جا ٽڪرا ۽ هڏيون پلنگ تي پکيڙي ڇڏيون ۽ ٿڏ ۾ ڪنبندي يهودين جي ٻوليءَ ۾ ڳائڻ واري انداز ۾ پنهنجي سر ڳالهائڻ لڳو. شايد سوچيائين پئي تہ هن کو دڪان کولي ورتو آهي.

”مونکي هتان واپس وڃڻ ڏيو.“ ايوان دميترچ ڀُوري آواز ۾ چيو.

”اهو تہ آءٌ نہ ٿو ڪري سگھان.“

”چو نہ ٿا ڪري سگھو، نيٺ بہ ڇو؟“

”ڇاڪاڻ جو اهو منهنجي وس ۾ ناهي. پنهنجو پاڻ کان ٿي پڇو تہ جيڪڏهن آءٌ اوهان کي ڇڏي ڏيان تہ ان مان ورندو سرندو ڇا؟ فرض ڪيو تہ آءٌ اوهانکي ڇڏي ٿو ڏيان، تڏهن بہ ڳوٺ وارا ۽ پوليس جا ڪارندا اوهانکي جهلي واپس هتي ڇڏي ويندا.“

”ها - ها، اهو سچ آهي...“ ايوان دميترچ ڳل تي هٿ ڦيريندي چيو. ”عجيب پوائنٽو چڪر آهي! تہ پوءِ آءٌ ڇا ڪريان؟ ٻڌايو نہ، ڇا ڪريان؟“

سندس آواز ۾ نوجوانن جهڙي ڇهري، جنهن مان سندس منهن ڦٽائڻ جي باوجود ڏاهپ ٿي بکي، اندريئي يفيمچ کي متاثر ڪيو. هو ڪيس تسليءَ جا ٻہ ٻول چوڻ ۽ سندس پريشاني گھٽائڻ لاءِ ڪجھ ڪرڻ لاءِ بي چين ٿي ويو. نيٺ هن ايوان دميترچ وٽ پلنگ تي ويهي ڪجھ گھڙيون سوچڻ ڪانپوءِ چيو:

”اوهين مونکان ٿا پڇو تہ ڇا ڪرڻ گھرجي؟ بهترين صورت تہ فقط اها آهي تہ اوهين هتان ڀڄي جان بچايو. پر افسوس جو ان سان ورٽو سرٽو ڪجھ بہ ناهي، اوهانکي ٻيهر پڪڙيو ويندو. جڏهن معاشرو ڏوهارين، دماغي مريضن ۽ ٻين پريشان ڪندڙ فردن کان پنهنجو پاڻکي محفوظ رکڻ جو پهہ ڪري وٺندو آهي تہ پوءِ ڪيس ائين ڪرڻ کان ڪا بہ طاقت روڪي نٿي سگھي. هاڻ اوهان لاءِ فقط هڪ رستو ٿي ڪليل ٿو رهي : پنهنجو پاڻکي ان سچائيءَ سان ڳنڍي ڇڏيو تہ هت اوهانجي موجودگي ضروري آهي.“

”هيءَ جاءِ تہ ڪنهن جي لاءِ بہ چڱي نٿي ٿي سگھي.“

”جيئن تہ بنديخانن ۽ پاڳل خانن جهڙيون جايون موجود آهن، انڪري اهڙا فرد بہ موجود هوندا آهن جيڪي انهن کي ڀري سگھن. اوهين نہ هوندؤ تہ آءٌ هوندس، آءٌ نہ تہ ڪو ٻيو هوندو. انتظار ڪريو ڏور مستقبل جو، جڏهن نہ قيد خانا هوندا نہ پاڳل خانا. پوءِ لوهي سيخن وارين درين ۽ اسپتالي ڪپڙن جو وجود بہ ختم ٿي ويندو. اهو دور دير سوير پر ايندو ضرور.“

ايوان دميترچ جي چپن تي ڌڪار ڀري مرڪ تري آئي.

”اوهين تہ مذاق تي لهي آيا آهيو.“ هن پنهنجون اکيون تاڻيندي چيو: ”خود اوهان ۽ اوهانجي هن نائب نيڪيتا جهڙن صاحب لوڪن لاءِ مستقبل ڪهڙي اهميت ٿو رکي؟ پر

پڪ رکو، جناب اعليٰ! تہ بهتر دور ايندو ضرور. منهنجا خيال ٿي سگهن ٿا تہ مدي خارج هجن، ٿي سگهي ٿو تہ اوهانکي انهن تي ڪل اچي، پر نئين زندگيءَ جي پرهہ پنهنجي سموريءَ سگهہ سان ڦٽندي، سچائيءَ جو منهن مٿانهون ٿيندو ۽ اسين بہ روشني پسنداسين! آءٌ ڪٿي اها ڏسي نہ بہ سگهان، جو ان وقت تائين دنيا مان موڪلائي چڪو هوندس، پر بين جا پوٽا پڙ پوٽا انکي ضرور ڏسندا. آءٌ انهن سمورن جو دل جي گهراين سان آڌر ڀاءُ ٿو ڪريان ۽ خوش اهيان تہ سندن ڏينهن بدلجي ويندا. اڳتي وڌو خدا اوهانجو حامي ۽ مددگار ٿئي دوستو!"

ايوان دميترچ، جنهن جون اکيون چمڪي رهيون هيون، اٿي دريءَ ڏانهن پنهنجون ٻانهون پکيڙي هيجاني انداز ۾ پنهنجي ڳالهہ جاري رکي : "آءٌ سيخن جي پويان ڪان اوهانجي لاءِ نيڪ تمنائن جو اظهار ٿو ڪريان. سچائي زنده باد! آءٌ خوش آهيان."

"مونکي تہ خوش ٿيڻ جو ڪوبہ جواز نٿو نظر اچي." اندريئي يفيمچ چيو. ڪيس ايوان دميترچ جي اها بي انتها سرهائي ڪنهن حد تائين هيچ معلوم ٿي پر پوءِ بہ ان لاءِ هن مريض کي ڪافي پسند ڪيو. "بنديخانا ۽ پاڳل خانا پڪ سان هوندا ۽ سچائيءَ جو، جيئن اوهانکي چوندي خوشي پئي ٿئي، منهن مٿاهون ٿيندو پر ڪا بنيادي تبديلي نہ هوندي، قدرت جا قانون بلڪل ساڳيائي رهندا. ماڻهو اڄ وانگر ئي بيمار ٿيندا، پوڙها ٿيندا ۽ دنيا مان هليا ويندا. پرهہ اوهانجي زندگيءَ کي ڪيتري ئي چمڪ دمڪ سان ڇو نہ جرڪائي، پر پڇاڙي اهائي ٿيندي تہ اوهانکي تابوت ۾ بند ڪري زمين جي سوڙهيءَ کڏ ۾ وڌو ويندو."

"۽ سدا – حياتيءَ بابت ڇا خيال اٿوَ؟"

"رڳو بڪواس!"

"اوهين يقين نٿا رکو، پر آءٌ تہ رکان ٿو. دوستو وسکي يا شايد والٽيئر جي ڪنهن ڪردار چيو هو تہ، "جيڪڏهن خدا نہ هجي ها تہ ماڻهو ان کي گهڙي وٺن ها، ۽ مون کي پڪو ويساهہ آهي تہ جيڪڏهن ابدي حياتيءَ جهڙي ڪنهن شيءِ جو وجود ناهي تہ عظيم انساني ذهن دير سوير انکي ايجاد ڪري وٺندو."

"واهہ ! ڪيڏي پلي ڳالهہ ڪئي اٿو!" اندريئي ... خوشيءَ مان مرڪندي چيو، "ڪيڏي عاليشان ڳالهہ آهي تہ اوهين ايمان رکو ٿا! اوهان جهڙو با ايمان شخص بنديخاني ۾ بہ خوش رهي سگهي ٿو. ڇا اوهان ڪٿي تعليم حاصل ڪرڻ جي بہ زحمت ڪئي هئي؟"

"جي ها، آءٌ يونيورسٽيءَ جو شاگرد هئس، پر پنهنجي تعليم مڪمل ڪري نہ سگهيس."

"اوهين غور فڪر ڪندڙ شخص آهيو. اوهين تہ ڪهڙين بہ ڏکين حالتن ۾ پنهنجي سوچ ۽ خيالن جي دنيا ۾ سڪون حاصل ڪري سگهو ٿا. زندگيءَ جي مڪمل اپياس لاءِ آزاد ۽ اوچن آدرشن سان گڏوگڏ دنيا جي احمقاڻي دوڙ کان شديد ڌڪار- ان کان بهتر نعمتون تہ انسان کي اڃا تائين حاصل نہ ٿيون آهن. اوهين دنيا جي سمورين شيخن

وارين درين هوندي بہ انهن نعمتن کي ماڻي سگهو ٿا. ڊيوگينس ڪاٺ جي ڪوڪي ۾ رهندي بہ بادشاهن کان وڌيڪ خوش ۽ پرسڪون هو."

"اوهانجو ڊيوگينس گڏهہ هو." ايوان دميترچ بيزاريءَ مان چيو. "اوهين ڊيوگينس يا ڪنهن نہ ڪنهن شيءِ جي ڄاڻ بابت مون کي ڇو پيا ٻڌايو؟ هن اوچتو ميڇرجي تيزيءَ سان اٿندي چيو: "آءٌ زندگيءَ سان پيار ڪندو آهيان، بي انتها پيار! آءٌ مسلسل ايذاءَ جي خبط جو شڪار آهيان. پريشان ڪن ڊپ مون کي لاڳيتو تڙقائي رهيا آهن. پر اهڙا پل بہ ايندا آهن جڏهن جياپي جا تاوَ مون کي بي وس ڪري ڇڏيندا آهن ۽ تڏهن ڊپ ٿيندو اٿم تہ ڪٿي سچ پچ چريو نہ ٿي پوان. آءٌ جيون جو خواهش مند آهيان، تمام گهڻو خواهش مند!"

هن هيجاني حالت ۾ ڪمري ۾ پسار ڪندي جهيڻي آواز ۾ چيو :

. ڪڏهن ڪڏهن سپنن ۾ مونکي جن نظر ايندا آهن- ماڻهو مونسان ملڻ ايندا آهن- ماڻهن جا آواز ۽ سنگيت منهنجي ڪنن ۾ گونجندا آهن ۽ مونکي محسوس ٿيندو آهي تہ ڄڻ ڪنهن جهنگل يا سامونڊي ڪناري تي بيٺل آهيان ۽ جيون جي ڇهل پهل لاءِ سوچڻ لاءِ اٻهرو ٿي اٿندو آهيان.... مونکي ٻڌايو تہ هوڏانهن ڪٿي ڇا پيو؟" اوچتو هن پڇيو. "ٻاهرين دنيا ۾ ڇا پيو وهي واپري؟"

"اوهين فقط اسانجي ڳوٺ متعلق ڄاڻڻ ٿا چاهيو، يا سڄي دنيا متعلق؟"

"پهرين ڳوٺ متعلق ٻڌايو، پوءِ دنيا جي عام حالتن بابت."

"چڱو، ڳوٺ جي زندگي تہ جان جو عذاب بڻيل آهي.... هڪ بہ اهڙو شخص ناهي جنهن سان ڪچهري ڪري سگهجي يا ڪيس ٻڌجي. نوجوان چهرا نظر ئي نٿا اچن. هونئن هڪ نئون ڊاڪٽر خوبوتوف تازو ئي آيو آهي."

"ها، مون بہ ڏٺو آهي. ڇٽ آهي ڪيئن !؟"

"ها، ڪو خاص سڌريل ماڻهو ناهي. عجيب ڪل جهڙي صورتحال آهي... جيڪي ڪجهہ ٻڌڻ ۾ ٿو اچي، ان مان تہ اندازو ٿيندو آهي تہ اسانجا مرڪزي علائقا جمود جو شڪار ناهن، دانش وراڻيون سرگرميون جاري آهن. جنهن جو مطلب اهو آهي تہ اتي ڪي ڪارائتا ماڻهو ضرور آهن، پر هو جنڪي اسان ڏانهن موڪليندا آهن، بس اهي ئي ڪوڙا آهن- اياڳو ڳوٺ!"

"واقعي اياڳو!." ايوان دميترچ ٿڌو ساهہ ڀريندي ڪلڻ لڳو. "۽ دنيا جو ڇا حال آهي؟ اخبارن رسالن ۾ ڇا پيو ڇپجي؟"

وارڊ ۾ اوندهہ ڇانئجي وئي هئي. ڊاڪٽر اٿي بيٺي بيٺي روسي ۽ ٻرڏيهي اخبارن جي خبرن ۽ لاڙن بابت ڪيس ڪجهہ ٻڌايو. ايوان دميترچ وچ وچ ۾ هڪ اڌ سوال ڪندي اهي سموريون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌندو رهيو. اوچتو ڪيس ڄڻ ڪا پوائتي ڳالهہ ياد اچي وئي ۽ هو ٻنهي هٿن سان مٿو جهليندي ڊاڪٽر ڏانهن پٺ ڪري ليٽي پيو.

"طبيعت خراب ٿي پئي ڇا؟" اندريئي يفيمچ پڇيو.

"هاڻ اوهين مونکان هڪ لفظ بہ وڌيڪ معلوم ڪري نہ سگهندا." ايوان دميترچ تکي لهجي ۾ چيو:" مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو."

”ڇو، ڇا ڳالھ آھي؟“

”اڃا جوان ٿو ته مونکي منھنجي حال تي ڇڏي ڏيو! منھنجي پويان ڇو اچي پيا آھيو؟“

اندريئي يفيمچ کلھا ڇڏيندي ٿڌو ساھ ڀريو ۽ وارڊ مان ھليو ويو. ٻاھر نڪرڻ کان پھرين ھن لنگھ ۾ چيو : ”اڙي نيڪيتا، بھتر ٿيندو ته ھتان جي ڪجھ صفائي ڪئي وڃي.. ڪيڏي نه بدبوءِ ڦھليل آھي.“

”نيڪ آھي سائين!“

”چڱو نوجوان آھي.“ اندريئي يفيمچ گھر ويندي رستي ۾ سوچيو. ڪيڏن سالن کانپوءِ ھيءُ پھريون شخص مليو آھي جنھن سان ڳالھائي سگھجي ٿو. تمام گھڻي ڏاھپ سان ڳالھائي ٿو ۽ ڪيس رڳو انھن ڳالھين سان دلچسپي آھي جيڪي ڏيان جوڳيون آھن.“

ان رات مطالعي دوران ۽ ان کان پوءِ بستري تي ھو ايوان دميترچ بابت ئي سوچيندو رھيو ۽ ايندڙ صبح جو ننڊ مان اٿڻ شرط ڪيس ياد آيو ته ھڪ ڏاھي ۽ دلچسپ ماڻھوءَ سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي آھي ۽ ھن موقعو ملڻ شرط ساڻس ٻيھر ملڻ جو فيصلو ڪيو.

ايوان دميترچ گذريل ڏينھن وانگر پنھنجي پلنگ تي لونڊڙين ڪي ھٿن سان سوگھو جھلي گوڏا موڙي ليٽيو پيو ھو- سندس منھن پٺ ڏانھن ھو.

”دوست! ڪھڙا حال آھن؟“ اندريئي يفيمچ پڇيو. ” اوھين ستل ته نه آھيو؟“.

”اول ته آءُ اوھانجو دوست ناھيان.“ ايوان دميترچ منھن تان ويھاڻو ھٽائڻ بنان ٻڌڪيو، ”ٻيو اھو ته ھرويرو پنھنجو وقت نه وڃايو. اوھين منھنجي وات مان ھڪ لفظ به ڇورائي نه سگھندا.“

”عجيب ڳالھ آھي.... “ اندريئي يفيمچ ڪجھ بخيل ٿيندي چيو. ”ڪالھ اسين ڪيڏيون ڳالھيون ڪري رھيا ھئاسين، پر اوھان اوچتو ڪاوڙجي ڳالھائڻ بند ڪري ڇڏيو.... يا ته مون پنھنجن خيالن جو اظھار ڄڻڪي طريقي سان ڪيو ھوندو يا وري منھنجي وات مان ڪا اھڙي ڳالھ نڪري وئي ھوندي جنھن اوھانجي ڪنھن پڪي ويساھ کي ڇيھو رسايو ھوندو.“

”اوھانجي خيال ۾ آءُ ان بھاني کي سچو مڃي وٺندس؟“ ايوان دميترچ اٿي ويھندي ڊاڪٽر کي اھڙين نظرن سان ڏٺو جيڪي ھڪ ئي وقت مذاق به اڏاري رھيون ھيون ته انھن ۾ تشويش به ڀريل ھئي. سندس پيوٽا ڳاڙھا ٿي ويا ھئا.”بھتر اھو ٿيندو ته اوھين پنھنجي اھا جاسوسي ۽ پڇا ڳاڇا ٻئي ھنڌ ڪٿي وڃي ڪريو، مون مان ڪجھ به نه ورندو سرندو. آءُ سمجھي چڪو آھيان ته اوھين ڪالھ ھتي ڇو آيا ھئا؟“

”عجيب ڳالھ آھي!“ ڊاڪٽر آھستي مرڪيو. ”ته، اوھانجو خيال آھي ته آءُ ڪو مخبر آھيان؟“

”جي ھا.... بلڪل. يا ته مخبر آھيو يا وري اھڙا ڊاڪٽر جنھن کي مونتي نظر رکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو ھجي، ٻنھي ۾ فرق ٿورئي آھي!“

"اوهين، معاف ڪجو..... اوهين عجيب و غريب ماڻهو آهيو!" ڊاڪٽر پلنگ پرسان هڪ اسٽول تي ويهندي چيو. "ٺيڪ آهي، ڪٿي مجون ٿا تہ اوهانجو خيال صحيح آهي. تصور ٿا ڪريون تہ آءٌ بقول اوهانجي تہ اوهان کان ڪجھہ معلوم ڪرڻ ٿو چاهيان تہ جيئن پوليس کي اوهانجو راز ٻڌائي سگهان. اوهين گرفتار ڪيا وڃو ۽ اوهان تي ڪيس هلي. پر اوهانجي خيال ۾ ڇا عدالت يا قيد خانو اوهان لاءِ بدتر ثابت ٿيندو؟ ۽ جيڪڏهن اوهانکي ڏيهہ نيڪالي يا سخت پورهئي جي ٽيپ ٻڌائي ٿي وڃي تہ اوهانجي خيال ۾ اتان جو ماحول هن وارڊ کان بہ وڌيڪ خراب هوندو؟ مونکي تہ انجي پڪ ناهي... تہ پوءِ اوهان کي ڊپ ڇا جو آهي؟"

صاف ظاهر پئي لڳو تہ سندس انهن لفظن ايوان دميترچ کي متاثر ڪيو ۽ هو ڪجھہ پرسڪون نظر اچڻ لڳو.

ڪجھہ دير پهريان ٿي چار وڳا هئا ۽ هن مهل اڪثر اندريئي يفيمچ ڪمرن ۾ پسار ڪندو هو ۽ داريا ڪانئس پڇندي هئي تہ ڇا هو بيئر پيئڻ پسند ڪندو. هوائون بند هيون ۽ شام جي فضا روشن هئي.

"آءٌ مانيءَ ڪانپوءِ پسار ڪري رهيو هئس جو اوچتو خيال آيو تہ ڇو نہ اوهان سان ملاقات ڪري اچجي." ڊاڪٽر چيو- "صحيح معنائن ۾ بسنت جا ڏينهن آهن."

"هيءُ ڪهڙو مهينو آهي، مارچ؟"

"جي ها، مارچ جا پويان ڏينهن آهن."

"ٻاهر گپ گهڻي آهي ڇا؟"

"گهڻي تہ ناهي- باغ جا رستا سڪل آهن."

"اهڙن ڏينهن ۾ ڪيڏو نہ سٺو ٿئي جو بگيءَ ۾ سوار ٿي ڳوٺ کان ٻاهر جو سير ڪجي." ايوان دميترچ پنهنجين ڳاڙهين اکين کي مهٽيندي چيو. ڇڻ هاڻي هاڻي گهور ننڊ مان سجاڳ ٿيو هجي، "۽ گهر جي گرم ۽ آرام پرئي مطالعي واري ڪمري ۾ واپس موٽجي.... ۽ جيڪر ڪنهن سٺي ڊاڪٽر کان پنهنجي مٿي جي سور جو علاج ڪرايان... مونکان تہ وسري چڪو آهي تہ انسانن جيان زندگي گذارڻ ڪنهن کي چئبو آهي؟ هيءَ تمام گهڻي غليظ جاءِ آهي، برداشت نہ ڪرڻ جوڳي حد تائين غليظ!"

هو گذريل ڏينهن جي هيجان سبب ڪمزور ۽ نبل ٿي ويو هو ۽ لفظ تمام گهڻي بي دليءَ سان سندس وات مان نڪرندي پئي محسوس ٿيا. سندس آڱريون ڪنبي رهيون هيون ۽ چهرو مٿي جي شديد سور جي شاهدي ڏئي رهيو هو.

"مطالعي جي گرم ۽ آرام ڏيندڙ ڪمري ۽ هن وارڊ ۾ ڪو فرق ٿورئي آهي!" اندريئي يفيمچ چيو. انسان کي سڪون ۽ اطمينان جي ڳولا ٻاهرينءَ دنيا ۾ نہ پر پنهنجي اندرينءَ دنيا ۾ ڪرڻ گهرجي."

"ڇا مطلب آهي؟"

"معمولي ماڻهو ٺي نيڪي يا بديءَ کي ٻاهرين شين، مثال طور بگيءَ يا مطالعي واري ڪمري ۾ ڳولهيندو آهي، جڏهن تہ سوچ ويچار رکندڙ شخص خود پنهنجي ذات اندر."

"پنهنجي ان فلسفي جو پرچار وڃي يونان ۾ ڪريو جتي سدائين گرمي هوندي آهي ۽ فضا سنگترن جي ولين جي واس سان واسيل هوندي آهي. ان قسم جي ڳالهہ اسانجي آبهوا ۾ مناسب ناهي. ڊيوگينس بابت مون ڪنهن سان ڳالهايو هو؟ شايد اوهان سان ٺي؟"

"جي ها. ڪالهہ."

"ڊيوگينس کي مطالعي لاءِ ڪنهن گرم ڪمري جي گهرج نہ هئي، ڇاڪاڻ جو اتي اڳيئي موتمار گرمي پوندي آهي. هو پنهنجي ڪوڪي جي پينگهہ ۾ لڏندي، زيتون ۽ سنگترا کائي جيئي پئي سگهيو. جيڪڏهن هو روس- واسي هجي ها تہ ڊسمبر تہ ڇڏيو، مئي جي مهيني ۾ بہ ڪنهنجي چاپلوسي ڪري ها تہ ادا مونکي پنهنجي گهر ۾ جاءِ ڏيو. تڏ جي ڪري ويچاري جو بت ڪنبڻ لڳي ها."

"هرگز نہ. ٿڌ کي بہ ڪنهن ٻيءَ مصيبت جيان نظرانداز ڪري سگهجي ٿو. مارڪوس آوريلئيس چيو هو : " تڪليف اصل ۾خود- تڪليف جو زوردار تصور ٺي آهي. اوهين پنهنجي ارادي جي سگهہ سان ان تصور کي بدلائي سگهو ٿا. ان کي وساري ڇڏيو، تڪليف جي شڪايت ڪرڻ بند ڪريو تہ هر پيڙا ختم ٿي ويندي ۽ سندس خيال بلڪل صحيح هو. ڪوبہ عاقل يا رڳو غور فڪر ڪندڙ بہ سجاتو ٺي پنهنجي ان وصف سان ويندو آهي تہ هو پنهنجي ذاتي پيڙا جي ذري بہ پرواهہ نٿو ڪري. هو سدائين مطمئن رهندو آهي ۽ ڪابہ شيءِ کيس حيران يا پريشان نٿي ڪري سگهي."

"پوءِ تہ آءٌ پڪ سان بيوقوف آهيان جو تڪليف محسوس ڪندو آهيان، غير مطمئن رهندو آهيان ۽ انساني ڪمينگيءَ تي مسلسل اچرج ۾ رهندو آهيان!"

"اها اوهانجي اڻڄاڻائي آهي. جيڪڏهن هر ڪنهن معاملي جي تهہ ۾ وڃڻ جي ڪوشش ڪندؤ تہ معلوم ٿيندو تہ اسانکي اٿل پٿل ۾ مبتلا ڪندڙ ڪيتريون ٺي خارجي شيون اصل ۾ تمام گهٽيون معمولي آهن. اوهانکي تہ زندگيءَ جي ادراڪ جي ڄاڪوڙ ڪرڻ گهرجي جيڪا واحد نعمت آهي."

"ادراڪ...." ايوان دميترچ ڏڪندي چيو: "خارجي، داخلي... معاف ڪجو، ان قسم جون ڳالهيون منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهن. مونکي تہ رڳو اها خبر آهي-" هن اٿي بيهندي ڪاوڙ مان ڊاڪٽر کي ڏسندي چيو : "تہ خدا مونکي گرم رت ۽ اعصابن سان پيدا ڪيو آهي. جي ها، جناب! نامياتي عنصرن ۾ ڪا حياتياتي صلاحيت آهي تہ انکي هيجانن تي پنهنجو ردعمل ظاهر ڪرڻ گهرجي ۽ مون تي يقينن اهو ردعمل ظاهر ٿيندو آهي. آءٌ پيڙا کي آهہ زاريءَ وسيلي، ڪمينگيءَ تي شديد ڪاوڙ وسيلي ۽ بدمعاشيءَ تي ڌڪار وسيلي ردعمل ظاهر ڪندو آهيان ۽ منهنجي خيال ۾ انجو نالو ٺي زندگي آهي! ڪو جاندار جيتري ڪريل سطح جو هوندو آهي اوترو ٺي سندس حساس پڻو ۽ هيجانن تي

سندس ردعمل ڪمزور هوندو آهي ۽ هو جيتري اوچي سطح جو هوندو آهي اوترو ئي حقيقت جي ڏس ۾سندس ردعمل حساس، تيز ۽ جوش ڀريو هوندو آهي. توهانکي آخر ان ايتريءَ ڳالهه جو پتو ڇو ناهي؟ ڊاڪٽر هوندي بہ اهڙين شروعاتي ڳالهين کان اڻڄاڻائي ! ڪنهن شخص جي تڪليف کي گهٽ سمجهڻ، سدائين مطمئن رهڻ ۽ ڪڏهن بہ حيران نہ ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ هو ان حالت تي پهچي چڪو هجي-" ايوان دميترچ اهو چوندي ٿلهي هاريءَ ڏانهن اشارو ڪيو- "يا وري تڪليفن ڪيس پٿر بڻائي ڇڏيو هجي، بلڪل بي حس ڪري ڇڏيو هجي، مطلب تہ هو جيئرو ئي نہ هجي. معاف ڪجو!" هن ورجندي پنهنجي ڳالهہ جاري رکي :" آءٌ نہ ڏاهو آهيان نہ فلسفي، انهن معاملن ۾ بلڪل ڪورو آهيان. آءٌ دليل پيش ڪرڻ جي صورتحال ۾ بہ ناهيان."

" پر اوهان تمام بهتر انداز ۾ دليل پيش ٿا ڪريو."

"رواقيت پسند، جن جي تعليم کي اوهان ڪل جوڳو ڪري پيش ٿا ڪريو، بنان ڪنهن شڪ جي خاصا چڱا ماڻهو هئا پر سندن فلسفو انهن ٻن هزار سالن ۾ بلڪل جامد رهيو، ۽ وکون بہ اڳتي وڌي نہ سگهيو – ۽ وڌي سگهيو بہ نٿي، ڇاڪاڻ جو اهو ناقابل عمل ۽ غير حقيقت پسنداڻو آهي. اهو ٿورڙن فردن ۾، جيڪي پنهنجيون زندگيون مطالعي ۽ مختلف اپياسن سان سينگارڻ ۾ گذاريندا هئا، ضرور مقبول ٿيو پر اڪثريت انکي ڪڏهن بہ سمجهي نہ سگهي. ڪوبہ فلسفو جيڪو دولت ۽ آسائش کان بيزاريءَ ۽ تڪليف ۽ موت کي حقير سمجهڻ جي تعليم ڏيندو هجي، اڪثريت لاءِ قطعي طور تي سمجهہ ۾ نہ اچي سگهجندڙ هوندو آهي ڇاڪاڻ جو اڪثريت وٽ نہ ڪڏهن دولت هوندي آهي، نہ وري آسائش. انهن لاءِ تہ تڪليف کي حقير سمجهڻ خود زندگيءَ کي حقير سمجهڻ جي برابر هوندو آهي، ڇاڪاڻ جو انسان جو سمورو وجود ئي بک، ٿڌ، ذلت، نقصان ۽ موت جي اهڙي ئي خوف تي ٻڌل هوندو آهي جهڙو هيمليٽ تي طاري هو. زندگي جان جو عذاب ۽ پوائنتي ٿي سگهي ٿي پر ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ کي ڌڪاريو ناهي. انڪري آءٌ هڪ ڀيرو ٻيهر ورجائڻ چاهيان ٿو تہ رواقيت پسندن جي تعليم جو ڪوبہ مستقبل ناهي ۽ اڳائي دور کان هيل تائين جن شين ۾ارتقائي ڪيفيت ڏٺي وئي آهي اهي رڳو هي آهن، جاکوڙ ڪرڻ جي سگهہ، پيڙا ۽ ڏک جو احساس ۽ هيجانن تي ردعمل جي صلاحيت..." ايوان دميترچ اوچتو پنهنجي ڳالهہ جي ڪڙي وڃائجي وڃڻ ڪري خاموشيءَ تي پريشانيءَ سان هٿ مهٽڻ لڳو.

"مون ڪا اهم ڳالهہ چوڻ ٿي چاهي پر ذهن مان نڪري وئي" هن چيو. آءٌ ڇا بابت ڳالهائي رهيو هئس؟ اڙي ها! مون چيو پئي تہ هڪ رواقيت پسند پنهنجي دوست کي آزاد ڪرائڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي وڪڻي ڇڏيو ۽ غلام بڻجي ويو. اوهان ڏٺو نہ تہ ان رواقيت پسند هيجان پيدا ڪندڙ هڪ ڳالهہ تي ردعمل ظاهر ڪيو ڇاڪاڻ جو ڪنهن ٻئي لاءِ پنهنجي هستي مٽائڻ جهڙو عظيم ڪم ڪرڻ لاءِ انساني سيني ۾ درد ڀريءَ دل جي موجودگي ضروري آهي. ڪنهن دور ۾ مون کي گهڻو ڪجهہ معلوم هو جيڪو هاڻ هن قيدخاني ۾ رهندي وسري چڪو اٿم، نہ تہ گهڻائي مثال ڏيان ها. وٺيوَ تہ حضرت عيسيٰ

جو مثال ونو. هو حقيقتن تي پنهنجي ردعمل جو اظهار روئي، مرڪي، سوڳ ملهائي، آپي کان ٻاهر نڪري ۽ ڏڪيارو ٿي ڪندو هو. هو ايذائن تي مرڪندو نه هو. موت کي ڏڪاريندو به نه هو، پر گيٿسمين ۾ ويٺي ويٺي دعائون پڙهندو هو ته مصيبتون ٽري وڃن."
اهو چئي ايوان دميترچ ڪلڻ لڳو ۽ پوءِ ماٺ ڪري ويهي رهيو.
"چڱو، فرض ٿا ڪريون ته انسان کي سڪون ۽ اطمينان پنهنجي وجود کان ٻاهر نه پر اندر ڳولهڻ گهرجي." هن چوڻ شروع ڪيو: "فرض ٿا ڪريون ته تڪليف سان نفرت ڪرڻ ۽ ڪنهن به ڳالهه تي حيران نه ٿيڻ صحيح آهي، پر ان نظرئي جي تبليغ جو اوهانکي حق به آهي؟ اوهين دانشور آهيو يا فلسفي؟"
"نه، آءٌ فلسفي ته ناهيان پر منهنجي خيال ۾ ان نظرئي جي تبليغ هر شخص کي ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اهو مناسب آهي."
"اوهه، پر آءٌ ته اهو ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته آخر اوهين پنهنجو پاڻ کي ادراڪ، تڪليف کان ڏڪار ۽ اهڙين ٻين ڳالهين جو استاد ڪيئن ٿا تصور ڪريو؟ ڪڏهن تڪليفون سٺيون به اٿو! وهم گمان ۾ به اٿو ته تڪليف ڇئبو ڇاڪي آهي؟ اهو ٻڌڻ تي معافيءَ جو طلبگار آهيان ته ننڍپڻ ۾ ڪڏهن ڇهبڪ به کاڌا اٿو؟"
" نه ، منهنجا مائٽ جسماني سزا جا مخالف هئا."
" ۽ منهنجو پيءُ مونکي ڏاڍي بي رحميءَ سان ماريندو هو. هو آفيسر هو- ۽ ڪاوڙ ۾ ته بلڪل راڪاس بڻجي ويندو هو. ڏگهو نڪ هئس، هيڊي ڳچي ۽ بواسير جو مرض. خير اهو ذڪر ئي ڇڏيو، ڳالهه ته اوهانجي پئي ٿي. مارڻ ته پري جي ڳالهه آهي، لڳي ٿو ته سڄي زندگي اوهان تي ڪنهن آڱر به نه کنئي آهي، ڪنهن هيسايو نه اٿو، ڪو ڏاڍ نه سٺو اٿو. طاقت جو اهو حال اٿوَ جو بلڪل پهلوان پيا لڳو. پنهنجي پيءَ جي سنڀال ۾ نيچي سندس پئسن تي تعليم حاصل ڪيوَ ۽ پوءِ نالي ماتر ڪم واري نوڪري به ملي ويو. ويهن سالن کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو اٿو جو اوهين هڪ گرم ۽ روشن ڪمري ۾ مفت مزا ماڻي رهيا آهيو. نوڪرياڻي اٿوَ ۽ پورو حق حاصل اٿو ته جڏهن دل گهريوَ ڪم ڪريو ۽ جڏهن نه چاهي ته ڪجهه نه ڪريو. مزاج جي لحاظ کان اوهين سست ۽ نبل آهيو انڪري زندگيءَ کي اهڙي روش تي لڳايو اٿو جو ڪنهن به قسم جي پريشانيءَ يا غير ضروري پيچ ڊڪ سان واسطو ئي نه پوي. سموريون ذميواريون پنهنجي نائب ۽ ٻين بدمعاشن جي حوالي ڪري ڇڏيون اٿو ۽ پاڻ گهر جي پرسڪون ۽ گرم ماحول ۾ مزا پيا ماڻيو، پئسا بچايو پيا، مطالعو ڪري رهيا آهيو، قسمن قسمن جي اعليٰ ۽ نفيس بڪواس سان ذهن جي دعوت جا اهتمام پيا ڪريو ۽ (ايوان دميترچ تيزيءَ سان ڊاڪٽر جي ڳاڙهي نڪ تي نظر وڌي) شراب نوشي ڪري رهيا آهيو. مختصر اهو ته اوهان نه زندگيءَ کي ڏٺو آهي نه ان متعلق ڪجهه ڄاڻو ٿا ۽ حقيقتن بابت اوهانجي ڄاڻ فقط نظرياتي آهي. اوهين تڪليفن کي حقير سمجهو ٿا، ڪنهن ڳالهه تي اچرج ۾ نٿا پئو ته انجو سبب تمام گهڻو سادو سودو آهي. اوهانجو اهو سمورو خالي پڻو، زندگيءَ، پيڙا ۽ موت سان داخلي ۽ خارجي ڏڪار، ادراڪ، حقيقي نعمتون، اهو سمورو فلسفوڪنهن بئي فلسفيءَ جي پيٽ ۾ هڪ روسي ڪاهل لاءِ

وڏيڪ مناسب آهي. مثال طور اوهين ڏسو ٿا تہ ڪو هاري پنهنجي زال کي مارڪٽ ڪري رهيو آهي، مداخلت ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ماري ٿو تہ مارڻ ڏيوس، دير سوير بنهين کي موت جو ڪاچ ٿيڻو آهي ۽ اهو تہ ان حرڪت سان هو پنهنجو ئي اخلاق بگاڙي رهيو آهي، نہ ڪي پنهنجي زال جو. شراب پيئڻ جي عادت بيشڪ احمقاڻي ۽ غيراخلاقي آهي پر پيئندڙ ۽ نہ پيئندڙ ٻئي مرن ٿا. ڪا عورت اوهان وٽ ڏند جي سور جي شڪايت کڻي اچي ٿي.... چڱو، سور ٿئي ٿو تہ پوءِ ڇا ٿيو؟ سور آهي ڇا؟ رڳو سور جو تصور! ۽ اسين وري سڄي حياتي بيمار نہ ٿيڻ جي خاطري تہ نہ پيا رکي سگهون. مرڻو تہ اسان سمورن کي آهي. ڪو نوجوان اوهان وٽ ان مشوري ڪرڻ لاءِ ٿو اچي تہ ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي، زندگي ڪيئن گذارڻ گهرجي؟ ڪو بيو شخصُ انتي کن پل سوچيندو ضرور، پر اوهان وٽ تہ نهيل نڪيل جواب موجود آهي : "ادراڪ جي ڪوشش ڪر يا جيئن اوهان چئو ٿا:" حقيقي نعمت جو حصول" پر آخر اها پراسرار "حقيقي نعمت" آهي ڇا؟ ظاهر آهي تہ انجو اوهان وٽ ڪوبہ جواب ناهي. اسين لوهي سيخن پويان بند آهيون، ماريا ڪٽيا ويندا آهيون، پئي پئي سڙون ڳرون پيا، پر اهو سڀ ڪجهہ تمام گهڻو شاندار ۽ مناسب آهي ڇاڪاڻ جو هن وارڊ ۽ مطالعي واري ڪمري ۾ ڪو فرق ناهي. واقعي، وڏو ڪارائتو آهي اهو فلسفو بہ ! ان معاملي ۾ ڪجهہ ڪرڻ جي ضرورت ناهي، اوهانجو ضمير پاڪ ۽ صاف آهي ۽ اوهين پاڻ کي صحيح معنيٰ ۾ عاقل ۽ باشعور تصور ٿا ڪريو... جناب اعليٰ اهو قطعي ڪو فلسفو ناهي، ڪو فڪر ناهي، فقط ذهني ٻي حسي آهي.... جي ها، واقعي!" ايوان دميترچ هڪ ڀيرو ٻيهر تڪائيءَ سان دانهن ڪئي:"اوهين پيڙا کي ڏڪار سان ٿا ڏسو، پر اوهانجي ڏسڻي آڱر دروازي ۾ چيپاڻجي تہ هوند اوهانجي دانهن نڪري وڃي."

"۽ شايد دانهن نہ ڪريان." اندريئي يفيمچ نرميءَ سان مرڪندي چيو.

"هونهہ! دانهن نہ ڪندس! جيڪڏهن اوچتو اوهان تي فالج جو حملو ٿئي يا ڪو بيوقوف لچولفنگو پنهنجي عهدي يا معاشرتي مرتبي جو ناجائز فائدو وٺندي سيني جي سامهون اوهانجو پٽڪو لاهي وجهي ۽ اوهان کي خبر بہ هجي تہ هو سزا کان بہ بچي ويندو تڏهن اوهانکي سمجهہ ۾ ايندو تہ ماڻهن کي ادراڪ ۽ حقيقي نعمتن جو ڳولائو رهڻ جو مشورو ڏيڻ ڇا معنيٰ ٿو رکي؟"

"تمام گهڻي جدت آهي اوهانجي ان خيال ۾!" اندريئي يفيمچ هٿ مهٽيندي ۽ خوشيءَ مان کلندي چيو. مونکي اوهانجي ڀرپور تجزياتي رجحان تي حيرت ٿي ٿئي ڪاوان ۽ هاڻ اوهان منهنجي ڪردار جو جنهن نموني نقشو چٽيو آهي، انجي ڇا ڳالهہ ڪجي! آءٌ اوهانکي پڪ ٿو ڏياريان تہ اوهان سان ڪچهري ڪرڻ منهنجي لاءِ سڀ کان وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. خير، آءٌ اوهانکي ٻڌي چڪو آهيان، اوهان مونکي ٻڌو..."

ڪلاڪ کن ٻنهي جي ڪچهري هلندي رهي ۽ ان اندريئي يفيمچ کي تمام گهڻو متاثر ڪيو ان ڪري هو هاڻ روزانو وارڊ نمبر ڇهين ۾ اچڻ لڳو هو. هو ڪڏهن صبح جو ايندو هو تہ ڪڏهن وري منجهند ڪانپوءِ - ۽ اڪثر ايوان دميترچ سان سندس ڪچهري ايڏي

ڏکيءَ تي ويندي هئي جو سانجهيءَ جا پاڇولا لهي ايندا هئا. پهرين تہ ايوان دميترچ پنهنجي ۽ ڊاڪٽر جي وچ ۾ هڪ پٽ ڪڙي ڪئي هئي، هو شڪي هوندو هو تہ ڊاڪٽر جي من ۾ ڪوٽ آهي ۽ ڪليو ڪلايو چوندو رهندو هو تہ هو ڪيس ناپسند ٿو ڪري. پر جلدئي هو اندريئي يفيمچ جي سنگت جو عادي ٿي ويو ۽ پنهنجي سخت لهجي کي بدلائي ساٿس پنهنجائپ واري انداز ۾ ملڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ لڳو.

جلدئي سڄيءَ اسپتال ۾ افواهہ ڦهلجي ويو تہ ڊاڪٽر اندريئي يفيمچ پابنديءَ سان وارڊ نمبر ڇهين ۾ وڃڻ لڳو آهي. سندس نائب، نيڪيتا ۽ نرسن مان ڪنهن کي بہ سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هو ان وارڊ ۾ ڇو ٿو وڃي، اتي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڇا ٿو ڪري، ڪچهريءَ جو موضوع ڇا هوندو اٿس ۽ ڪڏهن بہ ڪو نسخو ڇو نٿو لکي؟ سندس طرز عمل ڪجهہ عجيب ٿي لڳو. ميخائيل آوريانچ جڏهن بہ ساڻس ملڻ ايندو هو تہ هو اڪثر گهر ڪان ٻاهر هوندو هو - ۽ داريا کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هوءَ ڇا ڪري؟ ڇاڪاڻ جو ڊاڪٽر هاڻ نہ رڳو اهو تہ بيئر نہ پيئندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن منجهند جي ماني کائڻ ۾ بہ دير ڪندو هو.

جون جي آخري ڏينهن ۾ ڊاڪٽر خوبوتوف ڪنهن ڪم سانگي اندريئي يفيمچ ڏانهن ويو. گهر نہ ملڻ تي خوبوتوف کيس ڳولهڻ لاءِ ورانڊي ۾ نڪتو تہ کيس ٻڌايو ويو تہ ڊاڪٽر دماغي مريضن جي وارڊ ۾ آهي. اتي پهچي هو لنگهہ ۾ بيهي رهيو ۽ اتي بيٺي بيٺي هيٺيون ڳالهيون ٻڌائين.

"اسين ڪڏهن بہ سهمت ٿي نہ سگهنداسين. نہ ئي اوهين مونکي پنهنجو هم خيال بڻائي سگهندؤ" ايوان دميترچ چڙندي چئي رهيو هو: "اوهانکي خبر ئي ناهي تہ حقيقت ٿيندي ڇا آهي، اوهان ڪڏهن بہ تڪليفون ناهن سٺيون ۽ سدائين ڪنهن جوڙ جيان ٻين جو رت چوسي پيٽ ڀريو اٿوَ. جڏهن تہ مون جمڻ کان هيل تائين رڳو پيڙائون سٺيون آهن. انڪري آءٌ اوهانکي صاف صاف چوڻ ٿو چاهيان تہ آءٌ محسوس ٿو ڪريان تہ آءٌ اوهانکان برتر آهيان ۽ هر لحاظ کان اوهان کان وڌيڪ اهليت رکان ٿو. مونکي ڪجهہ پڙهائڻ اوهان کان زور آهي."

"اوهانکي پنهنجو هم خيال بنائڻ جي مونکي ذرڙي بہ سڌ ناهي." اندريئي يفيمچ هوريان اداسيءَ مان اهڙي انداز ۾ چيو جڻ پنهنجي ڳالهہ غلط انداز ۾ سمجهڻ تي کيس ايذاءُ رسيو هجيس."۽ اصل ڳالهہ اها آهي بہ نہ ،منهنجا دوست! ان حقيقت جو تہ مون تڪليفون ناهن سٺيون ۽ اوهان سٺيون آهن. ان معاملي سان ڪوبہ تعلق ناهي. پيڙا ۽ سرهائي، اچڻ وڃڻ واريون شيون آهن. انهن کي نظرانداز ڪري سگهجي ٿو. انهن جي ڪا اهميت ناهي. اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ اوهين ۽ آءٌ سوچي سگهون ٿا. اسين هڪ ٻئي ۾ اهڙا فرد ٿا ڏسون جيڪي سوچ ويچار ۽ بحث مباحثو ڪرڻ جي اهليت رکن ٿا ۽ اها شيءِ، پل اسان جي خيالن ۾ ڪيڏا بہ اختلاف هجن. هڪ ٻئي لاءِ پنهنجائپ وارو رويو پيدا ٿي ڪري. ڪاش اوهانکي پتو لڳي سگهي ها تہ آءٌ همہ گير مخبوط الحواسيءَ، سطحي ڇاڻ ۽ بيوقوفين کان ڪيڏو بيزار آهيان ۽ اوهان سان ملي ڪيڏي خوشي محسوس ڪندو

آهيان. منهنجا دوست! اوهين ذهين آهيو. انڪري اوهانجي سات مان سرهائي محسوس ڪندو آهيان."

خوبوتوف دروازي کي ٺورو کوليندي اندر جهاتي پاتي. ايوان دميترچ رات واري ٽوپي پايو پلنگ تي بالم ٿيو ويٺو هو ۽ پرسان ئي ڊاڪٽر وينل هو. پاڳل هر هر ٻوٿ ڦٽائي رهيو هو، چرڪ ٿي پريائين ۽ ڪنبٽيءَ سان گڏ چادر بت تي ٿي ويڙهيائين، جڏهن ته ڊاڪٽر ڪنڌ جهڪائي اجهاٽل چهري سان بي حس ۽ حرڪت وينل هو. خوبوتوف ڪلهن کي چنبڪو ڏنو، مرڪيو ۽ نيڪيتا سان اکيون چار ڪيائين. هن بہ پنهنجن ڪلهن کي چنبڪو ڏنو.

ٻئي ڏينهن خوبوتوف پنهنجي طبي صلاحڪار کي بہ گڏ وٺي آيو ۽ ٻنهي لنگهہ ۾ بيهي ڳالهيون ٻڌيون.

"لڳي ٿو تہ اسان واري پوڙهي جو ڪجهہ دماغ ڦري ويو آهي." ٻاهر نڪرڻ مهل خوبوتوف چيو.

"خدا اسان اپاڳن گنهگارن کي معاف ڪري!" ديندار سرگيئي سرگيئچ اڳڻ ۾ ڪڏن ڪان بچندي، تہ جيئن پالش سان جرڪندڙ سندس لانگ بوٽ کي گپ نہ لڳي، ٿڌو ساهہ پريو."اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان، مان وارا يوگيني فيدورچ! تہ گهڻي عرصي کان ان جي توقع ڪري رهيو هئس."

خوبوتوف جي وارڊ نمبر ڇهين جي دروازي تائين اچڻ جي ڪجهہ ئي ڏينهن کانپوءِ اندريئي يفيمچ محسوس ڪيو تہ سندس اوسي پاسي جو ماحول پراسراريت پريو ٿي ويو آهي. اسپتال جا خدمتگار، نرسون ۽ مريض سندس سامهون ايندي ئي ڪيس عجيب نظرن سان جاچيندا آهن ۽ سندس اڳتي مٽيندي ئي سس پس شروع ٿي ويندي آهي. اسپتال جي سپرينٽنڊنٽ جي ڌيءَ "ماسا" کي اسپتال جي باغ ۾ ڪلندو ڪڏندو ڏسي هو خوش ٿيندو هو پر هاڻ سندس مٿي تي هٿ ڦيرڻ لاءِ مرڪندو هن ڏانهن وڌندو هو تہ هوءَ ڇرڪي ڪائنس پري ڀڄندي هئي. پوسٽ ماسٽر ميخائيل آويريانچ سندس پرجوش ڳالهين دوران پنهنجي معمول موجب "بلڪل سچ آهي" چوڻ بدران هاڻ بيان نہ ڪري سگهجندڙ گهبراهٽ سان "يقينن، يقينن" چوندي ڪيس سواليہ نظرن سان تڪڻ لڳندو هو. نہ ڄاڻ ڇو هاڻ هن پنهنجي دوست کي مشورو ڏيڻ شروع ڪيو تہ هو بيئر ۽ واڪا سان پنهنجو سڳ ٽوڙي ڇڏي. هو اها ڳالهہ پنهنجي شائستگيءَ سبب ٿورو گهمائي ڦيرائي، اشارن ۾ ڪندو هو. هو ڪڏهن پنهنجي ٻڌالين ڪمانڊر جي ڳالهہ ڇيڙيندو هو تہ ڪڏهن ريجمنٽ جي پادريءَ جي، ۽ اندريئي يفيمچ کي چوندو هو تہ ٻئي تمام گهڻا عاليشان ماڻهو هئا پر شراب جي چسڪي ۾ پنهنجي صحت کان هٿ ڌوئي ويٺا هئا ۽ انکي ڇڏيندي ئي هٽاڪٽا ٿي ويا. هڪ ٻہ ڀيرا سندس ساٿي خوبوتوف بہ وٽس آيو تہ هن بہ کيس شراب ڇڏڻ جو مشورو ڏنو ۽ ڳالهين ئي ڳالهين ۾ اهو بہ چيائين تہ اندريئي يفيمچ کي پوٽاشيم برومائيڊ استعمال ڪرڻ گهرجي، جنهن جو ڪو ظاهر ظهور سبب نہ هو.

آگسٽ ۾ اندريئي يفيمچ کي ميونسپل ڪائونسل جي چيئرمين جو خط مليو جنهن ۾ ڪيس ڪنهن ضروري ڪم سانگي گهرايو ويو هو. هو ٺائون هال پهتو تہ هن علائقي جي فوجي سربراهہ، ضلعي اسڪول انسپيڪٽر، ميونسپلٽيءَ جي هڪ ميمبر، ڊاڪٽر خوبوتوف ۽ هڪ لحيم شحيم يورن وارن واري شخص کي، جنهن جو ڊاڪٽر جي حيثيت سان ساڻس واقف ڪرايو ويو، پنهنجو منتظر ڏٺو. ڏاڪٽي پولستاني نالي وارو اهو ڊاڪٽر ٽيهہ ورسٽ پري گهوڙن جي هڪ فارم تي رهندو هو ۽ هو ڳوٺ وٽان اتفاقي لنگهيو پئي.

"اسانکي هڪ درخواست ملي آهي، جنهن جو اوهان سان بہ ڪجهہ تعلق آهي."

حال احوال ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن سمورا ميز جي چوگرد ويهي رهيا تہ ميونسپل ميمبر اندريئي يفيمچ سان مخاطب ٿيندي چيو، " درخواست ۾ يوگيئي فيدورچ چيو آهي تہ دواخاني لاءِ مخصوص عمارت جي جاءِ ڪافي ناهي ۽ انکري انکي پرسان واري حصي ۾ منتقل ڪرڻ گهرجي. اسان لاءِ مسئلو جاءِ جي تبديلي نہ، پر اهو سوال آهي تہ نئين عمارت ناهڻي پوندي!"

"جي ها، مرمت جي تہ تمام گهڻي ضرورت آهي." اندريئي يفيمچ ڪجهہ سوچي جواب ڏنو." مثال جي طور تي دواخاني کي جيڪڏهن بلڪل ڪنڊ واري حصي ۾منتقل ڪيو وڃي تہ منهنجي خيال ۾ ان تي گهٽ ۾ گهٽ پنج سئو روبل تہ خرچ اچي ويندو. بلڪل فضول خرچ..."

ڪجهہ دير تائين سانت رهي.

"مونکي ڏهہ سال اڳ بہ اوهان سان اهو عرض ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو هو" اندريئي يفيمچ آهستي آهستي پنهنجي ڳالهہ جاري رکي، "تہ هيءَ اسپتال پنهنجي هاڻوکي حالت ۾ اهڙي عياشيءَ جي حيثيت رکي ٿي جنهن کي ڳوٺ جا وسيلا پورو نٿا ڪري سگهن. اها پنجين ڏهاڪي جي ان دور ۾ ٺهي هئي جڏهن حالتون اڄ کان بلڪل مختلف هيون. ميونسپل ڪائونسل غير ضروري عمارتن ۽ فالتو مقررين تي تمام گهڻي رقم سيڙائي ٿي. انتظام بهتر ڪيا وڃن تہ مونکي پڪ آهي تہ ان رقم مان بہ بهترين اسپتالون هلائي سگهجن ٿيون."

"پوءِ تہ اسانکي مختلف ڍنگ جو انتظام ڪرڻ گهرجي." ميونسپل ميمبر دلچسپي وٺندي چيو.

"مونکي ان مسئلي تي ڳالهائڻ جو اڳ ۾ بہ موقعو ملي چڪو آهي. اسپتال هلائڻ جي ذميواري زيمستوو جي حوالي ڪئي وڃي."

"جي ها، بيشڪ اسين پنهنجا سمورا فنڊز زيمستوو کي ڏئي ڇڏيون تہ جيئن هو ان تي پنهنجا هٿ صاف ڪري!" يورن وارن واري ڊاڪٽر کلندي چيو.

اندريئي يفيمچ ڌنڌلي نظر سان يورن وارن واري ڊاڪٽر کي ڏسندي چيو :

"اسانکي ٿورو انصاف کان بہ ڪم وٺڻ گهرجي."

هڪ پيرو بيهر خاموشي ڇانئجي وئي. اينري ۾ ڇانهه آئي. فوجي سربراهه جيڪو نه ڄاڻ ڇو تمام گهڻو لچي نظر اچي رهيو هو. پنهنجو هٿ وڏائي ميز جي ٻئي پاسي وينل اندريئي يفيمچ جو هٿ ڇهيائين ۽ چوڻ لڳو :

"اڙي ڊاڪٽر صاحب! اوهان ته لڳي ٿو اسانکي وساري ڇڏيو آهي. هونئن ته مونکي خبر هي ته اوهان هڪ لحاظ کان دنيا تياڳي ڇڏي آهي. نه تاش کيڏندا آهيو ۽ نه وري عورتن ڏانهن لوڻو ٿا هڻو. ظاهر آهي، اسانجي صحبت اوهان کي بي مزي لڳندي!"

پوءِ ته هر شخص چوڻ لڳو ته باذوق ماڻهن کي هيءَ ڳوٺ واقعي بي مزي لڳندو هوندو. نه ڪو ٿيئٽر آهي نه سنگيت. ۽ حالت اها آهي ته گذريل رقص جي موقعي تي ڪلب ۾ عورتون ته ويهه ڳڏ ٿي ويون پر سندن ساٿ لاءِ مرد فقط ٻه هئا. نوجوانن کي رقص سان دلچسپي ناهي. هو يا ته بار ۾ وينا هوندا آهن يا وري تاش ۾ جنبيا پيا هوندا آهن. اهو سيڪجهه ٻڌي اندريئي يفيمچ ڪنهن ڏانهن ڏسڻ بنا پنهنجي پرسڪون، ڌهيمي آواز ۾ چوڻ شروع ڪيو. " افسوس، صد افسوس! جو ڳوٺ واسي پنهنجي سگهه، روحن ۽ ذهنن کي تاش ۽ لباڙ بازيءَ ۾ ضايع پيا ڪن. دلچسپ ڳالهيون ڪندي وقت گذارڻ جا هونه اهل آهن ۽ نه ئي اهو چاهين ٿا ۽ ذهني طرح جيئرو رهڻ ته ڄڻ ڪو چاهي ئي نه ٿو! فقط ذهن ئي دلچسپ ۽ شاندار هوندو آهي، باقي سيڪجهه فضول." خوبوتوف پنهنجي ساٿي ڊاڪٽر جون ڳالهيون تمام گهڻي ڌيان سان ٻڌڻ ڪانپوءِ اوچتو ڳالهه ڪٽيندي پڇيو : "اڄ تاريخ ڇا آهي، اندريئي يفيمچ؟"

جواب ملڻ تي هن ۽ پورن وارن واري ڊاڪٽر، اندريئي يفيمچ کان ٻيا ٻه ڪجهه سوال ڪيا، مثال طور، "اڄ ڏينهن ڪهڙو آهي؟"، "سال ۾ ڏينهن گهڻا ٿيندا آهن؟ ۽ "ڇا اهو سچ آهي ته وارڊ نمبر ڇهين ۾ ڪو شاندار پيغمبر رهندو آهي؟" ٻنهي جو لهجو انهن امتحان وٺندڙن جهڙو هو جن کي خود به پنهنجي نااهليءَ جو احساس هوندو آهي.

آخري سوال جو جواب ڏيڻ مهل اندريئي يفيمچ جو چهرو جرڪڻ لڳو. هن جواب ڏنو .

"جي ها، هو بيمار ته آهي، پر آهي تمام گهڻو دلچسپ ماڻهو!"

ان ڪانپوءِ ڪائنس ٻيا سوال نه پڇيا ويا.

هو ورانڊي ۾ اوورڪوٽ پائي رهيو هو ته فوجي سربراهه وٽس اچي سندس ڪلهي تي هٿ رکيو، ٿڌو ساهه ڀريندي چوڻ لڳس : "وقت اچي ويو آهي جو اسان پوڙهن کي پنهنجن فرضن کان آجو ٿيڻ بابت سوچڻ گهرجي."

ٽائون هال مان نڪري اندريئي يفيمچ کي سمجهه ۾ آيو ته اصل ۾ ڪيس سندس ذهني حالت جانچڻ لاءِ جوڙيل ڪميشن آڏو پيش ڪيو ويو هو. ڪائنس جيڪي سوال پڇيا ويا هئا تن کي ياد ڪري سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو ۽ زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ڪيس طب جي علم جي گهڻ ڇانئيءَ تي افسوس ٿيو.

"اوهه خدا!!" هن اهو ياد ڪندي ته ٻنهي ڊاڪٽرن ڪهڙي انداز ۾ ڪائنس پڇا ڳاڇا ڪئي هئي، سوچيو، هو ته اڃا هاڻ ئي دماغي مرضن متعلق ليڪچرن ۾ شريڪ ٿيا

هئا ۽ امتحان بہ ڏنا هئائون ہوء اها اتچاتائي ڪيئن. ايڏي جهالت ڇو؟ هو تہ ان ميدان ۾ بلڪل ڪورا نڪتا!"

۽ ڪيس زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ذليل ٿيڻ جو احساس ٿيو. هو ٻاهر جيان پڙڪي اٿيو.

ساڳي ڏينهن شام جو ميخائيل آويريانچ سائس ملڻ پهتو. خوش عافيت ڪرڻ ڪانسواءِ ئي هو سڌو وڃي ڪيس ٻڪين پيو ۽ تمام گهڻي جذباتي انداز ۾ چوڻ لڳو : "دل گهريا دوست ! ثبوت ڏيو تہ اوهين پنهنجي سلسلي ۾ منهنجن جذبن جي خلوص ۾ ويساھ رکو ٿا ۽ مون کي پنهنجو دوست ٿا سمجهو... منا دوست !" هن اندريئي .... کي زبان کولڻ جو موقعو ڏيڻ ڪانسواءِ پنهنجي ڳالهہ جاري رکي : "آءٌ اوهان جي علميت ۽ شرافت سبب اوهان سان پيار ٿو ڪريان. ٿورو ڌيان سان ٻڌو. منهنجا دوست! ڊاڪٽرن جا پيشي ورانا طور طريقا ڪين اوهانکان حقيقت ڳجهي رکڻ تي مجبور پيا ڪن. مونکي معاف ڪجو عزيز دوست! پر حقيقت اهائي آهي ۽ اها ڪافي ڏينهن کان اوهانجي اوسي پاسي جي ماڻهن جي نظرن ۾ آهي. يوگيني فيدورچ مونکي هاڻي ئي چئي رهيو هو تہ اوهانکي پنهنجي صحت جو خيال رکندي ڪم کان ڪجهہ پاسيرو ٿي آرام ڪرڻ گهرجي. بلڪل سچ! شاندار! ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ آءٌ موڪل وٺڻ وارو آهيان ۽ هوا خوريءَ لاءِ ڪنهن پاسي وڃڻ جو ارادو اٿم. مونکي پنهنجي دوستيءَ جو ثبوت ڏيو، مون سان گڏ هلو! اسانکي وڃايل جواني موٽي ملندي!"

"پر آءٌ تہ چڱو ڀلو آهيان." اندريئي يفيمچ ڪنهن حد تائين نرم لهجي ۾ چيو." آءٌ اوهان سان گڏ نٿو هلي سگهان. مونکان دوستيءَ جو ثبوت ڪنهن ٻئي طريقي سان وٺو."

ڪتابن ۽ داريا کي ڇڏي پوين ويهن سالن جي ان سڄي معمول کي ٽوڙيندي بنا ڪنهن سبب جي ڪيڏانهن وڃڻ جو خيال اول تہ ڪيس انتهائي احمقاڻو ۽ عجيب لڳو. پر جڏهن هن ياد ڪيو تہ ٿائون هال ۾ ڪيس جاچيو ويو هو ۽ اتان گهر موٽندي هو ڪيڏو نراس هو، تہ پوءِ ڳوٺ کي، جتي عقل جا انڌا ڪيس چريو سمجهڻ لڳا هئا، ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڇڏڻ جي تجويز سندس دل ۾ پيهجي وئي.

"اوهين ويندا ڪيڏانهن؟" هن پڇيو.

"ماسڪو، پيٽرس برگ، وارسا ... وارسا ۾ تہ آءٌ پنج سال گذاري چڪو آهيان ۽ اهي منهنجي زندگيءَ جا بهترين سال هئا. لاجواب شهر آهي! مونسان گڏ ضرور هلو، پيارا دوست !"

هفتي کن ڪانپوءِ اندريئي يفيمچ کي چيو ويو تہ هو آرام ڪري سگهي ٿو. ٻين لفظن ۾ ڪانئس استعفا گهري وئي. جيڪا هن نهايت لاپرواهيءَ سان ڏئي ڇڏي ۽ هفتو پوءِ هو ميخائيل آويريانچ سان گڏ بگيءَ تي ويهي ويجهي اسٽيشن ڏانهن وڃي رهيو هو. موسم

ٿڌي پر خوشگوار هئي. آڪاش صاف ۽ فضا صاف ۽ شفاف! هنن اسٽيشن تائين ٻه سئو ورسٽ جو فاصلو ٻن ڏينهن ۾ طئي ڪيو ۽ رات گذارڻ لاءِ ٻن هنڌن تي ٽاڪ ٻه ڪيائون.

واٽ ۾ جيڪڏهن ڪين خراب گلاسن ۾ چانهه پيش ڪئي ويندي هئي. يا سندس گهوڙن کي بگيءَ ۾ جوٽڻ ۾ دير ڪئي تي وئي ته ميخائيل آويريانچ جو چهرو ڳاڙهو سرخ ٿي پئي ويو. هن مٿي ڪان پيرن تائين ڪنبندي زور سان رڙ ٿي ڪئي: "خاموش! بحث جي ضرورت ناهي!" بگيءَ ۾ سندس زبان ڦينچيءَ وانگر هلندي هئي. قفقاز ۽ پولينڊ بابت سندس سفرنامن جا داستان ڪٿا ئي نٿي. ڪيترا نه ڇرڪائيندڙ واقعا پيش آيا هئا! ڪهڙن ڪهڙن ماڻهن سان سندس ملاقاتون ٿيون هيون! هو جهڙي انداز ۾ وڏي واڪي ڳالهائي رهيو هو. حيرت جي اظهار لاءِ جيئن اکيون ڇنبي رهيو هو. ان مان صاف ظاهر پئي ٿيو ته اها سموري لباڙ ڪوڙ تي ٻڌل آهي. سڀ ڪان وڏيڪ اهو ته هو پنهنجا ساهه اندريئي يفيمچ جي چهري تي اڇلائي سندس ڪن تي وات رکي ڪلي رهيو هو. جنهن سبب ڊاڪٽر بيچين ٿي پئي ويو ۽ پنهنجن خيالن جي دنيا ۾ گم ٿيڻ ڪان محروم پئي رهيو.

هنن پئسا بچائڻ لاءِ ٽئين درجي جي ٽماڪ ڇڪڻ ڪان منع ٿيل دٻن ۾ سفر ڪيو. اتي اڌ ڪان وڌيڪ مسافر سندن ئي طبقي جا هئا. ميخائيل آويريانچ جلدئي انهن سمورن سان سنگت جوڙي ورتي ۽ ڪڏهن هڪ بئنچ تي ته ڪڏهن ٻيءَ تي ويهندي ڪين قائل ڪرڻ لڳو ته اهڙن واهيات رستن تي ته سفر ئي نه ڪرڻ گهرجي. ڇئني پاسي بي ايمانيءَ جو دور آهي! سفر جو هيءُ انداز گهوڙي گاڏيءَ ڪان ڪيترو مختلف آهي!! اوهين سڄي ڏينهن ۾ هڪ سئو ورسٽ جو فاصلو طئي ڪرڻ ڪانپوءِ به پنهنجو پاڻکي تازو توانو محسوس ڪندا. فصلن جي خرابيءَ جو واحد سبب اهوئي آهي ته ڏيڻي علائقي مان پاڻي ڪڍي ان کي خشڪ ڪيو ويو آهي. جيڏانهن ڏسو اوڏانهن بدنظمي ڦهليل آهي. هو جوش خروش سان رڙيون ڪندي ڳالهائي رهيو هو ۽ ڪنهن ٻئي کي هڪ لفظ به آکڻ جو موقعو نٿي ڏنائين. انهيءَ لاڳيتي بڪواس سان. جنهن دوران هو پنهنجي ڳالهه تي زور ڏيڻ لاءِ هٿن جا اشارا پڻ ڪري رهيو هو ۽ هر هر ڪن جا پڙدا ڦاڙيندڙ ٽهڪ ڏئي رهيو هو. اندريئي يفيمچ جو ساهه ٿي نڪتو.

"اسان ٻنهي مان چريو ڪنهن کي تصور ڪرڻ گهرجي؟"هن بيزاريءَ مان سوچيو. "مونکي، جو چاهيان ٿو ته پنهنجن ساٿي مسافرن تي بار نه بڻجي، يا هن پاڻ وڏائيندڙ کي، جنهن جو خيال آهي ته پوري دٻي ۾ ذهين ۽ دلچسپ ماڻهو اڪيلو هو پاڻ آهي ۽ ڪنهن کي به ڪن پل لاءِ چين ڪرڻ نٿو ڏئي؟"

ماسڪو پهچندي ئي ميخائل آويريانچ فوجي ڪوٽ، جنهن تي ٻلالڳل نه هئا ۽ پتلون جنهن جي ڪريز تي مٿي ڪان هيٺ تائين ڳاڙهي ڦيت ڳنڍيل هئي، پائي ڇڏيا. هو فوجي ٽوپي ۽ اوورڪوٽ پائي ٻاهر نڪرندو هو ۽ راهه ويندڙ فوجي ڪيس سلامي ڏيندا هئا. اندريئي يفيمچ کي هاڻ هو اهڙو شخص ٿي لڳو جنهن ڳوٺائي شريفن واريون سموريون خصلتون وڃائي ڇڏيون هيون ۽ وٽس رڳو برائيون ئي بچيون هيون. ضرورت نه هوندي به ڪيس ٻين ڪان خدمتون حاصل ڪرڻ جو شوق هو. سامهون ميز تي رکيل ماچيس کي ڏسندي به رڙ ڪري

نوڪر ڪي سڏ ڪندو هو تہ ماچيس ڪڻي ڏي. نوڪرياڻيءَ جي موجودگيءَ ۾ بہ رڳو اندريان ڪپڙا پائي هيڏي هوڏي ڦرڻ کان نہ ڪيٻائيندو هو. نوڪرن کي. پوءِ پل اهي وڏي ڄمار جا ڇو نہ هجن، سدائين "تون" ڪري مخاطب ڪندو هو ۽ ڪاوڙ ۾ ڪين بي وقوف ۽ بدمعاش بہ چئي ڏيندو هو. اندريئي يفيمچ کي سندس انهن حرڪتن کان شديد ڪراهت ٿيندي هئي.

ميخائيل آويريانچ سرگرمين جي شروعات پنهنجي دوست کي ايويرسڪايا خانقاهہ ۾ عبادت لاءِ وٺي وڃڻ کان ڪئي. هن پنهنجو نرڙ زمين تي ٽڪايو. پنل اکين سان تمام گهڻي آزي نيزاريءَ سان عبادت ڪيائين. بعد ۾ ٿڌو ساهہ ڀريندي چوڻ لڳو : "ماڻهو ديندار نہ هجي تڏهن بہ عبادت سان سڪون حاصل ٿيندو آهي. شبيهہ کي چمو، منهنجا دوست!"

اندريئي يفيمچ اڻڳي نموني سان جهڪندي، ڏنل هدايتن تي عمل ڪيو. ايتري ۾ ميخائيل آويريانچ پنهنجا چپ پڪوڙيا، آهستي آهستي دعا گهري ۽ سندس اکين ۾ هڪ ٻيرو ٻيهر لڙڪ تري آيا. ان کانپوءِ هو ٻئي ڪريملن ويا ۽ شاهي توب ۽ گهڙيال کي پنهنجن هٿن سان ڇهي ڏٺائون. درياءَ جو سير ڪرڻ کانپوءِ ٻئي يسوع مسيح جي گرجا ويا ۽ "روميانستيف" ميوزيم بہ ڏٺائون.

ماني "تيستوف" هوٽل ۾ کاڌي وئي. ميخائيل آويريانچ دير تائين پنهنجا ڳل ڦوڪي کاڌن جي قسمن جي اڳهوتري پڙهندو رهيو ۽ پوءِ مانيءَ ۽ شرابن جي ڪنهن ماهر جيان، جيڪو ان هوٽل ۾ اچڻ جو عادي هجي، ٻيري کي چيائين : "ڏسون تہ اڄ اوهين اسانجي ڇا سان تا دعوت ڪريو!"

ڊاڪٽر هر هنڌ تي ويو، سڀ ڪجهہ ڏٺائين ٿي، کاڌائين پيتائين ٿي، پر ميخائيل آويريانچ مان شديد مونجهاري واري ڪيفيت کانسواءِ ڪجهہ بہ حاصل ڪري نہ سگهيو. هو پنهنجي دوست جي مسلسل موجودگيءَ مان تنگ اچي چڪو هو ۽ ڪائنس جان ڇڏائڻ ۽ ڪيڏانهن لڪي وڃڻ لاءِ بي حال ٿي رهيو هو پر ميخائيل آويريانچ پاڇي جيان ساڻس لڳو رهيو ۽ ڪيس وڌ ۾ وڌ وندرائڻ ئي پنهنجو فرض سمجهندو رهيو. ڏسڻ لاءِ ڪا شيءِ نہ هوندي هئي تہ هو پنهنجين ڳالهين سان هن لاءِ تفريح جو سامان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهو سڀ ڪجهہ اندريئي يفيمچ ٻن ڏينهن تائين تہ جيئن تيئن ڪري سٺو پر ٽئين ڏينهن طبيعت جي خرابيءَ جو بهانو ڪندي اعلان ڪيائين تہ هو سڄو ڏينهن ٻاهر نہ نڪرندو. سندس دوست چيو تہ ان صورت ۾ هو بہ ڪيڏانهن نہ ويندو ۽ اهو تہ، واقعي آرام ڪرڻ جي ضرورت آهي نہ تہ پنڌ هلندي هلندي سندن پير جواب ڏئي ويندا. اندريئي يفيمچ صوفا تي ليٽي پٽ ڏانهن منهن ڪري ڇڏيو ۽ ڏند پڪوڙي پنهنجي دوست جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳو، جيڪو وڏي جوش سان چئي رهيو هو تہ فرانس اڳي پوءِ جرمنيءَ جا ڏاڻا ڪيي ڇڏيندو ۽ اهو تہ ماسڪو تہ رڳو ٺڳن سان ڀريو پيو آهي ۽ جيستائين گهوڙن جو تعلق آهي تہ انهن بابت رڳو سندس خوبين کي ئي بنياد بڻائي قطعي رايو نہ جوڙڻ گهرجي. ڊاڪٽر کي دل ۾ تڪليف ۽ پنهنجي ڪنن ۾ لاڳيتو ڀڻ ڀڻ جو احساس هو پر پنهنجي روايتي شرافت ڪري هو پنهنجي دوست کي اهو چئي نہ پئي سگهيو تہ هو يا تہ ڪيس

اڪيلو ڇڏي ڏئي. يا ماٺ ڪري ويهي رهي. خوش قسمتيءَ سان ڪمري ۾ ويهي ويهي ميخائيل آويريانچ بيزار ٿي پيو ۽ منجهند جي مانيءَ ڪانپوءِ پسار ڪرڻ ٻاهر نڪري ويو.

اڪيلائپ نصيب ٿيندي ئي اندريئي يفيمچ بيحد پرسڪون ٿي ويو. ڪمري ۾ اڪيلو هئڻ جي احساس سان صوفا تي بي حس ۽ بنا ڪنهن چرپر جي ليٽڻ ڪنهن نعمت ڪان گهٽ نہ هو. هن سوچيو تہ اصل ۾ اڪيلائپ بنا حقيقي خوشيءَ جو تصور بہ نہ پيو ڪري سگهجي. معتوب فرشتي خدا جي حڪم ڪان انڪار بہ فقط انڪري ڪيو هو جو هو اڪيلائپ جو شديد چاهيندڙ هو. جيڪا ٻين فرشتن کي نصيب نہ پئي ٿي. اندريئي يفيمچ گذريل ڏينهن ۾ جيڪي ڪجهہ ڏٺو ۽ ٻڌو هو ان متعلق سوچڻ ٿي چاهيائين، پر ميخائيل آويريانچ جو تصور اڃا تائين سندس حواسن تي سوار هو.

"هيءَ صاحب تہ خالص دوستيءَ ۽ ٿورو ڪرڻ جي جذبي سان موڪل وٺي مون سان گڏ گهمڻ ڦرڻ نڪتو آهي." ڊاڪٽر بيزاريءَ مان سوچيو. "ڪيڏي واهيات ٿيندي آهي ان قسم جي دوستاڻي سرپرستي بہ! نيڪ آهي، ٿورو ڪندڙ آهي، زنده دل آهي، پر ان سموري جي باوجود.... آهي جان لاءِ شديد عذاب ! اهو بہ انهن ماڻهن مان آهي جيڪي سدائين چڱيون موچاريون ڳالهيون ڪندا آهن پر گڏوگڏ اهو احساس ڏياريندا وتندا آهن تہ هو بلڪل بي وقوف آهن."

باقي ڏينهن اندريئي يفيمچ طبيعت جي خرابيءَ جو بهانو ڪري گهران ٻاهر نہ نڪرڻ ڪي پنهنجو معمول بڻائي ڇڏيو. سندس دوست ڪيس ڳالهين ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ هو پٽ ڏانهن منهن ڪري ڪامندو پچرندو هو ۽ سندس غير موجودگيءَ ۾ آرام ڪندو هو. ڪيس پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ بہ ايندي هئي ۽ پنهنجي دوست تي بہ. پنهنجو پاڻ تي انڪري تہ هو ان سفر لاءِ نڪتو ئي ڇو! ۽ دوست تي انڪري جو سندس گهٽي ڳالهائڻ ۽ بي تڪلفين ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو پئي ويو، جنهن جي نتيجي ۾ اندريئي يفيمچ پنهنجي سنجيده ۽ اوچن خيالن تي ڌيان ڏئي نہ سگهندو هو.

"مونکي شايد ان سچائيءَ پيڙا ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جنهن جو ذڪر ايوان دميترچ ڪيو هو." هن پنهنجو پاڻ تي ان خيال سبب ڏمرجندي سوچيو تہ هو معمولي ڳالهين ڪان مٿاهون ٿيڻ جي اهميت نٿو رکي: "پر اها سموري بڪواس آهي. گهر واپس پهچندس تہ زندگي بيهر پنهنجي پراڻي ڍنگ سان هلڻ لڳندي."

پيٽرسبرگ ۾ بہ ساڳي صورتحال رهي. هو ڪيترن ڪيترن ڏينهن تائين هوٽل جي ڪمري ڪان ٻاهر نہ نڪرندو هو. هر وقت صوفاتي اڪيلو پيو هوندو هو. اٿندو بہ هو تہ فقط بيئر پيئڻ لاءِ.

ميخائيل آويريانچ روز چوندو رهيو تہ وارسا هلڻ ۾ دير نہ ڪرڻ گهرجي.

"منهنجا دوست! آخر وارسا وڃي ڪندس ڇا؟" اندريئي يفيمچ منٿ ڀرئي لهجي ۾ چيو." اوهين هليا وڃو ۽ مونکي گهر واپس موٽڻ ڏيو. اوهانجي وڏي مهرباني ٿيندي!"

"اها وري ڪهڙي ڳالهه ٿي!" ميخائيل آويريانچ احتجاجي انداز ۾ چيو. "ڏاڍو شاندار شهر آهي. مون پنهنجي زندگيءَ جا بهترين پنج سال اتي گذاريا آهن!"

اندريئي يفيمچ کي ڪنهن ڳالهه تي رڏي ڪرڻ ته ايندي ئي نه هئي. انڪري مجبورن هو پنهنجي دوست سان گڏ وارسا هليو ويو. اتي به هن پنهنجو پاڻکي ڪمري تائين محدود رکيو ۽ پنهنجو پاڻ تي، پنهنجي دوست تي ۽ روسي سمجهڻ کان انڪاري هوٽل جي نوڪرن تي سخت چڙيل رهيو. جڏهن ته ميخائيل آويريانچ سدائين جيان صحت ۽ توانائيءَ جو ڳٽڪو بڻجي صبح کان شام تائين شهر گهمندو ۽ پنهنجن پراڻن دوستن کي ڳولهيندو رهيو. اڪثر هو سڄي سڄي رات گم رهندو هو. هڪ ڀيرو ڪنهن نامعلوم جاءِ تي رات گذاري صبح جو جڏهن واپس پهتو ته مٿس عجيب ڇڪتاڻ واري ڪيفيت ڇانيل هئي. چهرو تتل هئس ۽ وار وکريل- هو دير تائين ڪمري ۾ پسارڪندو ۽ ڇپن ۾ ڪجهه پٽڪندو رهيو. نيٺ هڪ هنڌ بيهندي چوڻ لڳو : "آن ۽ شان آڏو سيڪجهه هيچ !"

ڪمري ۾ ڪجهه دير وڌيڪ پسار ڪرڻ کانپوءِ مٿي کي پڪوڙيندي تمام گهٽي اداس لهجي ۾ چيائين : "ها، آن ۽ شان آڏو سيڪجهه هيچ ! لعنت هجي ان گهڙيءَ تي جڏهن هن بيدادنگريءَ ۾ اچڻ جو خيال منهنجي دل ۾ آيو- منهنجا دوست!" هن ڊاڪٽر کي مخاطب ٿيندي چيو. "دل گهريو ته مونکي ڌڪاريو. جو پنهنجي سموري موڙي جوا ۾ هارائي ويٺس! مونکي پنج سئو روبل ڏيو!"

اندريئي يفيمچ خاموشيءَ سان پنج سئو روبل ڳڻي پنهجي دوست جي حوالي ڪيا. ميخائيل آويريانچ، جنهن جو چهرو اجا تائين شرم ۽ ڪاوڙ جي ڪري ڳاڙهو هو، بي ربط قسم ڪندي غير ضروري عهد ڪيائين ۽ ٽوپي پائي ٻاهر نڪري ويو. ٻن ڪلاڪن کانپوءِ واپس موٽي آرام ڪرسيءَ تي پنهنجو پاڻ کي اڇلائڻ جيان ويٺو. زور سان ٿڌو ساهه ڦوڪاريندي چوڻ لڳو!

"منهنجي عزت بچي وئي! اسانکي هتان هلڻ گهرجي. منهنجا دوست ! هن اياڻي شهر ۾ آءٌ هڪ پل به وڌيڪ رهڻ لاءِ تيار ناهيان. ٺڳ ڪٿان جا! آسٽريائي جاسوس ...!"

هو ٻئي پنهنجي سياحت تان موٽيا ته نومبر جو مهينو پنهنجي جوبن تي هو ۽ رستن تي برف جا ٿلها تهه چميل هئا. ڊاڪٽر خوبوتوف جيڪو اندريئي يفيمچ جي جاءِ تي مقرر ٿيو هو، اجا تائين پنهنجي پراڻن ڪمرن ۾ رهندي رهندي منتظر هو ته اندريئي يفيمچ واپس موٽي اسپتال جي رهائش گاهه خالي ڪري ۽ اها ڪوجهي عورت جنهن کي هو پنهنجي باورچياڻي سڏيندو هو. اسپتال جي عمارت جي ڪنڊ واري حصي ۾ منتقل ٿي چڪي هئي.

ڳوٺ ۾ اسپتال متعلق نوان افواهه ڦهليل هئا. چيو پئي ويو ته ان ڪوجهي عورت جو ڪنهن ڳالهه تي انسپيڪٽر سان جهيڙو ٿي پيو هو ۽ انسپيڪٽر معافي گهرڻ لاءِ سندس پيرن تي ڪري پيو هو.

اندريئي يفيمچ کي پنهنجي واپسي واري ڏينهن ئي گهر جي ڳولا ۾ نڪرڻو پيو.

"منا دوست!" پوسٽ ماسٽر هبڪندي پڇيو. اوهان منهنجي اڏنگي انداز کي معاف ڪجو پر مهرباني ڪري ٻڌايو تہ اوهان وٽ ڪل ڪيتري رقم آهي؟"

اندريئي يفيمچ ڳتڻ ڪانپوء ٻڌايو: "ڇهاسي روبل".

"منهنجو اهو مطلب ناهي!" ميخائيل آويريانچ ڊاڪٽر جي جواب تي حيران ٿيندي گهٻرايل لهجي ۾ پڇيو : " مون اهو ڄاڻڻ پئي چاهيو تہ اوهان وٽ ڪل ڪيتري رقم آهي؟"

"آءٌ عرض تہ ڪريان پيو. ڇهاسي روبل ..... ڪل ڪائنات اهائي آهي."

ميخائيل آويريانچ ڊاڪٽر کي ايماندار ۽ عالي ظرف تہ سمجهندو هو پر پوء بہ کيس پڪ هئي تہ وٽس ڪجھ نہ، تہ بہ ويھ هزار روبل تہ ڪنهن پاسي رکيل هوندا. هاڻ جو کيس پتو پيو تہ اندريئي يفيمچ بلڪل ڪنگلو آهي، گذر سفر جو ڪو وسيلو نہ اٿس تہ اوچتو روئي پيو ۽ پنهنجي دوست کي ٻکين پئجي ويو.

اندريئي يفيمچ هيٺئين طبقي جي هڪ عورت بليو وا وٽ رهڻ لڳو. ان ننڍڙي گهر ۾ رنڌڻي ڪانسواء فقط ٽي ڪمرا هئا. ٻہ ڪمرا، جن جو رخ رستي ڏانهن هو، ڊاڪٽر وٽ هئا جڏهن تہ داريا، گهر ڌياڻي ۽ سندس ٽئي ٻار ٽين ڪمري ۽ رنڌڻي ۾ سمهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن گهر ڌياڻيء جو نشائي، ڪاوڙ جو تکو يار رات گذارڻ لاء ايندو هو تہ داريا ۽ ٻار ڊپ وگهي ڪنبي ويندا هئا. هو رنڌڻي ۾ ڪرسيء تي ويهي وادڪا گهرندو هو تہ گهر اوچتو تمام گهڻو سوڙهو نظر ايندو هو ۽ ڊاڪٽر روئندڙ ٻارن تي قياس ڪندي کين پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ايندو هو ۽ انهن لاء زمين تي بسترو وڇائي پنهنجي ليکي تمام گهڻو اطمينان محسوس ڪندو هو.

هو پنهنجي معمول موجب هاڻ بہ صبح جو اٺين وڳي ننڊ مان اٿندو هو ۽ چانهہ پيئي پراڻا ڪتاب ۽ رسالا پڙهڻ لڳندو هو. نوان ڪتاب خريد ڪرڻ هاڻ سندس وس ۾ نہ هو. هاڻ هو مطالعي ۾ يا تہ ڪتاب پراڻا هئڻ ڪري يا وري شايد بدليل ماحول ڪري اڳي جيان گم نہ ٿي ويندو هو. هاڻ تہ مطالعو کيس ٿڪائي وجهندو هو. تنهنڪري پنهنجو پاڻ کي مصروف رکڻ لاء هن پنهنجن ڪتابن ۽ رسالن جي تفصيلي فهرست ناهڻ شروع ڪئي. هر ڪتاب پويان ليبل هنيائين ۽ اهو ميڪانيڪي ڪم هن لاء مطالعي کان وڌيڪ ڏيان ڇڪائيندڙ ثابت ٿيو. اهو غيردلچسپ، محنت طلب ڪم ڪنهن عجيب وغريب انداز سان سندس خيالن کي ٿڦڪيون ڏئي سمهاريندڙ لڳندو هو. هو بلڪل خالي ذهن سان ڪم ڪندو هو ۽ وقت تيزيء سان گذري ويندو هو. کيس هاڻ تہ رنڌڻي ۾ پٽاٽا چليندي يا داريا سان گڏ چانور چوندبيندي بہ مزو ايندو هو. ڇنڇر ۽ آچر تي هو گرجا ويندو هو جتي پٽ سان ٽيڪ لڳائي اکيون ٻوٽي عبادتي گيت ٻڌندو هو ۽ پنهنجي ماءُ، پيءُ، يونيورسٽيء ۽ مختلف مذهبن بابت سوچيندو رهندو هو. گرجا ۾ کيس تمام گهڻو سڪون ملندو هو، مٺس اداسي ڇانئجي ويندي هئي ۽ واپس موٽندي کيس افسوس ٿيندو هو تہ عبادت ايترو جلد ڇو ختم ٿي وئي!

هي پيرا هو ايوان دميترچ سان ملڻ اسپتال ويو پر هئي پيرا هو سخت ڇڪتاڻ ۽ ڪاوڙ ۾ ڦونديل هو. ايوان دميترچ هن کي منٿ ڪئي تہ کيس پنهنجي حال تي ڇڏيو وڃي ۽ ٻيو تہ هو خالي خولي لفاظي کان تنگ اچي چڪو آهي - هو جيتريون پيڙائون پوڳي چڪو آهي، انجو لعنتي ۽ ڪميڻن ماڻهن کان فقط هڪ ئي هرجاڻو ٿو گهري- قيد تنهائي! ڇا کيس ان کان بہ محروم رکيو ويندو؟ هئي پيرا اندريئي يفيمچ ڪانئس موڪلائيندي "الله واهي" چيو تہ ايوان دميترچ ڪاوڙ مان رڙ ڪئي:

"ٽري وڃ منهنجي نظرن کان."

اندريئي يفيمچ فيصلو ڪري نہ سگهيو هو تہ هو ٽيون پيرو بہ وٽس وڃي يا نہ.

اڳي هو منجهند جي ماني ڪانپوءِ گهر ۾ ئي پسار ڪندو رهندو هو، پر هاڻ شام جي چانهہ تائين پٽ ڏانهن منهن ڪري صوفا تي ليٽي معمولي فڪرن ۾ ڦاسي انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري نہ سگهندو هو. سندس جذبن کي سخت ڇيهو رسيو هو جو ويهن سالن کان وڏيڪ عرصو نوڪري ڪرڻ ڪانپوءِ بہ کيس نہ پينشن ۽ نہ ئي ڪو عطيو! هو اهو تہ نہ سمجهندو هو تہ هن پنهنجا فرض ايمانداريءَ سان ئي پورا ڪيا هئا پر هو هر هر سوچيندو هو تہ نوڪري ڪندڙ ايماندار هجي يا نہ، بهرحال پينشن جو حقدار تہ هوندو ئي آهي. انصاف جو جديد تصور ئي ان حقيقت تي ٻڌل آهي تہ مرتبا، تمغا ۽ پينشنون اخلاقي صفتن يا اهليت سبب نہ پر خدمتن سبب ملندا آهن، پوءِ اهي ڪهڙيون بہ رهيون هجن. پوءِ رڳو کيس ئي ان کان محروم ڇو رکيو ويو آهي؟ هو پائيءَ پائيءَ جو محتاج ٿيندو پئي ويو. دڪان آڏو گذرندي ۽ دڪاندار سان نظرون ملائيندي هو ڦڪائي محسوس ڪندو هو. بيئر جي ملهہ جي سلسلي ۾ مٿس ٻٽيهہ روبل قرض چڙهي ويو هو. گهر ڌيائيءَ بيلووا جو حساب ڪتاب بہ چڪتو ڪري نہ سگهيو هو. داريا اندريئي يفيمچ جا پراڻا ڪپڙا ۽ ڪتاب لڪ ڇپ ۾ وڪڻندي رهي ۽ گهر ڌياڻيءَ کي چوندي هئي تہ ڊاڪٽر کي جلدئي تمام گهڻا ڏوڪڙ ملڻ وارا آهن.

رکي رکي هو پنهنجو پاڻ تي ڏمرڻو هو تہ سفر تي هڪ هزار روبل فضول اڏائي ڇڏيائين. ڏکيءَ مهل ڪم اچڻ لاءِ بچايل سيڪجهہ! هنن ڏکين ڏينهن ۾ اهي هزار روبل ڪيڏو ڪم اچن ها! سڀ کان وڏيڪ پريشاني کيس اڪيلائپ نہ ملڻ جي هئي. خوبوتوف پنهنجي بيمار سائيءَ کي هرهر ڏسڻ پنهنجو فرض سمجهي رکيو هو. سندس سٽيو چهرو، غير شائستہ ۽ سرپرستاڻو لهجو، سندس "سائي" چوڻ جو انداز، سندس لانگ بوٽ، مطلب تہ سائس واسطو رکندڙ سمورين شين کي هو ڌڪاريندو هو. سڀ کان پوائتي ڳالهہ خوبوتوف جو اهو خيال هو تہ هو اندريئي يفيمچ جي سارسنڀال ۽ علاج پيو ڪري. هو پوٽاشيم بروماڻيڊ جي بوتل ۽ ميرانجهڙي رنگ جو سفوف پاڻ سان آڻڻ ڪڏهن بہ نہ وساريندو هو.

ميخائيل آويريانچ بہ پنهنجي دوست سان ملاقات لاءِ ايندو رهڻ ۽ سندس دل وندرائڻ جي ڪوشش ڪندو رهڻ کي پنهنجو فرض تصور ڪندو رهيو. هو تمام گهڻي بي تڪلفيءَ سان پاڻ کي هرويرو تمام گهڻو خوش ظاهر ڪندو ڪمري ۾ داخل ٿيندو هو ۽

هڪدم ئي اندريئي يفيمچ کي پڪ ڏيارڻ لڳندو هو تہ هو ڪڙوتڙو نظر اچي رهيو آهي، خدا جو شڪر آهي جو سندس صحت سڌري پئي، جنهن جو سڌوسنئون مقصد اهو هو تہ سندس حالت کي هو لاعلاج تصور ڪندو هو. وارسا ۾ هن جيڪا رقم اڌاري ورتي هئي سا اجا تائين موٽائي نہ سگهيو هو، جنهن سبب تمام گهڻي ڦڪائي محسوس ڪندو هو. ان ڦڪائيءَ تي پڙدو وجهڻ لاءِ هو زور زور سان ٽهڪ ڏيڻ ۽ وڌيڪ بيوقوفيءَ پريا قصا بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهي اوتڏا سڏا قصا ۽ سندس ڳالهيون شيطان جي آنڊي جيان ڪٽڻ جو نالو ئي نہ وٺنديون هيون ۽ ان سان اندريئي يفيمچ ۽ هو پاڻ بہ بيزاري محسوس ڪندو هئو.

سندس اچڻ تي اندريئي يفيمچ اڪثر هن ڏانهن پٺ ڪري صوفا تي ليٽي پوندو هو ۽ ڏند پيڪوڙي سندس قصا ٻڌندو رهندو هو. کيس لڳندو هو تہ سندس روح تي غليظ گجيءَ جا تهہ ڄمندا پيا وڃن جيڪي سندس دوست جي هر ڳالهہ سان وڌندا ٿي ويا، ايستائين جو سندس ساهہ گهٽجڻ لڳندو هو.

انهن معمولي جذبن جي نڙي نپوڙڻ لاءِ هن پنهنجو پاڻ کي ان تصور جو سهارو وٺڻ تي مجبور ڪيو تہ دير سوير هو پاڻ، خوبوتوف ۽ ميخائيل آويريانچ پنهنجي پويان معمولي نشان بہ ڇڏڻ بنا فنا ٿي ويندا. جيڪڏهن ڪنهن اهڙي روح جو تصور ڪري سگهجي، جيڪو ايندڙ وقت ۾ ڏهہ لک سال پوءِ ڌرتيءَ مٿان خلا ۾ لانگهائو ٿيندو، تہ ان کي ڌوڙ ۽ اگهاڙين ٽڪرين ڪانسواءِ ڏسڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ملندو. تهذيب، ثقافت ۽ اخلاقي قانون سڀڪجهہ فنا ٿي ويندو ۽ ڪٿي بہ گاهہ جو ڪو سلو بہ نہ ڦٽندو تہ پوءِ سندس جذبن کي پهچندڙ ايذاءُ، دڪاندار آڏو سندس شرمندگيءَ جو احساس، معمولي ماڻهو خوبوتوف ۽ ميخائيل آويريانچ جي جان لاءِ عذاب دوستيءَ جي ڪهڙي اهميت آهي؟ رڳو معمولي گند ڪچرو ۽ بس! پر ان قسم جي دليلن سان هاڻ کيس ڪا بہ تسڪين ڪا نہ ٿيندي هئي. هو جيئن ئي ڏهہ لک سال پوءِ جي ڌرتيءَ کي نظرن آڏو آڻيندو هو تہ ڪڏهن ڪنهن اگهاڙي ٽڪريءَ جي پويان، ڪڏهن خوبوتوف پنهنجن لانگ بوٽن سان نظر ايندو هو تہ ڪڏهن وري زور زور سان ٽهڪ ڏيندڙ ميخائيل آويريانچ ظاهر ٿي پوندو هو. کيس تہ لڄارو سرٻاٽ بہ ٻڌڻ ۾ ايندو هو : " ۽ جيستائين وارسا واري قرض جو تعلق آهي، منهنجا پيارا دوست، تہ اهو بس ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ چڪائيندس ... سچ پچ چڪائي ڇڏيندس."

هڪ ڏينهن ٽيپهري جو اندريئي يفيمچ صوفا تي آ هليو پيو هو جو ميخائيل آويريانچ سائنس ملڻ آيو. اتفاق اهو جو خوبوتوف بہ پنهنجي پوٽا شيم برومائيڊ سان اچي رسيو. اندريئي يفيمچ ڪوشش ڪري صوفا تي هٿ جي ٽيڪ لڳائي ويهي رهيو.

"پيارا دوست!" ميخائيل آويريانچ چوڻ شروع ڪيو." اج تہ اوهين ڪالهہ ڪان وڌيڪ بهتر نظر پيا اچو. اوهانجي صحت جي ڇا ڳالهہ ڪجي، واقعي شاندار نظر پيا اچو!"

"ها منهنجا دوست ! وقت اچي ويو آهي جو اوهين هڪدم تندرست ٿي وڃو."
خوبوتوف به اوباسي ڏيندي ڳالهه بولهه ۾ شامل ٿي ويو:"ان چڪر مان اوهين پاڻ به تنگ اچي ويا هوندا."

"اسين ضرور تندرست ٿينداسين!" ميخائيل آويريانچ مصنوعي خوشيءَ پرئي لهجي ۾ چيو: "اسين اجا سئو سالن تائين جيئرا رهنداسين. ڏسي ونجو!"

"سئو سالن متعلق ته آءٌ نٿو چئي سگهان پر هيءُ اجا ويهه سال ته بهرحال آرام سان جيئرو رهندو." خوبوتوف اطمينان ڏياريندي چيو. "اڙي ڪا ڳالهه ناهي. منهنجا دوست.... رڳو ٿورو حوصلو بلند رک."

"ها - ها". ميخائيل آويريانچ زوردار ٽهڪ ڏنو. "اوهانکي ڏيکارينداسين ته اسين ڪهڙي مٽيءَ مان جڙيل آهيون! ڏسي ونجو! خدا چاهيو ته ايندڙ گرمين ۾ اسين قفقاز وينداسين. اتي چئني پاسي گهوڙا ڊوڙائيندا وتنداسين. هاپ ! هاپ! ۽ جڏهن قفقاز کان موٽنداسين ته ممڪن آهي ته اسان وٽ شاديءَ جو ڪو ڪاڄ به ٿئي!" ميخائيل آويريانچ چالاڪيءَ سان اک پڄندي چيو. " ها منهنجا دوست! اسين اوهانجي شادي ڪنداسين ... شادي..."

اوچتو اندريئي يفيمچ کي لڳو ته گجيءَ جا تهه اپري سندس نڙيءَ تائين اچي پهتا آهن. سندس دل تيزيءَ سان ڌڙڪڻ لڳي.

"ڇا بيهودگي آهي!". هن اوچتو اٿي دريءَ ڏانهن وڌندي چيو. "اوهانکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته اوهان ڪيڏي بيهودگيءَ تي لهي آيا آهيو!"

هن نرم ۽ شائستي لهجي ۾ ڳالهائڻ چاهيو پر نه چاهيندي به هن پنهنجيون منيون مٺي اپيون ڪري ڇڏيون.

"مونکي اڪيلو ڇڏي ڏيو!" هن پوريءَ سگهه سان دانهن ڪئي. ڪاوڙ جي ڪري سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو ۽ بت ڪنبڻ لڳس. "ٻاهر نڪرو! توهين ٻئي هتان هليا وڃو! نڪري وڃو!"

ميخائيل آويريانچ ۽ خوبوتوف ٻئي کيس تڪڻ لڳا. پهرين حيرت ۾ پوءِ ڊپ مان.

"ٻئي دفع ٿيو!." اندريئي يفيمچ هڪ پيرو بيهر رڙ ڪئي: "عقل جا انڌؤ! بيوقوفؤ! مونکي دوستي نه گهرجي. اوهانجي دوا به نه گهرجي! بي ڍنگا انسانو! ذڪار جوڳؤ!"

خوبوتوف ۽ ميخائيل آويريانچ هڪ ٻئي کي حيرت مان ڏٺو ۽ ڪمري مان نڪري لنگهه ۾ اچي ويا. اندريئي يفيمچ پوتا شيم بروماڻيڊ جي بوتل ڦڙتيءَ سان ڪٽي هنن ٻنهي جي پويان اڇلائي. جيڪا چائنٽ سان ٽڪرائجي ٽڪر ٽڪر ٿي وئي.

سندن وڃڻ ڪانپوءِ اندريئي يفيمچ. جنهن جو سڄو بت ائين پئي ڪنبيو ڄڻ تشنج جو مرض هجيس. صوفا تي ليٽئي ليٽئي پڪندو رهيو: "بيوقوف ڪٿان جا! گڏهه!". پر اها ڇڪتاڻ پري ڪيفيت ختم ٿيندي ئي هن سو چيو ته ميخائيل آويريانچ تي

هن وقت نہ ڇاڻ ڇا گذرندو هوندو. اهو سمورو واقعو ڪيڏو نہ لڄائيندڙ ۽ پوائتو آهي. مٿس تہ اهڙي ڪيفيت ڪڏهن بہ طاري نہ ٿي هئي. آخر سندس ڏاهپ ۽ دور انديشي، سندس ڪشاده دلي ۽ فلسفياڻي ذهنيت ڪيڏانهن موڪلائي وئي هئي!؟

هو پنهنجي رويي تي ايڏو تہ لڄي ۽ پريشان هو جو رات اڪيلي ۾ ڪاٽي گذاريائين ۽ صبح جو ڏهين وڳي پوسٽ ماسٽر کان معافي گهرڻ پوسٽ آفيس پهچي ويو.

"اسين لئيل مڙدا تورئي اڪيڙينداسين." ميخائيل آويريانچ، جيڪو ڊاڪٽر جي اڄڻ کان تمام گهڻو متاثر ٿيو هو، ٿڏو ساھ پريندي، گرمجوشيءَ سان هٿ ملائيندي چيو : "جيڪي ڪجهہ ٿي چڪو انجو ڪهڙو فڪر، ليوبافڪين!" هن ايڏي زور سان دانهن ڪئي جو پوسٽ آفيس جا سمورا ڪلارڪ ۽ اتي مختلف ڪمن لاءِ آيل ماڻهو ڇرڪي پيا.

"ڪرسي آڻيو!" "۽ تون انتظار ڪر." هن هڪ غريب مائيءَ کي ڇڙٻيندي، جيڪا سيخن مان ڪو خط رجسٽريءَ لاءِ ڪيس ڏئي رهي هئي، چيو: "ڏسين نٿي آءٌ مصروف آهيان؟"

"ها. جيڪي ڪجهہ ٿي چڪو انجو ڪهڙو فڪر؟" هن اندريئي يفيمچ کي پيار ڀرئي لهجي ۾ مخاطب ٿيندي چيو: "مهرباني ڪري ويهو، منهنجا پيارا دوست!"

هو ڪجهہ دير تائين خاموشيءَ سان ويهي پنهنجن گوڏن کي مهٽڻ لڳو ۽ پوءِ چيائين : "مونکي اوهانجو رويو هڪ پل لاءِ بہ اگرو نہ لڳو. مونکي خبر آهي تہ بيماريءَ ۾ ماڻهوءَ جي ڪهڙي حالت ٿيندي آهي. ڪالهہ جنهن طريقي سان اوهان اسان تي چڙهائي ڪري ڏني. ان سان مونکي ۽ ڊاڪٽر کي فڪر ٿي پيو ۽ اسين دير تائين اوهان متعلق سوچيندا رهياسين. منهنجا پيارا دوست! آخر اوهين پنهنجي بيماريءَ ڏانهن ڌيان ڇو نٿا ڏيو؟ اوهانکي اهڙي لاپرواهي جڳائي نٿي. آءٌ اوهانجو دوست آهيان، منهنجي صاف بيانيءَ کي دل ۾ نہ ڪجو." ميخائيل آويريانچ پنهنجو آواز سرباڻ جي حد تائين جهيٹو ڪري چڏيو." قصو هيءُ آهي تہ اوهين انتهائي اڻ وڻندڙ ماحول ۾ زندگي گذاريو پيا. جاءِ سوڙهي اٿوَ. چئني پاسي گندگي پکڙيل آهي، ڪو سارسنڀال لهڻ وارو ناهي ۽ علاج لاءِ هڙ ۾ پئسا بہ ناهن..... پيارا دوست! ڊاڪٽر جي ۽ خود منهنجي بہ اوهانکي وينتي آهي تہ اسانجو چوڻ مڃو ۽ اسپتال ۾ داخل ٿي وڃو! اسپتال ۾ سنو کاڌو آهي، بهتر سارسنڀال ٿيندي ۽ بيماريءَ جو علاج بہ ٿيندو. ڳالهہ اسان تائين ئي رهندي. خوبوتوف. ماڻهو تہ ٺڪي هڪڙي جو بہ ناهي، پر ڊاڪٽر سنو ۽ اعتبار جوڳو آهي. هن اوهانجي سارسنڀال لهڻ جو واعدو ڪيو آهي.

اندريئي يفيمچ مخلصاڻي فڪرمنديءَ واري لهجي ۽ ڳوڙهن کان، جيڪي اوچتو پوسٽ ماسٽر جي نيڻن مان نمڻ لڳا هئا. تمام گهڻو متاثر ٿيو.

"منهنجا انتهائي قابل اعتماد دوست! هنن ماڻهن جي دولاب ۾ نہ اچ!" هن پنهنجي دل تي هٿ رکي آهستگيءَ سان چيو. "توهين سندن ڳالهين تي ويساھ نہ ڪريو! اهو سمورو ڪوڙ آهي، نسورو ڪوڙ! منهنجي واحد بيماري هيءَ آهي تہ انهن ويهن سالن ۾ پهريون پيرو منهنجي ملاقات هڪ ڏاهي ماڻهوءَ سان ٿي آهي ۽ هو بہ "چريو" آهي. آءٌ قطعي بيمار ناهيان، آءٌ تہ رڳو بديءَ جي هڪ چڪر ۾ ڦاسي پيو آهيان. جنهن مان نڪرڻ

جو ڪو گس ناهي. مونکي ڪنهن ڳالهہ جي پرواهہ ناهي، اوهانکي جيئن وڻي تيئن ڪريو."

"اوهين اسپتال هليا وڃو، منهنجا دوست!"

"مونکي ذري بہ پرواهہ ناهي تہ ڪٿي رهان. دل گهريوَ تہ مونکي جيئرو دفن ڪري ڇڏيو."

"واعدو ڪريو، منهنجا دوست تہ اوهين هر معاملي ۾ خوبوتوف جي هدايتن تي عمل ڪندا."

"نيڪ آهي، واعدو ٿو ڪريان. پر جناب عالي! هڪ ڀيرو ٻيهر اوهانکي عرض ڪريان تہ آءٌ بديءَ جي چڪر ۾ ڦاسي پيو آهيان. هاڻ هر ڳالهہ جو، تان جو منهنجن گهڻگهرن جي انتهائي مخلصاڻي همدرديءَ جو بہ هڪ ئي مقصد هوندو، منهنجي تباهي! آءٌ فنا پيو ٿيان ۽ ايتري اخلاقي جرئت اٿم جو ان حقيقت کي مڃيان بہ ٿو."

"پر اوهانجي طبيعت نيڪ ٿي ويندي، منهنجا دوست!"

"پر ان قسم جي ڳالهين ۾ رکيو ڇا آهي؟" اندريئي يفيمچ چڙندي چيو: "جيون جي آخري ڏينهن ۾ تقريبن هر ڪنهن کي اهڙين حالتن مان گذرڻو پوندو آهي. ڪڏهن چيو ويندو آهي تہ اوهانجا گڙدا خراب ٿي ويا آهن، يا اهو تہ اوهانجي دل ڦوڪجي پئي آهي، دوائون استعمال ڪرڻ شروع ڪريو، يا ڪڏهن وري اوهانکي چريو يا ڏوهاري بڻايو ويندو آهي. مختصر اهو تہ هڪ ڀيرو اوهين ماڻهن جي نظرن ۾ اچي ويا تہ پڪ ڄاڻجو تہ بديءَ جي هڪ چڪر ۾ ڦاسجي ويا، جنهن مان ٻاهر نڪرڻ ناممڪن آهي. ٻاهر نڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻندؤ تہ اڃا وڌيڪ ڏٻڻ ۾ ڦاسندا ويندؤ. اهڙن موقعن تي بهتر اهو ٿيندو آهي تہ آڻ مڃي وڃي، ڇاڪاڻ جو ڪابہ ڪوشش جيڪا انسان لاءِ ممڪن آهي، اوهانکي بچائي نٿي سگهي. گهٽ ۾ گهٽ منهنجو تہ اهو رايو آهي."

ايتري ۾ ڪائونٽر تي ماڻهن جو چڱو موچارو هجوم گڏ ٿي ويو. اندريئي يفيمچ نٿي چاهيو تہ انهن ويچارن کي اجان وڌيڪ اوسيڙو ڪرڻو پوي، تنهنڪري هو اٿي بيٺو ۽ موڪلائڻ لڳو. ميخائيل آوريانچ هڪ ڀيرو ٻيهر ڪانئس واعدو ورتو ۽ کيس دروازي تائين ڇڏڻ آيو.

ساڳئي ڏينهن سانجهيءَ جو خوبوتوف پنهنجي پوستين ۽ لانگ بوٽن ۾ بلڪل غيرمتوقع طور تي اچي پهتو ۽ ڪجهہ اهڙي انداز ۾، ڄڻ ڪجهہ ٿيو ئي نہ هجي، چيائين: "آءٌ اوهان وٽ ڪنهن ڪم سانگي حاضر ٿيو آهيان. هڪ مريض متعلق صلاح مشوري ۾ اوهانکي بہ شامل ڪرڻ ٿو چاهيان. اوهين هلندا؟"

اندريئي يفيمچ ان خيال سان تہ هو وندر ڪاڻ کيس پسار لاءِ وٺي ٿو وڃي يا وري کيس ڪجهہ ڏوڪڙ ڪمائڻ جو موقعو ڏيڻ ٿو چاهي، اوورڪوٽ ۽ ٽوپي پائي ساڻس روانو ٿي ويو. کيس خوشي پئي ٿي تہ گذريل ڏينهن جي سندس غلطيءَ جو ازالو ڪرڻ جو موقعو مليو. سندس دل ۾ خوبوتوف بابت، جنهن ان واقعي متعلق هڪ لفظ بہ نہ

ڳالهايو هو. تورن پريا جذبا پيدا ٿيا. ڪيس خوبوتوف جهڙي اڻ سڌريل ماڻهوءَ جي ان رويي تي حيرت ضرور پئي ٿي.

"اوهانجو مريض آهي ڪٿي؟" اندريئي يفيمچ پڇيو.

"اسپتال ۾ مون گهڻي عرصي کان سوچيو پئي تہ ڪيس اوهان کان چڪاس ڪرايان .... عجيب پيچيده بيماري اٿس."

اسپتال جي اڱڻ ۾ داخل ٿي هو ٻئي خاص عمارت جي پرسان لنگهندي ان نِنڍڙيءَ عمارت ڏانهن وڌڻ لڳا جيڪا دماغي مريضن لاءِ مخصوص هئي. ان دوران نہ ڄاڻ ڇو ٻنهي مان ڪنهن بہ ڪجهہ نہ ڪڇيو. سندن اندر داخل ٿيندي ئي نيڪيتا پنهنجي معمول موجب ٽپ ڏئي ادب سان اٿي بيهي رهيو.

"انهن مان هڪ جو ڦڦڙ ڪجهہ ڳڙ ٻڙ تي ويو آهي." خوبوتوف، اندريئي يفيمچ سان گڏ وارڊ نمبر ڇهين ۾ داخل ٿيندي چيو: "اوهين هتي منهنجو انتظار ڪريو، بس آءٌ اجهو ٿو پنهنجو اسٽيٿو اسڪوپ کڻي اچان."

۽ هو هليو ويو.

اوندهہ ڇانئجڻ لڳي هئي. ايوان دميترچ اڌ منهن وهاڻي ۾ لڪائي پنهنجي پلنگ تي ليٽيو پيو هو. اڌ رنگ جو مريض بي حس ۽ بي حرڪت آهستي آهستي روئي رهيو هو. ٿلهو متارو هاري ۽ ٽپال کاتي جو اڳوڻو ملازم ننڊ پيا هئا. وارڊ ۾ سانت ڇانيل هئي.

اندريئي يفيمچ اوسيئڙو ڪرڻ لاءِ ايوان دميترچ جي پلنگ جي ڪناري تي ويهي رهيو. پر اڌ ڪلاڪ کن کانپوءِ خوبوتوف بدران نيڪيتا هڪ اسپتالي وڳو، هيٺ پائڻ جا ڪجهہ ڪپڙا ۽ پيرن ۾ پائڻ جا سليپر کڻي اندر آيو.

"ڪپڙا مٽايو، سائين!" هن نرميءَ سان چيو: "هو آهي اوهانجو پلنگ". هن هڪ خالي پلنگ ڏانهن اشارو ڪندي، جيڪو ڪجهہ دير پهرين آندو ويو هو، چيو: "خدا جي ٻاجهہ سان اوهان نيڪ ٿي ويندا، گهبرائجو نہ."

اندريئي يفيمچ تي سڀڪجهہ ظاهر ٿي چڪو هو. هو اٿيو ۽ بنان ڪا ٻڙڪ ٻولڻ جي ان پلنگ تي ويهي رهيو جنهن ڏانهن نيڪيتا اشارو ڪيو هو. پر پوءِ ڪيس خيال آيو تہ نيڪيتا پرسان ئي بيٺو انتظار پيو ڪري ۽ هن انتهائي شرم ۽ گهبراهٽ ۾ هڪ هڪ ڪري ڪپڙا لاٿا ۽ پاڻ کي الف اگهاڙو ڪري ڇڏيائين. هن اسپتال جا ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا، اندر ويئر تمام گهڻو سوڙهو هو، قميص تمام گهڻي ڊگهي ۽ مٿان پهرڻ وارو گائون دونهين ۾ سيڪيل مڇيءَ جي بوءِ سان ڀريل هو.

"خدا جي رحم ۽ ڪرم سان اوهان نيڪ ٿي ويندا". نيڪيتا هڪ ڀيرو ٻيهر چيو.

هن اندريئي يفيمچ جا ڪپڙا کنيا ۽ ٻاهر نڪري دروازو بند ڪري ڇڏيائين.

"ڪهڙو ٿو فرق پوي..... " هن گائون جا پلوَ پنهنجي بت تي اوڍيندي سوچيو، "ڪو فرق نٿو پوي ... فراڪ ڪوٽ هجي، يونيفارم هجي يا هيءُ لباس...."

پر سندس گهڙي ۽ نوٽبڪ جيڪو سدائين پاسيري کيسي ۾ پيو هوندو هئس، سگريٽ، آخر سندس ڪپڙا نيڪيتا ڪيڏانهن ڪٺي ويو؟ شايد هو پنهنجي زندگيءَ ۾ بيهر پتلون، واسڪٽ ۽ بوٽ ڪڍهن پائي نہ سگهندو! اهو سمورو واقعو پهرين تہ ڪيس عجيب و غريب ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ لڳو. اندريئي يفيمچ هاڻ بہ پنهنجي ان پڪي ويساهہ تي قائم هو تہ سندس گهر جي مالڪياڻيءَ بيلوواجي ڪمرن ۽ وارڊ نمبر ڇهين ۾ معمولي بہ فرق ناهي ۽ اهو تہ دنيا جي هر شيءِ اٽڪلي ۽ هيچ آهي. پوءِ بہ سندس هٿ ڪنبڻ لڳا. پير ٿڌا ٿي ويس ۽ ان خيال سان سندس دل ٻڏڻ لڳي تہ ايوان دميترچ ننڊ مان سجاڳ ٿي ڪيس اسپتالي ڪپڙن ۾ ڏسندو. هو اٿي بيهي رهيو. وارڊ ۾ ڪجهہ قدمن تائين پسار ڪيائين ۽ بيهر موٽي ويهي رهيو.

اڌ ڪلاڪ گذري ويو ۽ پوءِ هڪ ڪلاڪ. ڪيس اتي ويٺي عجيب بيزاري ۽ ٿڪ محسوس ٿيڻ لڳو. ڇا هتي سڄو ڏينهن، سڄو هفتو يا سالن تائين انهن مريضن جيان جيئڻ ممڪن ٿي سگهندو؟ هو ڪجهہ دير تائين ويٺو رهيو. پوءِ هلڻ لڳو ۽ هڪ ڀيرو بيهر ويهي رهيو. هو دريءَ وٽ پهچي ٻاهر جهاتي پائي سگهي ٿو. هڪ ڀيرو بيهر ڪمري ۾ پسار ڪري سگهي ٿو ۽ ان کان پوءِ؟ هر وقت بس ائين ئي بت جيان ويهڻو پوندو؟ نہ نہ اهو ناممڪن آهي!

اندريئي يفيمچ ليٽي پيو پر هڪدم ئي اٿي ويٺو ۽ ڪف سان ڇهري تان پگهر اگهڻ لڳو. جنهن دوران کيس لڳو تہ سندس ڪفن مان سيڪيل مڇيءَ جي بوءِ اچي رهي هئي.

"ڪا غلط فهمي ٿي وئي آهي." هن بداحواسيءَ کي پري ڌڪيندي پڙڪيو "مونکي هنن سان ضرور ڳالهائڻ کهرجي. اها تہ غلط فهمي...."

ان پل ايوان دميترچ ننڊ مان سجاڳ ٿيو ۽ پنهنجين منين کي ڳلن سان لڳائي ويهي رهيو. فرش تي ٿڪڻ ڪانپوءِ هن ڊاڪٽر کي نبل اکين سان ڏٺو، جنهن مان اندازو ٿي ويو تہ هو ڪجهہ بہ سمجهي نہ سگهيو آهي. پر ٻئي ئي پل ننڊ سان ڀريل سندس ڇهري تي سوپ ۽ بي رحميءَ جا تاثر ڇانئجي ويا.

"آهہ ها! اوهان کي بہ نيٺ هن جهنم ۾ وڌو ويو." هن ننڊ ۾ ٻڏل آواز ۾ هڪ اک کولڻ بنا ئي چيو. "ڏاڍي خوشي ٿي ! هيل تائين اوهان ٻين جو رت چوسيندا هئا، هاڻ خود اوهان کي نپوڙيو ويندو. ڏاڍو سٺو !"

"ڪا غلط فهمي ٿي وئي آهي!" اندريئي يفيمچ سندس لفظن تي تشويش ۾ مبتلا ٿيندي چيو. هن پنهنجن ڪلهن کي چندڪو ڏنو ۽ هڪ ڀيرو بيهر چيائين، " پڪ سان ڪا غلط فهمي ٿي آهي."

ايوان دميترچ بيهر فرش تي ٿڪ اڇلائي ليٽي پيو.

"اياڳو جيون!" هو شڪايتي لهجي ۾ پڙڪڻ لڳو" "۽ ان زندگيءَ کي، جيڪا شيءِ ايڏي ڪوڙي ۽ پيڙا ڀريل بڻائي ٿي، اها هيءَ آهي تہ انجو خاتمو برداشت جوڳي پيڙا جي ڪنهن پنگ جي صورت ۾ نہ ۽ نہ وري ديوتا بڻائجندڙ جي شڪل ۾، جيئن آپيرا

۾ ڏيکاريو ويندو آهي . پر موت جي پوائنٽي روپ ۾ ٿيندو آهي. اسپتال جا بہ خدمتگار ايندا. هڪ هتان کان جهليندو ۽ ٻيو پيرن کان ۽ لاش تهخاني ۾ ڦٽو ڪري ايندا. هونهہ ! خير ڪا ڳالهہ ناهي... اسانجا ڏينهن ٻيءَ دنيا ۾ بدلبا ... منهنجو روح هتي اچي هنن سوئرن کي ڊيڄاريندو. آءٌ هنن سمورن جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندس."

ايتري ۾ موئي سيئڪا واپس موٽيو ۽ ڊاڪٽر کي ڏسندي ئي سندس آڏو هٿ ڦهلايائين : "هڪ ڪو پيڪ ڏي...."

اندريئي يفيمچ دريءَ وٽ وڃي ٻاهر ٻنين تي نظر ڊوڙائي. ڪافي اونده ڇائنجي چڪي هئي ۽ ساڄي پاسي بيجان هيڊو چنڊ ايري رهيو هو. اسپتال جي جنگلي جي پرسان ئي بس ڪو سئو فٽن جي فاصلي تي پٿرن جي چارديواريءَ ۾ هڪ اوچي اچي عمارت بيٺل هئي. اهو بنديخانو هو.

"تہ اها آهي حقيقت!" هن سوچيو ۽ ڊپ وگهي ڪنبڻ لڳو.

هر شيءِ ڊيڄاريندڙ محسوس پئي ٿي، چنڊ بہ، بنديخانو بہ، جنگلي جي مٿان اونڌيون ڪتل ڪلين جون ايريل ڇهنبون بہ ۽ ڏور سرن جي ڀٺيءَ مان اپرندڙ شعلا بہ. ايتري ۾ سندس پويان ڪنهن ٿڌو ساهہ پريو. اندريئي يفيمچ مڙيو تہ هڪ شخص کي بيٺل ڏٺائين، جنهن جي ڇاتيءَ تي تمغا چمڪي رهيا هئا ۽ هو شرارتي مرڪ سان اک پئي رهيو هو. اهو ڏيک بہ ڊيڄاريندڙ هو.

اندريئي يفيمچ پنهنجو پاڻ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ نہ ئي چنڊ ۾ ڪا غيرمعمولي ڳالهہ آهي، نہ ئي بنديخاني جي عمارت ۾. باقي رهيا تمغا. تہ جن جو دماغ ٺيڪ هوندو آهي انهن کي سجائيندا ئي آهن ۽ اهو تہ وقت اچڻ تي هر شيءِ کي ڳري سڙي مٽيءَ ۾ ملي وڃڻو آهي. پر اوچتو مايوسيءَ جي گهيرٽ ۾ ڦاسي پيو ۽ دريءَ جي شيخن کي ٻنهي هٿن سان جهلي انهن کي لوڏڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. سيخن جو جنگلو ڪافي مضبوط هو ۽ ان ۾ معمولي حرڪت بہ پيدا نہ ٿي.

تڏهن هو پنهنجي ڊپ کان نجات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ايوان دميترچ جي پلنگ وٽ پهچي پاسي سان ويهي رهيو.

"منهنجي همت جواب ڏئي وئي آهي. پيارا دوست." هن ڪنبندي ۽ ڇهري تان پگهر اگهندي چيو: " بلڪل جواب ڏئي وئي آهي."

"تہ پوءِ فلسفي جا چٽخارا پريو نہ." ايوان دميترچ مذاق اڏائيندي چيو.

"اوهہ منهنجا خدا!..... جي ها..... هڪ ڀيرو اوهان چيو هو تہ روس ۾ فلسفي جو تہ وجود ئي ناهي، پر هر شخص، ايستائين جو چٽ چامڙو بہ فلسفي ٿيو وتي. نيٺ بہ چٽن جي فلسفي مان ڪنهن کي ڪهڙو ٿو نقصان رسي؟" اندريئي يفيمچ جي آواز مان ائين ٿي لڳو تہ يا تہ هو هينئر هينئر روئڻ وارو آهي يا وري ايوان دميترچ جي دل ۾ رحم جا جذبا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. "تہ پوءِ اها طنز پري ڪل چو، منهنجا دوست؟ عام ماڻهوءَ کي اطمينان حاصل ناهي تہ پوءِ هو فلسفي جو سهارو نہ وٺي تہ ٻيو ڇا ڪري؟ ڪنهن ڏاهي، اعليٰ تعليم يافتہ، خوددار ۽ آزاد شخص لاءِ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ئي نٿو

رهي تہ هو هڪ واهيات ۽ ڪني ڳوٺ ۾ ڊاڪٽر ٿي وڃي ۽ پنهنجي باقي زندگي ڪاڪروچن جو رت ڪڍڻ، چورن ۽ سنڌين جي ملم پٽيءَ لاءِ اربي ڇڏي! عطائي پڻو، تنگ نظري، بيهودگي! اوهہ منهنجا خدا!."

"اها سموري بڪواس آهي. ڊاڪٽريءَ جو پيشو اوهانکي پسند ناهي تہ اوهين رياستي وزير ڇو نہ ٿي ويا؟"

" نہ، نہ، ڪجهہ بہ ڪرڻ ممڪن ناهي. اسين ڪمزور آهيون... مونکي ڪنهن ڳالهہ جي پرواهہ نہ هئي، ڪلندي ڪڏندي ڏاهپ سان سوچيندو ۽ لوچيندو هئس. پر جيئن ئي مونکي زندگيءَ جو سخت جهٽڪو ايندو آهي تيئن ئي منهنجي سگهہ جواب ڏئي ويندي آهي... پاڙيائپ .... اسين هيڻا ۽ اپاڳا آهيون.... ۽ اوهين بہ، منهنجا دوست ! اوهين ذهين ۽ وڏماڻهپي وارا آهيو، نيڪ خواهشون اوهانجي رڳن ۾ ماءُ جي کير سان گڏ پيهجي ويون آهن. پر اوهان زندگيءَ کي اجا نيڪ طريقي سان شروع بہ نہ ڪيو هو جو ٿڪجي پيا، بيمار ٿي پيا... ڪمزور آهيو، هيڻا!."

اونداهي ٿي وئي تہ اندريئي يفيمچ کي ذلت جي احساس ۽ ڊپ ڪانسواءِ بہ ڪنهن ٻيءَ شيءِ لاڳيتو پريشان ڪري رکيو. نيٺ هن کي ذهن ۾ آيو تہ اها بيئر ۽ سگريٽ جي پاڙ هئي.

"آءٌ ٿوري دير لاءِ وڃان ٿو، منهنجا دوست !" هن چيو " هنن کي چوندس تہ هت روشنيءَ جو بندوبست ڪن.. اونداهہ منهنجي لاءِ برداشت کان ٻاهر آهي... ناقابل برداشت ..."

اندريئي يفيمچ دروازي وٽ پهچي انکي کوليو پر نيڪيتا هڪدم ٽپ ڏئي اٿي بيٺو ۽ سندس رستو روڪي ڇڏيائين.

"ڪيڏانهن وڃو ٿا ڇا؟ انجي اجازت ناهي." هن چيو: "سمهڻ جو وقت ٿي ويو آهي!"

"آءٌ رڳو ڪجهہ منٽن لاءِ ٻاهر ٿو وڃان، اڱڻ ۾ ٿورو پسار ڪري وٺندس."

اندريئي يفيمچ پريشان ٿيندي کيس سمجهائڻ لڳو.

"نہ، نہ انجي اجازت ناهي. اوهانکي تہ اڳيئي خبر آهي."

۽ نيڪيتا ٻاهران زور سان در بند ڪري انکي پٺي ڏئي بيهي رهيو.

"پر منهنجي ٻاهر وڃڻ سان ڪنهن کي ڪهڙي تڪليف ٿي رسي سگهي؟"

اندريئي يفيمچ ڪلهن کي چنڊڪو ڏيندي پڇيو. "منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ توکي ڪيئن سمجهايان نيڪيتا! منهنجو ٻاهر وڃڻ تمام گهڻو ضروري آهي" هن ڳوري آواز ۾ چيو: "تمام گهڻو ضروري آهي.!"

"اجايو هنگامو نہ ڪريو!" نيڪيتا کيس ڇڙٻيندي چيو.

"ڪيڏي شرمناڪ ڳالهہ آهي!" اوچتو ايوان دميترچ ڦڙتيءَ سان اٿندي رڙ ڪئي."

آخر هن شخص کي حق ڪهڙو آهي تہ هو ماڻهن کي ٻاهر وڃڻ کان روڪي؟ قانون ۾ چٽيءَ

طرح لکيل آهي تہ ڪيس هلاڪ ٿيڻ بنا ڪنهن کي بہ سندس آزاديءَ کان محروم نٿو ڪري سگهجي! هيءُ تہ جبر آهي جبر! بلڪل آپيشاهي!."

"بيشڪ، هيءَ آپيشاهي آهي. اندريئي يفيمچ ان غيرمتوقع حمايت تي مرڪ ماٺهو ٿيندي چيو: " آءٌ باهر وڃڻ ٿو چاهيان، اهو تمام گهڻو ضروري آهي. مونکي روڪڻ جو هنکي ڪوبہ اختيار ناهي! مونکي باهر نڪرڻ ڏي، چوانءِ ٿو!"

"اڙي وحشي ٻڌين ٿو يا نہ؟"، ايوان دميترچ دروازي تي ئونشا هڻندي چيو.

"دروازو کول نہ تہ آءٌ انکي ٽوڙي ڇڏيندس! جلاد ڪتان جا!"

"دروازو کول!" اندريئي يفيمچ ڪاوڙ مان ڪنبندي چيو." آءٌ توتي زور ٿو ڀريان."

"لڳا رهو!" نيڪيتا دروازي جي ٻئيءَ پاسي کان ورندي ڏني. "شاباس، لڳا رهو!"

"گهٽ ۾ گهٽ يوگيني فيدورچ کي سڏي اچ! کيس چؤ تہ آءٌ ... آءٌ کيس گهڙيءَ پل لاءِ سڏي رهيو آهيان."

"سڀاڻي هو سڏڻ بنا ئي اچي ويندو."

"اڙي هي اسانکي ڪڏهن بہ نڪرڻ نہ ڏيندا." ايوان دميترچ چيو. " اوستائين دروازا بند رکندا جيستائين اسين ڳري سڙي نہ وڃون. اوھ خدا! ڇا اهو سچ ٿي سگهي ٿو تہ ٻيءَ دنيا ۾ جهنم جو وجود ناهي؟، ۽ هنن بدمعاشن کي معاف ڪيو ويندو؟ آخر انصاف ڪٿي آهي؟ اڙي بي ايمان، دروازو کول، منهنجو ساھ ٿو گهٽجي!" هن پريل آواز ۾ رڙيون ڪندي دروازي کي ٽڪر هڻڻ شروع ڪيا. " آءٌ دروازي سان متو ٽڪرائي پنهنجو ميڄالو ڪيي ڇڏيندس، قاتل!"

اوچتو نيڪيتا دروازو کولي اندريئي يفيمچ کي پنهنجن هٿن ۽ هڪ گوڏي سان ڌڪيندي پري ڪيو ۽ سندس چهري تي ئونشو وهائي ڪڍيائين. ٻئي ئي پل اندريئي يفيمچ کي محسوس ٿيو تہ ڄڻ هو ڪنهن زبردست لوڻياڻي لهر ۾ مٿي کان پيرن تائين ٻڏي ويو آهي ۽ اها لهر کيس گهليندي پلنگ تائين ڇڪي آئي. سندس وات جو ذائقو واقعي لوڻياڻو هو ۽ صاف ظاهر هو تہ سندس مهارن مان رت وهي نڪتو هو. هن پنهنجون ٻانهون ائين هلايون ڄڻ ان لهر مان مٿي اڀرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هجي ۽ سندس هٿ ڪنهن پلنگ جي پوئين حصي تي وڃي ڪپيا، ان سان گڏ هن محسوس ڪيو تہ نيڪيتا سندس پٺن تي ٻيهر وار ڪيو آهي.

ايوان دميترچ جي وات مان زورائتي رڙ نڪتي..." تہ هن کي بہ ماريو ڪٽيو پيو وڃي..!!"

۽ پوءِ سانت ڇانئجي وئي. دريءَ جي شيخن مان هيدي چانڊوڪي اندر داخل پئي ٿي ۽ زمين تي پونڊڙ کو اولڙو ڪنهن چار جو ڏيک ڏئي رهيو هو. اندريئي يفيمچ ڪنهن حد تائين ڏپ ۾ ليٽيل هو، ساھ نہ کڻڻ جي ڪوشش ۽ نئين ڌڪ جو اوسيئڙو ڪري رهيو هو. کيس ائين پئي محسوس ٿيو ڄڻ ڪنهن سندس ڇاتيءَ ۽ پيٽ ۾ ڏرل

مشين وجهي ڦيرائي هجي. سور وڳهي هن پنهنجي وهاڻي کي ڇڪ وڌو ۽ پوءِ ڏند پڪوڙي ڇڏيائين. ايتري ۾ هڪ خيال سندس سموري ذهن تي ڇانئجي ويو. اونداهو ۽ برداشت نه ڪرڻ جوڳو خيال. ته هن وقت هو جنهن پيڙا جو شڪار آهي، ڇانبوڪيءَ ۾ ڪيس پاڇولن جيان نظر ايندڙ هي سمورا ماڻهو ڪيترن ئي سالن کان برداشت ڪري رهيا هوندا. آخر اهو ڪيئن ٿو ممڪن ٿي سگهي ته ويهن سالن کان وڌيڪ عرصي ۾ ڪيس انجو پتو ئي نه لڳو. يا شايد هن پاڻ ئي چاهيو ٿي ته ڪيس پتو نه لڳي؟ ڪيس خبر نه پئجي سگهي هئي، هلڪو به تصور نه اٿيو هو ته پيڙا ڇئبو ڇا کي آهي؟ ان لاءِ ڪيس ته ڏوهاري قرار ڏئي نٿو سگهجي. پر سندس ضمير کي نيڪيتا جهڙي سخت ۽ سنگ دل ماڻهوءَ ڏونڌاڙي ڇڏيو هو. هو اندر ئي اندر ۾ مچرجي پيو هو ته هو پنهنجي پوريءَ سگهه سان دانهيندو. نيڪيتا، خوبوتوف، سپرنٽينڊنٽ ۽ طبي صلاحڪار کي ماري آپگهات ڪندو. پر نه وٺي سندس وات مان ڪو آواز نڪري سگهيو ۽ نه ئي ٽنگن سندس چوڻ مڃيو. هن سهڪندي سهڪندي پنهنجن اسپتالي ڪپڙن کي ليڙون ليڙون ڪيو ۽ بي هوش ٿي پلنگ تي ڍير ٿي ويو.

ٻئي صبح جو هو سجاڳ ٿيو ته سور جي ڪري مٿو پئي ڦاٽس! ڪنن ۾ زوڪاٽ پئي ٿيس ۽ جسم جو انگ انگ ڏکي رهيو هئس. گذريل شام جي پنهنجين ڪوتاهين کي ياد ڪندي هن ڪنهن به قسم جي شرمندگي محسوس نه ڪئي. هن ڪنهن ڪانئر جهڙو رويو اختيار ڪيو هو، چنڊ ڪان به ڊڄي ويو هو ۽ اهڙن خيالن ۽ جذبن جو پوري خلوص سان اظهار ڪيو هئائين جن سان وابستگيءَ تي ڪيس ڪڏهن ڪو شڪ به نه ٿيو هو. جيئن بي اطمينانيءَ سبب معمولي ماڻهو کي به فلسفي بڻجڻ جو خيال - پر هاڻ ڪيس ڪنهن به ڳالهه جي پرواهه نه هئي.

هن نه ڪجهه کاڌو نه پيتو. رڳو بي حس و حرڪت پنهنجي پلنگ تي پيو رهيو.

"مونکي ڪا پرواهه ناهي." جيڪڏهن کانئس ڪي سوال پڇيا ويا ته انهن بابت هن اڳواٽ سوچيو. " آءٌ ڪيس ڪوبه جواب نه ڏيندس... مونکي ڪا پرواهه ناهي."

منجهند جي مانيءَ کانپوءِ ميخائيل آويريانچ چانهه جو پيڪٽ ۽ ڪجهه جيلي آڻي ساڻس ملڻ آيو. داريا به آئي ۽ ڪلاڪ کن سندس پلنگ پرسان ڏکياري بيٺي رهي- ۽ ڊاڪٽر خوبوتوف ڪيس ڏسڻ آيو. هن پاڻ سان پوٽا شيم بروماڻيڊ جي بوتل آندي هئي ۽ هن نيڪيتا کي ڪنهن شيءِ سان دونهون ڏئي وارڊ جي فضا صاف ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي.

شام جو اندريئي يفيمچ جي دماغ جون رڳون ڦاٽي پيون ۽ اهو مرض جان ٽوڙ ثابت ٿيو. پهرين ڪيس بخار چڙهڻ جهڙي سردي ۽ الٽي محسوس ٿي. ائين لڳو ته ڇڻ ڪا وڏي پوائتي شيءِ سندس سڄي جسم تي آڱرين جي پورن تائين پکڙجندي. سندس پيٽ کان ٿيندي دماغ تائين پهچي رهي آهي. اکين ۽ ڪنن ۾ گهوٽندي ٿي وڃي. اندريئي يفيمچ کي سڀڪجهه سائو سائو نظر اچڻ لڳو. هو سمجهي ويو ته آخري گهڙي اچي پهتي آهي ۽ ڪيس ياد آيو ته ايوان دميترچ، ميخائيل آويريانچ ۽ ٻيا لکين ماڻهو ابدي حيات ۾ ويساه

تا رکن. ” جيڪڏهن ڪنهن اهڙيءَ شيءِ جو وجود هجي تہ؟“ پر سندس دل ۾ ابدي حيات متعلق ذري بہ سڌ پيدا نہ ٿي ۽ ان متعلق هن بلڪل مٿاڇري انداز ۾ سوچيو. اڻ ڳڻيا خوبصورت هرڻ، جن متعلق هو گذريل ڏينهن پڙهي رهيو هو، تيزيءَ سان ڊوڙندا سندس سامهون گذريا. پوءِ ڪنهن عورت هن ڏانهن هٿ وڌايو جنهن ۾ هڪ رجسٽرڊ لفافو هو. ميخائيل آويريانچ ڪجهہ چيو... پوءِ سڀ ڪجهہ گم ٿي ويو ۽ اندريئي يفيمچ هميشہ هميشہ لاءِ بي سڌ ٿي ويو.

اسپتال جا ٻہ خدمتگار وارڊ ۾ آيا. هڪ سندس پير جهليا ۽ ٻئي سندس هٿ. ڪٽي کيس گرجا ڇڏي آيا. اتي هو ميز تي اکيون ڦاڙي پيو رهيو ۽ رات جو چنڊ هن تي نور وسائيندو رهيو. ٻئي صبح جو سرگيئي سرگيئچ اتي پهچي صليب جي سامهون تمام گهٽي نماڻائيءَ سان عبادت ڪئي ۽ پنهنجي اڳوڻي سربراهہ جون اکيون بوٽي ڇڏيائين.

ٻن ڏينهن کانپوءِ اندريئي يفيمچ کي دفنايو ويو. دفنائڻ مهل فقط ٻہ ماڻهو موجود هئا، ميخائيل آويريانچ ۽ داريا.

---

ورسٽ : 1.044 ڪلوميٽرن جي برابر قديم روسي ماپو

زيمستوو : روس جي وچئين صوبن ۾ ضلعي سطح تي انتظامي ادارو

ڪنياز : زار جي دور ۾ شاهي ڪٽنب جي اميرن ۽ جاگيردارن جو لقب

باستيل : پئرس جو قلعو، جيڪو چوڏهين کان ارڙهين صديءَ تائين بنديخاني طور استعمال ڪيو ويندو هو ۽ جنهن کي 1789ع ۾ فرانسيسي انقلاب وقت مچريل ماڻهن تباهہ ڪري ڇڏيو.

# سنڌ پبلشنگ هائوس

جلد
ايندڙ ڪتاب

خشونت سنگهه
**منهنجي زندگيءَ ۾ آيل**
**عورتون ۽ مرد**
سنڌيڪار: رفيق ملاح
قيمت: ٦٠ رپيا

**ورثو**
”تهذيب جي بڻ بنياد جي ڳولا“
مائيڪل ووڊ
سنڌيڪار: اسلم خواجه
(هڪ سؤ کان وڌيڪ ناياب تصويرن، هارڊ بائينڊنگ
۽ ڊسٽ ڪَور سان سينگاريل بهترين ڪتاب)
صفحا: ٽن سؤن کان وڌيڪ
قيمت: ٢٠٠ رپيا

**اڪيلائيءَ جا هڪ سؤ سال**
١٩٨٢ع جو نوبل انعام يافته ناول
گيبريل گارشيا مارڪيز
سنڌيڪار: مراد علي مرزا
صفحا: ۴٠٠
قيمت: ٢٠٠

**سنڌ ارغونن جي دؤر ۾**
يـ ارغوني حڪمران
۽ هزارين سنڌين جو رت
اڪرام ساگر عباسي
صفحا: ١٠٠
قيمت: ٥٠ رپيا

# سنڌ پبلشنگ هائوس

تيار

ڇپيل ڪتاب

**دريافت جو نئون دؤر**

The new age of Discovery

جو سنڌي ترجمو

سنڌيڪار: ليلا رام

**ايمليءَ ڏي خط**

زندگيءَ جا اولڙا، حويليءَ اندران ۽ ٻاهران...

Letters to Emily

Glimpses of life from inside and outside the Haveli

By: Shireen Nana nee Mirza

سنڌيڪار: محمود مغل

**عربن جي مختصر تاريخ**

The Arabs

A short History

By: Philip K. Hitti

سنڌيڪار: قاضي اياز مهيسر

**ايڪويهين صديءَ لاءِ سنبت**

Preparing for the twenty-first Century

By: Paul Kennedy

سنڌيڪار: قاضي اياز مهيسر

**دهلي** Delhi

خشونت سنگھ جو مشهور ناول

انگريزيءَ مان ترجمو: رفيق ملاح



انتون پاولووچ چيخوف 17 جنوري 1860ع تي ايزوف جي ساحلي علائقي تگنروگ ۾ ڄائو. هو دوڪاندار جو پٽ ۽ ڪڙميءَ جو پوٽو هيو. هن پنهنجي زندگيءَ جي وهنوار کي سنوارڻ لاءِ سخت محنت ڪئي. سترنهن سالن جي ڄمار ۾ جڏهن سندس والد قرض کان ڀڄي ماسڪو ويو ته سڄي ڪٽنب جو بار سندس ڪلهن تي اچي ويو جنهن کي هن وڏيءَ دل ۽ همت سان منهن ڏنو. ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي. اسڪول پاس ڪرڻ کان پوءِ اسڪالر شپ جي فنڊ وسيلي هن ماسڪو ۾ طب پڙهڻ لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي.

گهر وارن جي سهڪار سان هن ڪهاڻيون، مزاحيه قصا ۽ مضمون لکڻ شروع ڪيا ۽ شايع ڪيا. انهيءَ عرصي ۾ هن 1884ع ۾ ميڊيڪل جي سند حاصل ڪئي ۽ ان ئي سال سندس لکڻ ۾ دلچسپي وڌي ۽ لکڻين کي هن پنهنجي گذر سفر جو وسيلو بڻايو. سندس پهريون ڪتاب 1886ع ۾ ”رنگا رنگي ڪهاڻيون“ (Motley Stories) پڌرو ٿيو. ساڳئي سال ۾ ”نئون وقت“ (New time) اخبار جي مالڪ اليڪسئي سورن سان ڄاڻ سڃاڻ ٿي، جنهن کيس وڏي اڳ تي ڊگهيون ڪهاڻيون لکڻ جي آڇ ڪئي. 1888ع ۾ کيس ڪهاڻين جي مجموعي ”منهن اونداهيءَ ۾“ (In the Twilight) تي پشڪن پرائز مليو. انهي ڪهاڻي ڪتاب جي پڌرائي ۽ سندس طويل ڪهاڻي ”سائبيريا جو پٽ“ (The Steppe) جي اشاعت کيس روس جي وڏن ۽ نوجوان ليکڪن جي قطار ۾ آڻي بيهاريو ۽ کيس وڏي ليکڪ طور وڏيءَ دل سان تسليم ڪيو ويو. 1888ع ۾ هن پهريون سنجيده وڏو ڊرامو آئيونوف (Ivanov) لکيو ۽ ڪڏوڪڙ ڪهاڻين جو هڪ وڏو ذخيرو پڻ پيش ڪيو. سندس مشهور ناٽڪ ”ساموندي پکي“ (The Seagull) 1896ع، جنهن جو پهريون ناٽڪ منڊل اُڦٽ ناڪام ٿيو. پر 1898ع ۾ هن پنهنجو ساڳيو ناٽڪ ماسڪو آرٽ ٿيئٽر ۾ پيش ڪيو ۽ ڪاميابيءَ جا نوان ريڪارڊ ماٽيا. ان کان پوءِ هن جا ٻيا ناٽڪ ”ٽي ڀينرون“ (Three Sisters) ۽ ”ڳٽول ميون جو باغ“ (The Cherry orchard) پڻ ناٽڪ منڊلين ۾ پيش ڪيا ويا ۽ ڏاڍا ڪامياب ٿيا. 1901ع ۾ هن اداڪاره اولگا ڪنپر (Olga Kinpper) سان وهانءُ ڪيو. ۽ 2 جولاءِ 1904ع تي هي مهان ڪلاڪار ٽي بيءَ جي موذي مرض ڪري لاڏاڻو ڪري ويو.

سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي

قيمت: 100 رپيا

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا ٻه تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو ٻه صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نه آهي. جيڪڏهن ڪو ٻه شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ڪُوڙو آهي. نه ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ٻِه ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٿن جٿن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)